



# سورهہ سنڌي ادب




صاحب خان ·سورهہ· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# پٽائي
**[ تحقيقي جرنل]**




| | | |
|---|---|---|
| معاون | : | قاسم ملڪ |
| سال | : | 2016ع ، جلد 1، شمارو 2 |
| ڪمپوزر | : | شوڪت علي جوٽو |
| ڇپائيندڙ | : | سنڌي شعبو، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور، سنڌ، پڪستان |
| اي ميل | : | awasayo786@gmai .com |
| رابطي لاءِ نمبر | : | 0243-9280285 (+92-333-7241527) |
| قيمت | : | **250 روپيا** |
| بيرون ملڪ | : | **US $. 25** |

## بين الاقوامي صلاحڪاري ايڊيٽوريل بورڊ

## قومي صلاحڪاري ايڊيٽوريل بورڊ

## Editorial Board's Policies

### Review Process:

All manuscripts are reviewed by an editor and members of the editorial board or qualified outside reviewers. Decision will be made as rapidly as possible, and the journal striver to return reviewer's comments to authors within two weeks.

### Ariticles:

The paper must be typed for Sindhi (in MB Lateefi Font, size 13) and English (in Arial Narrow font, size 12) A-4 size paper. The title should be brief phrase describing the contents of the paper. The title pages should include the author's the text in CD to mailing address of Department of Sindhi and also through email to awasayo786@gmail.com.

### Abstract:

The abstract should be informative and completely self-explanatory, briefly present the topic and state the scope of work. The abstract should be 100 to 200 words in length.

### Tables and figures:

Table should be kept to a minimum and be designed to be as simple as postsible. Figure legends should be typed in numerical order on a separtate sheet. Graphics should be prepared using applications capable of generating high resolution GIF, TIFF, JPEG or Power Point before pasting in Microsoft word manuscript file. Table should be prepared in Microsoft Word or Microsoft Publisher.

### References:

Chicago text citation style is followed.

### Copyright:



**نوٽ:** ٽِماهي [تحقيقي جرنل] ۾ ڇپجندڙ مقالا جيئن تہ تحقيق تي ٻڌل هوندا آهن، ان ڪري انهن جي لکندڙن يا محققن جي خيالن ۽ حوالن سان اداري جو متفق هئڻ ضروري نہ آهي. تحقيقي مقالا هارڊ ڪاپيءَ سان گڏ سافٽ ڪاپيءَ جي صورت ۾ سي ڊي يا اي ميل جي ذريعي موڪليا وڃن، ان سان گڏ محقق جو مختصر تعارف بہ هئڻ لازمي آهي.

# فهرست

# ايڊيٽوريل

شاھ عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور، سنڌ جي سنڌي شعبي پاران، هي شمارو سال 2016ع. هائير ايجوڪيشن ڪميشن جي معيار مطابق ترتيب ڏنو ويو آهي.وقت سر هن شماري جو شايع ٿيڻ ۾ اهم ڪردار شاھ عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور جي مانا ئتي وائس چانسلر پروفيسر ڊاڪٽر پروين شاھ صاحبه جو آهي، جنهن پنهنجي ذاتي دلچسپيءَ جو مظاهرو ڪندي، هن تحقيقي جرنل (پٽائي) جي ڇهين شماري کي شايع ڪرڻ جي لاءِاجازت عنايت فرمائي

هن شماري لاءِ ڪيترائي مقالا وصول ٿيا، جنهن مان هائير ايجوڪيشن ڪميشن جي معيار تي پورو لهندڙ چونڊ مقالن کي ترجيح ڏيندي هن شماري ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

اسان جا محقق هميشه دلچسپي ۽ محنت سان نت نوان تحقيق جا موضوع ۽ قارئين آڏو پيش ڪندا رهيا آهن، جيڪي مفيد ۽ مزيد معلومات سان ڀريل آهن. هونئن به تحقيق جو دائرو وسيع رهيو آهي، جنهن ۾ ڪڏهن ڪا ڪوتاهي نه ايندي. هن ڇهين شماري کي وقت اندر شايع ڪرڻ ۾ وڏو هٿ ڊين فيڪلٽي آف آرٽس ۽ لينگويجز پروفيسر ڊاڪٽر محمد يوسف خشڪ صاحب جو آهي، جنهن اڳ وانگر هن ڪم ۾ دلچسپي وٺندي اسان کي اتساهيو ۽ همٿايو. سنڌي شعبي جي انچارج چيئرمين محترم اياز گل صاحب، به پنهنجي نهايت مهربان، شفيق ۽ نرم مزاج مطابق اسان کي ضروري صلاحون ۽ مفيد مشورا عنايت فرمايا ته جيئن هن تحقيقي جرنل (ڀٽائي) جي معيار کي اڃا به وڌيڪ بهتر بڻائي سگهجي. انگريزي شعبي جي محترم محمد ابراهيم کوکر صاحب ۽ محترم توصيف احمد ڪولاچي صاحب جن به (ايبسٽريڪٽ) درست ڪرڻ ۾ اسان سان تعاون ڪرڻ فرمايو آهي، آءٌ سندن ٿورائتو آهيان.سنڌي شعبي جي سڀني استادن ۽ ايڊيٽوريل بورڊ جي سڀني ميمبرن جهڙوڪ محترمه زاهده پروين صاحبه، معاونين محمد قاسم ملڪ ۽ ڪمپيوٽر آپريٽر شوڪت علي جوڻو به هن تحقيقي جرنل کي وقت سر ڇپائي، منظرعام تي آڻڻ ۾ تعاون ڪيو، مان انهن سڀني جو تهه دل سان ٿورائتو آهيان. جيئن ته ڀٽائي [تحقيقي جرنل] جو هي شمارو، منهنجي ادارت جو ٻيو شمارو آهي، مونکي پڪي ۽ پختي اميد آهي ته هيءُ جرنل قارئين، محققن، استادن، شاگردن ۽ سنڌي ادب سان دلچسپي رکڻ وارن لاءِ مفيد ۽ ڪارگر ثابت ٿيندو. مونکي قارئين ڪرام مان اميد آهي ته، اهي منهنجي مثبت اصلاح ڪرڻ فرمائيندا ته جيئن ايندڙ شمارو وڌيڪ بهتر بڻائي سگهجي. مان سڀني قارئين ۽ سهڪار ڪرڻ وارن جو تمام گهڻو ٿورائتو آهيان.

**ڊاڪٽر الهوسايو سومرو**
**ايڊيٽر**

پروفيسر ڊاڪٽر نور افروز خواجہ

# آغا سليم سنڌي ادب جي قداور شخصيت

## Agha Saleem Great Personality Of Sindhi Litreture

**ABSTRACT:**

Agha Saleem is a remarkable writer of sindhi literature, who has introduced new things in the literature through his writings. His novels manifest the history, civilization and culture of sindh. In which he has emphasized on naturalism, romanticism and existentialism . The characters of his writings are not entrapped in psychological occurrences but their aim is to live a meaningful life. Agha Saleem has written prose as well as poetry, translated poetry of Sufi poets and also classical poets.
Agha Saleem was great admirer of Shah Lateef's poetry that's why in his writings there is glittering of Sufism.

The characters of Agha Saleem in their insight never remain diverged in pains of sadness, failure and love but are distinct, from which readers are not disappointed. His novels "Undhai Dharti Roshan Hath", "Roshni ji Talaash" and "AnnporoInsaan" are revealing history and geography of sindh and life of human beings in different periods. Love of soil, fighting in mind, flight of visionary and development of inner emotions in human beings is prominent in writings.

Agha Saleem was dedicated, fair and a truth loving human being, who uncovered peace, endurance and respect for different religions. Though his characters are full of zeal, attached, ambitious and linked with soil.
Agha Saleem has written literature in the form of novel, prose, poetry, short story, translation, travelogues and different other category of literature. Along with he has cared every human being on earth with same vision and undertook the way of peace to keep the earth humble. Agha has magnanimity of concept and vision. Agha Saleem received multiple awards and love from peoples.

آغا خالد سليم جيڪو سنڌي ادب ۾ آغا سليم جي نالي سان مشهور آهي 7 اپريل 1935ع ۾، شڪارپور ۾، آغا عبدالڪريم ڪاڪڙ پٺاڻ جي گهر ۾ پيدا ٿيو ۽ 13 اپريل 2016ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪيائين. شروعاتي تعليم شڪارپور ۾ ورتي، پوءِ گورنمينٽ ڪاليج ڪاري موريءَ مان ۽ بي اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين.

آغا سليم کي سنڌي ٻولي ۽ ادب ۾ هڪ وڏو مقام حاصل آهي. پاڻ هڪ اديب، محقق، مترجم، صحافي، ڪهاڻيڪار، ناول نگار، ڊراما نگار، ڪالم نويس، نقاد ۽ شاعر هو. هو راڳ جو وڏو چاهڻو هو، هو لطيف سائين جو پارکو هو ان کان علاوه بابا فريد گنج شڪر جو سنڌي ڪلام، لطيف سائين جي ڪلام جو اردو ۽ انگريزي ترجمو ۽ شاهه عنايت جي شاعري جو به اردو ترجمو ڪيائين. سندس لکيل ڪيترائي ڪتاب آهن انهن مان هي آهن: لذت گناهه، چنڊ جا تمنائي، درد جو شهر (ڪهاڻيون) همه اوست، اونداهي ڌرتي روشن هٿ، اڻ پورو انسان، ٻه ٽڪرا ناول، روشنيءَ جي تلاش ناول ۽ ناوليٽ، پن ڇڻ ۽ چنڊ (شاعري) ڍول مارو (تحقيق) لالن لطيف ڪهي (شاهه لطيف جي وائين جو اردو ترجمو) بابا فريد، رسالو شاهه عبداللطيف (ترجمو) صدين جي صدا (شيخ اياز جي شاعري جو اپياس) لاٽ جا لطيف جي، خواب جو سورج، گل چنو گرنار جو، گلن جهڙا گهاوَ، روپ بهروپ، دودو چنيسر، دولهه دريا خان، چانڊوڪيءَ جو زهر وغيره (ڊراما) سچل سچ هي سارا جهولي لال (سفرنامو)، چانڊوڪيءَ، سورٺ، محبوب مٺا، ڌرتي لال ڪنوار ۽ رت جا رشتا (فلمون) وغيره هن کان علاوه ڪيترا ئي مقالا، مضمون، مهاڳ، پيش لفظ ۽ مقدمه پڻ لکيائين.

آغا سليم سندس ادبي مڃتا لاءِ پاڪستان ۽ هندستان مان ڪيترائي ايوارڊ مليا انهن ۾ شاهه لطيف ايوارڊ، تمغه حسن ڪارڪردگي وغيره. پاڻ ڪيترن ئي ادارن ۾ بورڊ آف گورنر جا ميمبر رهيا. انهن ۾ سنڌي ادبي بورڊ، شاهه لطيف چيئر وغيره شامل آهن. آغا سليم هڪ ذهين، خوبصورت قداور شخصيت جو مالڪ هو، هو نهايت ئي حساس طبيعت رکندڙ، صوفي منش، خوش مزاج ۽ خوش اخلاق انسان هو.

آغا سليم هڪ سچو قوم پرست، تصوف ۽ ويدانيت جو چاهڻو هو. ان کان علاوه هن سنڌي افسانوي ادب ۾ ٽيڪنڪ جا نوان نوان تجربا ڪيا آهن. سندس فني تجربن جو پنهنجو جدا گانو رنگ آهي ۽ تخليقي ڪاوشن ۾ به هن پنهنجي نئين راهه گهڙي آهي. پاڻ لکي ٿو ته: "اهو دؤر اسان جي ڪهاڻين جو عبوري دؤر آهي. جنهن ۾ ڪهاڻيءَ جي موضوعن سان گڏ، ٽيڪنڪ ۾ به نوان تجربا ڪيا ويا". (1)

آغا سليم پنهنجي لکيل افسانوي ادب ۾ هڪ نئين نفسياتي رخ Stream of Consuoisness کي اهميت ڏني آهي. بلڪ اهو چئجي ته آغا سنڌي

افسانوي ادب ۾ Stream of Consuoisness جو جديد رجحان سڀ کان اول آندو. اهو سندس ذاتي تجربي جو جز بڻجي ادب ۾ اپريو ۽ ان مان هڪ انتهائي خوبصورت آهنگ پيدا ٿي، جنهن سندس فن کي دلڪشيءَ سان گڏ انفراديت به بخشي آهي.

آغا سليم، سنڌي ٻوليءَ ۾ فڪشن لکندڙ هڪ منفرد ليکڪ آهي، هن جو شمار، ترقي پسند ليکڪن ۾ به ٿئي ٿو. ساڳئي وقت هو رومانوي ليکڪ پڻ آهي. اهڙي ريت هن کي وجوديت واروي نظريي تحت لکندڙ اديب به مڃيو وڃي ٿو، هو حقيقت پسند به آهي. هن هر نئين نظريي کي اپنائي، انهيءَ ۾ ادب تخليق به ڪيو آهي.

آغا سليم جي لکيل افسانوي ادب جا موضوع بلڪل نوان آهن، هن پنهنجن موضوعن ۾ گهڻو تڻو پنهنجي ديس جي تهذيبي قدرن جي زوال جو ذڪر ڪيو آهي. هن رومانيت کي، سنڌي تهذيب جي قدرن، جي احساس کي منفرد انداز ۾ پيش ڪيو آهي. سندس لکيل ناولن ۽ ناوليٽ، اونداهي ڌرتي روشن هٿ، اڻ پورو انسان، همه اوست ۽ به ننڍا ناول پڙهڻ سان تهذيبي قدرن جو شعور پيدا ٿئي ٿو. هو قوم جي تاريخي لاڳاپن کان آگاهه ڪري ٿو. قوم يا فرد جي نفسياتي ڪيفيت يا طبيعاتي يا ثقافتي پهلوءَ هڪ اهڙو عرفان بخشي ٿو. جنهن جي حيثيت مان ڪاميابي يا شڪست جو، ڪو نه ڪورخ ظاهر ٿيندو رهي ٿو.

آغا سليم پنهنجي ناولن ۾ وڌيڪ ڪامياب نظر اچي ٿو هن پنهنجي فڪر ۽ بيان کي قابوءَ ۾ رکيو آهي پيچيده ڳالهين کي اهڙي طرح ته آسان ۽ سولي طريقي سان بيان ڪيو آهي، جو انهن مان هڪ صاف ۽ سلجهيل تاثر ملي ٿو.

آغا وٽ زندگيءَ کان فرار واري رومانيت نه آهي، بلڪ سندس ذهن شعور جي وهڪري ۾ لڙهندو، زمان ۽ مڪان جا تفاوت مٽائيندو، تاريخ جي مختلف تهذيبي دؤر ۾ پٽڪندو رهي ٿو. سندس تصور اسان جي بلند ترين ۽ ارفع مقامات تائين پهچي وڃي ٿو ۽ نيٺ اهو فن جي مثاليت جو اهڙو روپ ڌاري ٿو، جيڪو ابديت جو ضامن بڻجي پوي ٿو. اهڙيءَ طرح محبت جو جذبو رومانيت جو اهم عنصر بڻجي وڃي ٿو. آغا پنهنجن تخليقن ۾ محبت کي مرڪزي جاءِ ڏني آهي. هن انساني فطرت ۾ محبت جي جذبي کي سطحي طرح

نہ پر هڪ سحر آفرين جذبي جي حيثيت سان پيش ڪيو آهي ۽ محبت کي انساني تهذيب ۾ هر لطيف فن جي تخليق جو راز ڄاڻايو آهي. هر معاملي جي بجاءِ غير معمولي ظاهر ۽ واضح شين جي بدران پوشيده ڳالهين کي واضح ڪرڻ جو قائل آهي. انهيءَ ڪري جديد سنڌي افسانوي ادب جي تخليقارن ۾ ڪيس حيثيت حاصل آهي. ناول جي فني خوبين ۾ حقيقت نگاري بہ هڪ اهم خوبي آهي. هن جو واسطو بہ طرز بيان يا طرز تحرير سان آهي. حقيقت جو بيان ئي ڪنهن ادبي تخليق لاءِ زنده جاويد مواد هوندو آهي. حقيقتون اهي آهن، جيڪي ڏسي سگهجن ٿيون، ٻڌي سگهجن ٿيون يا جيڪي محسوس ڪري سگهجن ٿيون اديب حقيقت کي ڳولهي ڦولهي پنهنجي دماغ جي تجربيگاهہ ۾ انهن جي ڇنڊڇاڻ ڪري انهن جي صحيح روپ کي پرکي، ان جي نتيجي کي قلمبند ڪري ٿو. سندس انهن تحرير ٿيل تجربن کي اهڙيءَ صورت ۾ بيان ڪري ٿو، جو پڙهندڙ سچائيءَ جي جهلڪ کي حقيقي تصور وانگر محسوس ڪري ٿو. آغا سليم بہ هڪ حقيقت نگار اديب آهي. هن سماج جي سچن مسئلن تي لکيو آهي. رومانيت واري نظريي جو ئي ليکڪ، زندگيءَ جي سادن سودن واقعن، نا خوشگوار موضوعن کي پنهنجي اظهار جو ذريعو بڻائڻ بدران تخيل جي مدد سان رومانوي نظريي وارا منظر واقعا ۽ ڪردار واضح ڪندو رهيو آهي. طارق اشرف لکي ٿو تہ:

"آغا جا ڪردار پتليون ڪونهن، سچا پچا ساهہ کڻندڙ انسان آهن. آغا حقيقت نگار آهي ۽ ڳالهہ ڪرڻ جو ڍنگ بہ اچيس ٿو". (2)

آغا سليم جي خيال مطابق ادب براءِ ادب ٿيندو ئي ناهي. ادب آهي ئي براءِ زندگي، جيڪو ماڻهو حسن جي ڳالهہ ڪري ٿو، تہ اها ئي زندگي آهي. انهيءَ ڪري هو جيڪو بہ حسن ڏسي ٿو، جيڪي حسين شيون سندس اڳيان اچن ٿيون، اهو هو ٻين کي ٻڌائڻ پنهنجو آدرش، اهو ئي سندس ارادو ۽ ميسيج هو. هو پنهنجي انهيءَ انقلابي تصور کي بيان ڪندي چوي ٿو تہ: "مون وٽ انقلاب جو تصور رومانوي آهي. منهنجي آڏو رومانيت کان سواءِ فن اڻ پورو آهي. منهنجي فن ۾ انقلاب جو تصور ڳاڙها جهنڊا، لڙڪيل لاشا رت جون نديون ڪٽي اچڻ وارو ڪونهي، مون لاءِ انقلاب جو تصور پرينءَ جي روپ ۾ ٿو اچي ۽ مان ان لاءِ اٿين ٿو چوان تہ منهنجو پرين ايندو جنهن جي پيشاني پرهہ جهڙي آهي. مون وٽ انقلاب جو اهڙو ئي رومانوي تصور آهي ۽ سچ تہ رومانيت کان سواءِ لکڻ جو تصور بہ ڪري نہ ٿو سگهان". (3)

آغا سليم وٽ هڪ خاص قسم جو تصور يا انداز نظر آهي، هن جون نظرون زندگيءَ ۾ اهڙن پهلوئن کي تلاش ڪري وٺن ٿيون، جيڪي سچائيءَ ۾ ترنديون ۽ رنگينيءَ ۾ پچنديون رهن ٿيون. ناول حقيقت نگاريءَ ۾ ناول نگار جو خاص مقصد اهوئي هوندو آهي تہ هو معاشري جي هر برائيءَ کي اهڙي انداز سان پيش ڪري ان کي اهڙو رنگ ڏئي جو هرڳالهہ نئين معلوم ٿئي ۽ پڙهندڙ کي صحيح رستو ڏسي سگهجي. اهڙي طرح ناول ۾ جيڪي بہ حقيقتون ڏنل هونديون سي سماجي ۽ سياسي حقيقتن کي پيش ڪرڻ هونديون آهن.

آغا سليم جي ناولن ۾ (اونداهي ڌرتي روشن هٿ) هن تاريخ جي چڱاين تان بہ پردو کنيو آهي. هن پنهنجي مشاهدي، جذبات ۽تجربن کي حقيقي روپ بخشڻ لاءِ، مختلف زمانن کي هڪ ئي ليڪ ۾ چڪيو آهي ۽ مڪمل تصور سان، هڪ مجموعي تهذيبي احساس پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو آهي. هن زمان ۽ مڪان جي فاصلن کي مختلف ڪڙين سان ڳنڍيي يڪسان ڪيو آهي. اهڙي طرح جو فرد جي پريشاني ساري قوم جو تهذيبي الميو ۽ درد محسوس ٿيڻ لڳي ٿو.ناول نگار پنهنجي ناول ۾ جيڪي حقيقتون پيشن ڪري ٿو، اهو سندس زندگيءَ جي آزمودن سان حاصل ڪري،ناول جو مفهوم طور پيش ڪري ٿو. ناول جا موضوع جڏهن تہ زندگيءَ تي ٻڌل هوندا آهن پوءِ چاهي اهي زندگيءَ جي کهڙي بہ پهلوءَ سان واسطو رکندڙ هجن، هن هر سماج جي عام زندگيءَ مان اهڙيون حقيقتون چونديون آهن، جيڪي هن جي مقصد جون هونديون آهن. هو زندگيءَ جو پارکو هوندو آهي. سماج جي زندگين جو جائزو وٺي حقيقت جي لاءِ روشن راهون ڳولهيندو آهي.

آغا سليم جو مشاهدو گهڻو تيز آهي. هو جيڪي ڪجھ پنهنجي چوڌاريءَ واري ماحول ۾ ڏسي ٿو، جنهن واقعي سان هن کي خوشي يا غم حاصل ٿئي ٿو، اهو هو ٻين سان ونڊڻ چاهي ٿو. هن پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ هن طرح ٻڌايو آهي تہ:

"جيڪي ڪردار، ارادا، مقصد ۽ آدرش ليکڪ وٽ هوندا آهن، اهي ليکڪ ذهن ۾ تيار ڪري پوءِ پلاننگ سان ويهي لکندو آهي. هر ڪهاڻيءَ ۾ ڪانہ ڪا مام، ڪو نہ ڪو مقصد ۽ ڪونہ ڪو ميسيج ان جي مرڪز ۾ رکيل تہ ضرور هوندو آهي يا اها ڳالهہ ٻي طرح سمجهايان تہ: مان پنهنجي لکيل ادب ۾، فڪشن ۾ پنهنجين خوشين ۽ غمن ۽ پيڙائن کي ٻين سان ڀاڱي ڀائيوار ڪرڻ

به پنهنجو آدرش سمجهان ٿو. مثال طور رات جو هلندي هلندي چنڊ جو اهڙو روپ نظر اچي، جنهن کي ڏسڻ سان منهنجي دل چوندي آهي ته مان توکي به ٻڌايان. ڏس ڏس چنڊ ڪهڙو ته پيو لڳي. تخليقي عمل ۾ به اهو ئي آهي ته ليکڪ ٻين کي به حصيدار بڻائي، شيئر ڪري، جيڪو هن پاڻ ڏٺو ۽ محسوس ڪيو آهي" (4)

آغا سليم پنهنجي ڪهاڻي ۽ ناول ۾ جيڪي ڪجهه پيش ڪيوآهي، سو حقيقت تي مبني هوندو آهي. جيڪا انسان ۽ ان جي معاشري ۽ ماحول سان وابسته آهي. هو انهيءَ حقيقت کي پيش ڪندي، ان تي پنهنجي فني تخليق تي چاڙهي ٿو ۽ ان کي پنهنجو پاڻ ئي پيش ڪري ٿو. آغا سليم جو ناول "اونداهي ڌرتي روشن هٿ" سنڌ جي پنج هزا سال تاريخ جي پس منظر ۾، انساني تهذيب، فرد ۽ سوسائٽيءَ جي ازلي ۽ ابدي ڪشمڪش جو داستان آهي. موهن جي دڙي کان وٺي نندي ڪنڊ جي ورهاڱي تائين، هن ناول جو ڪئنواس پکڙيل آهي. آغا سليم جو هيءُ ناول هڪ نئين موضوع ۽ نئين ٽيڪنڪ تي لکيل آهي. جيڪو سندس هڪ ڪامياب ناول آهي. هن ناول جو پهريون حصو، جنهن ۾ موهن جي دڙي وارو عهد پنهنجي سمورين خصوصيتن سان چڻ ته زنده بڻجي پيو آهي. هن ناول ۾ آغا سليم جون فنڪارانه صلاحيتون نه فقط عروج تي پهتل نظر اچن ٿيون، پر هن ناول ۾ سندس طرز تحرير، اسلوب، ڪردار نگاري، سيرت نگاري نهايت ئي شاندار طريقي سان پيش ڪيل آهن. مثال طور:

"سارنگ، ماٹک وٽ رهڻ لڳو، ماٹک مورتيون ٺاهيندو هوماٹ ڪري هن کي مورتيون ٺاهيندو ڏسندو هو. سارنگ ڏٺو ته. جيئن ماٹک جي هٿ ۾ ڇهاءُ سان اڻ چٽيل پٿرمان، مورتي اڀرڻ لڳي. هن به مورتيو ٺاهڻ شروع ڪيون. مورتي ٺاهي، ماٹک کي ڏيکاريندو هو. هڪ ڏينهن ته جوش ۾ اچي، تيشيءَ سان سندس مورتيون پجي ڇڏيائين ۽ چيائين، مورتيون ٺاهه نه پر مورتن کي جنم ڏي. (5)

هڪ ٻيو مثال هن ئي ناول مان پيش ڪجي ٿو:

"توهان جون مورتيون ڏٺم ته انهن هٿن ڏسڻ جي آس جاڳي پئي، جن جي ڇهاءَ سان پٿڻ، پساهه کڻڻ لڳندا آهن. سچ پچ مان توهان جي مورتين کي ساهه کڻندي ڏٺو آهي. مان هنن جي سيني ۾ جيئرو جاڳندو دل کي ڌڙڪندي ٻڌو آهي ۽ سندن رڳن ۾ ڳاڙهي ڳاڙهي رت کي ڊوڙندو ڏٺو آهي. ڏيئي مان ڏيئو

ہرندو آهي. مان پنهنجي آگرين جون اجهاتيل ڏياتيون تنهانجي آگرين جي جوت سان جرڪائڻ جي آس ڪئي". (6)

**همہ اوست:**

آغا سليم جو هي ناول صوفي شاھ عنايت شهيد جي دؤر جي پس منظر ۾ لکيل آهي. جيڪو ان دؤر جي مزاج ۽ وحدت الوجود جي فلسفي جي ڀرپور عڪاسي ڪري ٿو.هي ناول سنڌ جي تاريخ جي پس منظر ارغون دؤر جي پڄاڻي ۽ مغلن ۽ ڪلهوڙن جي دؤر تي لکيو ويو آهي. هن ناول ۾، ان وقت سنڌ ۾ رائج تصوف جي بنياد تي روشني وجهي ٿو. هن ۾ هندو ڌرم، اسلام، ڪرسچن جي مذهب ۾، ان عنصر کي موجود ڏيکاريو ويو آهي ته، انسانيت ئي هڪ بين الاقوامي مذهب آهي. آغا سليم هن ناول ۾ تصوف جو هڪ اهڙو موضوع ڪنيو آهي، جنهن تي شايد ئي ڪنهن هن ڪان اڳ لکيو هجي. هن انساني فطرت ۾ محبت جي جذبي کي هڪ سحر آفرين جذبي جي حيثيت ۾ پيش ڪيو آهي ۽ محبت کي انساني تهذيب ۽ هر لطيف فن جي تخليق جو راز ڄاڻايو ويو آهي. ان ڪان علاوه هن سنڌ جي سماجي زندگيءَ جي، مختلف رنگن روپن جي منظر ڪشي ڪئي آهي ۽ سنڌ جي عظيم شاعر شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شعر ۽ شاھ عنايت شهيد جي تصور جي، نقطي جي اپٽار ڪيل آهي. هن ناول ۾ ڪيترين ئي نيون ڳالهيون بيان ڪيل آهن. جيڪي هن ناول جي اهم خوبين ۾ شمار ڪيون وڃڻ ٿيون اهي هي آهن:

پهرين ته هي ناول Third Person جي صورت ۾ لکيل آهي . ٻيو اهو ته هي ناول نيم تاريخي پس منظر ۾ لکيل آهي ۽ ٽين اهم خوبي اها آهي ته هي ناول رومانوي ڪيفيت ۾ لکيو ائس.

**اڌ پورو انسان:**

آغا سليم جو هي ناول اعلئ سوسائٽيءَ جي ماڻهن جي کوکلي زندگيءَ جو هڪ نقش آهي. هن ناول ۾ هڪ اهڙي ڪردار جي ڪهاڻي پيش ڪيل آهي. جنهن وٽ دولت، اختيار ۽ هر شيءِ موجود آهي، ليڪن هن کي دلي سڪون ۽ آسودگي ڪونهي، هن نہ ڪنهن دوست سان دل سچائيءَ ۽ خلوص سان دوستي ڪئي نہ ڪنهن انسان جي ڏک کي، پنهنجي دل ۾ گهرائيءَ سان محسوس ڪيو. هن پنهنجي زال کي ڪڏهن بہ سچو پيار نہ ڏنو، اولاد کي بہ ڪڏهن شفقت نہ

ڏنائين. انهيءَ ڪري اهي سڀ بگڙجي ويا، جنهن ڪري به سندس زندگي جهنم بڻجي وئي ۽ هو هر وقت تنهائي ۽ اڪيلائيءَ جي احساس جي ڪري بيچين رهندو هو. هو حق ۽ سچائيءَ جي وات اختيار نہ ٿو ڪري. هو اعليٰ ڪلاس جو فرد بڻجڻ ڪان پوءِ بہ پاڻ کي ان ماحول ساڻ هم آهنگ Adjust نٿو ڪري سگهي. هن تي اها حقيقت واضح ٿئي ٿي تہ اپر ڪلاس جي ظاهري زندگي تہ ڏاڍي چمڪندڙ ۽ مهذبا نہ آهي پر اندروني طور اها بلڪل ڪوڪلي ۽ خالي آهي. انهيءَ ڪري هو حالت ڪان شڪست کائي، جيئڻ جا عارضي سهارا ڳوليندو، پنهنجي وجود کي پاڻ ڪان جدا ٿيندو محسوس ڪري ٿو. آغا سليم جو هي ناول هڪ نئين ۽ اهم موضوع تي لکيل ڪامياب ناول آهي.

آغا سليم جي ٽنهي ناولن ۾ فن جي ارتقا، دراصل سندس ذهن جي ارتقا جي عڪاسي ڪري ٿي. هن انساني زندگي، تاريخ ۽ تهذيب جي شعور کي تخليقي فن جي انداز ۾ بيان ڪيو آهي انهيءَ ڪري هو مهذب اديب جو درجو رکي ٿو، هن زندگيءَ جي مقصديت، ان مان پيدا ٿيندڙ بيزاري، فرد جي تنهائيءَ جي محروميءَ جي شديد احساس کي ناول جي روپ ۾ پيش ڪيو آهي. حاصل مطلب تہ آغا سليم پنهنجن ناولن جي ڪري، سنڌي ناولن واري صنف جو هڪ مهان ناول نويس آهي.

آغا سليم اڄ بہ اسان وٽ موجود آهي.جيسيتائين سنڌي ٻولي سنڌي ادب قائم دائم رهندو، تيسيتائين آغا سليم زنده جاويد رهندو.

"ڏات رت پيئندي آهي، نندون ۽ سپنا ڏات کي ڏانءَ ڏيڻا پوندا آهن. تڏهن جيءَ ۾ جوت جلندي آهي" (7)

"راسين جي وچ ۾ هوءَ ائين ٿي لڳي، جيئن ديسن ۾ سنڌو ديس جيئن شهرن ۾ مهن جو دڙو، جيئن درياهن ۾، سنڌو درياهہ ۽ جيئن دلين ۾ محبت ڪرڻ واري دل" (8)

آغا سمليم سنڌي شعبي، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾، جڏهن آئون شعبي جي چيئرپرسن هئس، ٽي ليڪچر پروگرام سندس لکيل ڪتابن همہ اوست تصوف ۽ ويدانت جهڙن موضوعن تي ڪيا. ان ڪان علاوه هن وقت منهنجي نگرانيءَ ۾ هڪ اسڪالر، آغاسليم تي پي ايچ- ڊي ڪري رهي آهي.

**حوالا:**

1. آغاسليم، "همہ اوست" حيدرآباد، نيوفيلڊس پبلڪيشن 1984ع
2. رق اشرف، "اڌورو انسان" 1978ع
3. آغا سليم، "اونداهي ڌرتي روشن هٿ"،حيدر آباد، سهڻي پرنٽز 1978ع
4. نصير مرزا ، "آغاسليم جو انٽرويو" حيدرآباد، عبرت مئگزين 15 مارچ 1994ع
5. آغا سليم، "اونداهي ڌرتي روشن هٿ"،حيدر آباد، سهڻي پرنٽز 1978ع، ص 12
6. ايضاً
7. ايضاً ص 13
8. ايضاً ص 15

زاهده مري

# سنڌي سينگار شاعريءَ جو مختصر جائزو

## Brief Analysis of Sindhi Adorn Poetry

**Abstract:**

The adorn poetry specially directing the beauty and attire of a woman is one of main part of the world literature. Sindhi poetry is one of the rich literary aspects of Sindhi literature. Poetry on the physical and ornamental beauty, of women in Sindhi literature assumes some influence of Hindi poetry even then such poetry has been shaped in pure Sindhi language in an unparalleled extent. This article identifies the work of Dr. N. A. Balouch and other renowned research scholars of Sindhi literature. The beauty of words, way the words presented the assertion of the beauty and attire of beloved expounded by some of the famous poets of beauty and adorn is also discoursed in this article. The role and contribution of such poetry in the literature of Sindhi language has also been justified.

سينگار سنڌي لوڪ شاعريءَ جي اهم صنف آهي. لوڪ شاعريءَ ۾ سينگار جي صنف هندي لوڪ شاعريءَ مان جنم ورتو. عام رواجي شاعر سينگار شاعري جوڙڻ جي هام نہ ٿو ڀري سگهي. ڇا ڪاڻ تہ هن صنف سان پڪا پختا سگهڙ شاعر ئي پاڻ ملهائين ٿا. سنڌي لوڪ شاعريءَ جي سهڻي صنف سينگار جو موضوع مجازي محبوب جي گفتار، رفتار، عادتن هار سينگار سونهن سوڀيا تي مشتمل هوندو آهي. سنڌي لغت ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سينگار لفظ جي معنيٰ "سينگار (سن شرنگا) آرائش، ٺاهہ ٺوهہ، گهہ ڳنا ۽ ڪپڙا لٽا پائڻ، ٺٺي ٺوڪارو"(1)

ڊاڪٽر صاحب جي ڏنل معنيٰ جو مطلب هي ٿئي ٿو تہ، سينگار شاعري اها آهي جنهن ۾ محبوب جي سونهن جو بيان ڪيو وڃي. لوڪ ادب جو پارکو محترم الله بخش نظامائي لکي ٿو تہ:

"سينگار اصل ۾ سنسڪرت لفظ شرنگار مان نڪتل آهي. سينگار کي هنديءَ ۾ چون "سرنگار" جنهنجي معنيٰ آهي ناھ ٺوھ، سجاوٽ ۽ سونهن، هارسينگار ۽ ملوڪت" (2)

سينگار شاعريءَ جي موضوع تي ٻه اهم ڪتاب سينگار شاعري ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي ۽ سنڌ جو سينگار ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي لکيو آهي، سينگار جي فن، اهميت ۽ افاديت لاءِ هي اهم ڪتابَ آهن. سينگار جي وصف بيان ڪندي ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو صاحب لکي ٿو:

"سينگار پراڪرت، سينگار سنسڪرت سرنگار جنهن جو ڌاتو يا بنياد آهي شرنگ – ڪام ديو، "عشق جو ديوتا" جو اپرڻ + ر= وڃڻ جنهن جي ڪرڻ سان من ۾ پيار وڌي ٿو. سنسڪرت ساهت ۾ عشقيه شاعريءَ کي شرنگار رس چوندا آهن اها عشقيه شاعري يعني سنگار رس بذات شرنگا رس ناهي مگر ان ذريعي شرنگار رس پيدا ڪري سگهجي ٿو. رس پراڪرت، سنسڪرت رس ڌاتو يا بنياد آهن. رس – سواد وٺڻ ۽ پيار ڪرڻ" (3)

سينگار شاعريءَ ۾ سگهڙ شاعر محبوب جي سونهن حُسن، جواني ۽ ادائن کي پنهنجي مخصوص لفظن ۾ بيان ڪندا آهن. سندن بيان اهڙو ته اثرائتو هوندو آهي جو ٻڌڻ واري کان بي اختيار واھ واھ نڪري وڃي. سينگار شاعريءَ جو بيان سنڌ جي ڪلاسيڪل شاعرن به پنهنجي ڪلام ۾ ڪيو آهي، جنهن جو پڪو پختو ثبوت شاھ جي رسالي جي سُر ڪنيات ۾ پڙهي سگهجي ٿو. هن صنف جي شروعات ڪلهوڙن جي دؤر کان ٿي. سينگار شاعريءَ جو سرواڻ شاعر جلال ڪٽي آهي جيڪو پڻ ڪلهوڙن جي دؤر ۾ پيدا ٿيو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جلال ڪٽيءَ لاءِ لکي ٿو:

"حضرت جلال پهريون استاد شاعر هو جنهن پنهنجي انوکي تخيل ۽ جادو بيانيءَ سان سنڌي سينگار شاعريءَ کي اوُج تي پهچايو ۽ سنڌي شاعريءَ جي دائري ۾ ان کي هڪ مستقل فن جي حيثيت ڏني" (4)

جلال ڪٽي جي سينگار شاعري فني ۽ فڪري ڪمال جو انوکو اظهار آهي. سندس شاعريءَ ۾ هڪ طرف مجازي محبوب جي ساراھ ڪئي اٿس ۽ ٻئي طرف حقيقي محبوب سان عشق جو اظهار ڪيو اٿائين. سندس شاعريءَ ۾ جتي مجازي رنگ ۾ محبوب جي ظاهري سونهن، حُسن جوانيءَ جو ذڪر ملي ٿو اُتي

حقيقي محبوب حضرت محمد مصطفیٰ ﷺ جي سونهن ۽ صفت سان ٽمٽار نقطا نظر اچن ٿا جلال ڪٽيءَ جو حضور ﷺ سان سڪ، محبت ۽ عقيدت جو اظهار پنهنجي سينگار شاعريءَ ذريعي ڪيو آهي. سندس شاعريءَ جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

دلبر ديھ بدر جان، اٽس اطلس جهڙا انگ
پونر پندا پڙ دلبر جا، رکن ڍير ڍرڻ جا ڍنگ
شمس قمر قربان ٿين جي اڀ ۾ هلن امنگ
عاشق مسل پتنگ، سي ڪيئن نہ جلن "جلال" چئي. (5)

مٿي ڏنل حقيقي سينگار جي بيت ۾ جلال ڪٽي محبوب جو بدن چوڏهينءَ جي چنڊ جهڙو ۽ سندس انگ عضوا، اطلس ريشمي ڪپڙي جهڙا نرم آهن سندس ڪارا گهاٽا گھنڊي دار وار اهڙي ريت هيٺ ڍرن ٿا ۽ ورن ٿا جو ڄڻ ڪاري نانگ وارا ور وجهي لڪن، ڇپن ۽ وڙهڻ جا وجھ وٺن ٿا، انهن ڪارن وارن وڏا ڪونڌر پهلوان ڪيرائين ہڏا، انهن جون لهرون ايئن آهن جيئن ڪارن ڪڪرن ۾ بجليءَ جو تجلو نرگس جهڙيون سندس ڪڪوريل اکيون ڏسي ڪرنگ (هرڻ) بہ پنهنجو اکيون ہوٽيو سندس چپ لال ۽ سهڻي چپر وارا آهن ۽ سندس پنبڻيون تکا تير ڄڻ ڪانڌ آهن جيڪي (مارڻ) لاءِ ڪمان، (ڀرن واري) تي هميشہ چڙهيا ئي پيا آهن. ڪيهر شينهن جهڙي سنهي چيله ۽ هاٿيءَ جهڙي سندس سهڻي هلڻي ڪيئي ملوڪ مشتاق ماري وڌا سج چنڊ جيڪي آسمان ۾ هلندي ساري جهان کي روشن ڪن ٿا، سي بہ سندن سونهن تي قربان آهن. اهڙين وصفن واري محبوب تان عاشق پروانا ڀلا ڪيئن نہ پاڻ جلائن ۽ قربان ٿين.

جلال ڪٽيءَ جي حقيقي سينگار شاعريءَ جي مثال پڙهڻ ڪان پوءِ سنڌي مجازي سينگارن جو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

ڪونئر ڪرائين ڪا، پيرين رونڪ پي جي
خوبيءَ طير خروس جا، چا پڳ برابر پا
آرتي، آبي، عود، اگر، اگن نہ اهڙي آءَ
سنڪر سهميو ساھ ۾، شير سنگيو شرما

منجو ميم مشاهدي، چيهل ايندو چا
چترڪ چين ريا ڪيا ڪوئل ڪيل ڪما
پيو ڪو رنگ روا، اڳيان جانب روءِ جلال چوي (6)

سينگار شاعري محبوب جي جسماني حُسن جو تمام وسيع موضوع آهي جنهن ۾ محبوب جي شڪل چهري جي رونق، اکين جا اشارا، زلفن جا ونگ، موتيءَ جهڙا ڏند، چپن جي مرڪ، ويتر ان ۾ سورنهن سينگار شامل آهن ۽ عورت جي سينگار کي اپارڻ لاءِ پارنهن زيور جوان عورت جي حُسن کي چمڪائڻ لاءِ لاپاتا قرار ڏنا ويا آهن. جديد دؤر ۾ عورتن جا ڪيترائي سينگار موجود آهن پر اسان جي عالمن سورنهن سينگارن جو ذڪر ڪيو آهي، اهي سورنهن سينگار هي آهن:

(1) بدن صاف ڪرڻ (2) وهنجڻ (3) صاف پوشاڪ پهرڻ (4) ڪجل لڳائڻ (5) لاک جي رنگ سان پير ڳاڙها ڪرڻ (6) وار سنوارڻ (7) سينڌ پرڻ (8) نرڙ تي تلڪ ڪيڻ (9) ڪاڏيءَ تي تل ڪيڻ (10) ميندي لڳائڻ (11) بدن کي خوشبو لڳائڻ (12) زيور پائڻ (13) گلن جو هار وارن جي چوٽيءَ ۾ ويڙهڻ (14) پان کائڻ (15) ڏندن کي مسي ۽ مساڳ هڻڻ (16) لبن کي لال ڪرڻ. (7)

مٿي ڏنل سورنهن سينگارن ۾ موجوده دؤر ۾ ڪجهه جو استعمال اڄا تائين هلندو پيو اچي پر ڪجهه شين جو رواج ختم ٿيندو پيو وڃي. مثلن مسي لڳائڻ لاک سان پير ڳاڙها ڪرڻ، ڪاڏيءَ تي تل ڪيڻ وغيره.

هيٺ ڏنل بيت ۾ سورنهن سينگارن جو ذڪر ڪيو ويو آهي:

پير پاليهر ڳتا ڳتا ڪن<br>
نهن پسو تنهن ناز جا، مُٺون آڱرين<br>
پنيون ڪنٺري پٽ جا آهن سپَري<br>
چيلهه سنهي، مُندي ٽڪ جان، پيرو چٺي پرين<br>
اُرهُ اچڙي چنڊ جان، ٿانهر منجهه ٿڻن<br>
سِهُ ڳچي تنهن ڪامڻ جي، سونهين منجهه سَرتين<br>
ڪنڌو نڪ ٺرار جان، چاڙيون پرون جن<br>
چوٽي ڪاري نانگ بچٽ جان، وار ڪٺوري ون<br>
آهيني ڪان اجرا، جهڙي وچ ورن<br>
هرڻ پسي حيران ٿيا، ماٺ لڳي مورن<br>
ڏند صفا، سينڌ سٺين منهنجي حبوبن<br>
اهي پرين خوش وسن، جيڪي رهن رات پنيور ۾ (7)

مٿئين بيت ۾ پيرو سگهڙ، عورت جي سورنهن فطري وصفن يا خوبين جو ذڪر ڪيو آهي.

(1) پير (2) نهن (3) پنيون (4) چيلهه (5) اُره (6) ڳچي (7) نڪ (8) پرون (9) چوٽي (10) وار (11) حسن (12) رنگ (13) اک (14) هلڻ (15) ڏند (16) سينڌ.

جديد دؤر ۾ عورتن جا ڪيترائي سينگار موجود آهن. سينگار کي اسان جي عالمن ٻن قسمن ۾ ورهايو آهي.

## (1) حقيقي يا فطري (2) مجازي يا مصنوعي

### (1) حقيقي يا فطري سينگار:

حقيقي سينگار جو تعلق فطرت سان آهي. سينگار جي بيتن ۾ چئن جانورن يعني مرگهه، ڪيهر، اسپ، هاٿي، چئن ميون يعني انب، ليمون، سوپاري ۽ مڱن جو ڦريون، چئن گلن يعني سوسن، ڪنول، چنبيلي، گل لالہ جو ذڪر ڪيو ويندو آهي. سينگار شاعري جو اهڙو مثال هيٺ پيش ڪجي ٿو:

مرگهه نيني، ڪيهر لڪي، اسپ گوگهٽ، گج گام
ڪوئل ويٺي، طوطي نڪي، مور ڳچي، پليوري اقدام
اونڌ سوپاري، نيبو ٿڻي ڪاڏي انب پار، مگ ڦليا آگريان
سوسن بال، مک ڪانولي، اڌر ٻنيا گل لال ڏند چنبيليان (8)

### (2) مجازي يا مصنوعي سينگار:

مجازي يا مصنوعي سينگار جو تعلق هٿرادو ٺاهيل شين سان ٿئي ٿو جيئن اسان جي عالمن سورنهن سينگارن جو ذڪر سينگار شاعريءَ ۾ آندو آهي. مشهور ليکڪ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو مصنوعي سينگار جي وضاحت رام غلام جي هن راءِ ۾ ڏني آهي.

(1) بدن صاف ڪرڻ (2) وهنجڻ (3) صاف پوشاڪ پهرڻ (4) ڪجل لڳائڻ (5) لاک جي رنگ سان پير ڳاڙها ڪرڻ (6) وار سنوارڻ (7) سينڌ پرڻ (8) ٽرڙ تي تلڪ ڪڍڻ (9) ڪاڏيءَ تي تل ڪڍڻ (10) مينديءَ لڳائڻ (11) زيور پائڻ (12) بدن کي خوشبو لڳائڻ (13) گلن جو هار وارن جي چوٽيءَ ۾ ويڙهڻ (14) پان کائڻ (15) ڏندن کي مسي لڳائڻ (16) لبن کي لال ڪرڻ.

سينگار شاعريءَ ۾ عورتن جا اهي سورنهن سينگار بيان ڪرڻ کان پوءِ اسان جي سگهڙ شاعرن عورتن جي 12 زيورن جو ذڪر پڻ ڪيو آهي. سورنهن سينگار ۽ 12 زيور گڏجي عورت جو مڪمل سينگار ٺهن ٿا. عورتن جي 12 زيورن ۾ پيرن جون پٽيون، چيلهه جون پٽيون، چوڙيون، ڪنگڻ، منڊيون، بازو بند، هار، بينسر، ڪٺ مال، ڳن (ڪن جو زيور)، ٽڪو ۽ چوٽي ڦل شامل آهن، انهن زيورن مان ڪجهه زيور اهڙا آهن جيڪي ٽنگ ڪڍي پائجن ٿا ته، وري ڪي زيور ٻڌي پائجن ٿا. ڪن زيورن ۾ عضوا وجهي پائجن ٿا ۽ ڪي زيور پائي لٽڪائي ڇڏ جن ٿا.

وسي مينهن پسائيا، ان جا منهن ۾ مرگهه ته مين
سبزه لتاڙڻ هليون، ڪري بجليون برسڻ بين
منهن ته مرگهين سهڻو، ٻي چيلهه چيلاٽي چين
عين عجب، پڳ پالٽو، گر گام بروبر گين
ان جي ڳن گهرائيءَ سين اچن ڪئيسر ڪين
سيني گڏيا شير دو رنگي گل رشين
سي ڏسڻ سين، ڏاتو چئي، ٿا ڏک کسيو سک ڏين
جي اهڙي حسن حسين، تن ماه مشابهت ناه ڪا.
(9)

مينهن جي بوندن محبوبہ جي منهن کي پسائي ڇڏيو هرڻ جهڙين اکين ۽ "مين" مڇيءَ جهڙو ننڍڙو وات تنهن کي بہ آلو ڪري ڇڏيو. جڏهن هوءِ ٻاهر نڪتي ته سندس حسن جي سلامتيءَ خاطر بي انتها خوشيءَ مان ڪنوٽيون بہ ساڻ سينگار ڪري چوڏاري تجلا ڪري هلڻ لڳيون ان سهڻي سجڻ جو رخ سهڻين اکين جي لحاظ سان، هرڻن "مرگهہ" جو همعشر آهن ۽ سندس چيلهه، چيلاٽي جي چيلهه آهي. سندس اکيون عجب سهڻيون، ۽ پير اهڙا ته پوشيده آهن جو ڪنهن سان مشابهت ڏيڻ مشڪل آهي سندس گهري گلابي رنگ سان ڪئيسر جي ڇا مجال سندس سيني ۾ ڪير جا بہ چشما يعني پستان جڻ بہ گوٽتا گل آهن. اهي سهڻا محبوب، ڏاتو ٿو چوي ته سڀ ڏک لاهي ڇڏين اهڙن سونهن پرين محبوبن جي چنڊ سان ڇا مشابهت جو ميدان ۾ بيهي سگهي. سينگار شاعريءَ جي سرواڻ جلال ڪٽي کان پوءِ سينگار شاعريءَ تي ڪيترن ئي شاعرن طبع آزمائي ڪئي آهي. انهن مان چند شاعرن جي شاعريءَ جا نمونا هيٺ ڏجن ٿا.

(1) **ڪبير شاهہ:**

ڪبير شاهہ بن احمد شاهہ سنڌ جي مٽياري ساداتن جي ميان پوٽا شاخ مان ڳاڙهيا پاڙي مان هو. لسبيلي جي شاعر شيخ ابراهيم جي هاڪ ٻڌي 1771ع 1784ع ڌاري لسبيلي ويو پوءِ هميشہ لاءِ وڃي شهر اٿل لڳ رهيو. ڪبير شاهہ جي سينگار شاعريءَ ۾ سورنهن سينگارن ۽ 12 زيورن جو ذڪر نمايان ملي ٿو. هن سينگار شاعريءَ ۾ محبوب جي حسن سونهن سوڀيا کي پنهنجي بيتن ۾ چمڪايو آهي. سندس شاعريءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

لبن لالي لال، ڪا جا سرخي سڄئين
پسندي اڌر عجيب جا، ٽٽڙو گُر گلال

ڪنول نين قريب جا، ڏسڻ صورت سال
ٿا نوازن نگاهہ سين مَهر پريا متوال
جن ڳالهائڻ لاءِ ڳلن ۾ ٿي سهسين ڪيم سوال
سي اڄ مرڪيا مَهَر منجهئون خوش ٿي خوب خيال
اُتم ٻُند عجيب پيرين هيءَ هنئڙي حال حوال
مٺي قرب ڪنگال ڪج ڪو ڪبير شاهہ چئي
(10)

(2) **شاهہ محمد ديدڙ:**

شاهہ محمد ديدڙ سينگار شاعريءَ جو بهترين شاعر هو سندس سينگار شاعريءَ جا نموناسنڌي ۽ سرائيڪي ۾ ملن ٿا. ناميارو محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو:

"شاهہ محمد ديدڙ 1249ھ ۾ ڄائو ۽ خميس رات رمضان مهيني جي 16 تاريخ 1309ھ ۾ وفات ڪيائين. پاڻ عالم ۽ اديب هو ۽ پنهنجي وقت جو وڏو شاعر هو، حمل خان لغاريءَ جو همعصر هو ۽ حمل خان جي ڪلام جو مٿس اثر هو. سرائيڪي ۾ چيل سندس سينگار بہ نهايت سهڻا آهن". (11)

مهر اتين مهتاب رهن، مشتاق صنم دي روءِ اُتي
سنبل وينس وسيهر وهسن، مشڪ معطر موءِ اُتي
پٿونشتہ ڦوڙ ڦياوي ڦندان، گوش گره گيسوءِ اُتي
سَروِ، سمن، صد خجل صنوبر، قد دي صفت سوءِ اُتي

لک لقمان افلاطون ڦردي، ڪيور صنم دي خموءِ اُتي
بلبل پور بيراڳي ڦردي، باس بدن دي بوءِ اُتي
خجل ڪبڪ طائوس رهن جان، جانب تلدا جوءِ اُتي
"شاهه محمد" شالا هوين ڪلب پريادي پوءِ اُتي
(12)

### (3) بيڙو فقير ڪنڀار:

بيڙو فقير ڪنڀار لاڙ جو باڪمال سگهڙ شاعر ٿي گذريو آهي. ڪيس لوڪ شاعريءَ جي تمام گهڻي ڄاڻ هئي. لوڪ شاعري صنف تي خوب طبع آزمائي ڪيائين اهڙي طرح سنڌي شاعريءَ ۾ پڻ انفراديت پيدا ڪندي پنهنجو نالو هنڌين ماڳين مشهور ڪيائين سندس سينگار شاعريءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

تيرهن پندرهن پاڻ ۾ جڏ درس ڪيا دلبر
مَلڪ حوران مستان ٿيا، سڀ لاهو تي لشڪر
شارڪ شعاع ڦٽو ڪيو، جڏ ڪيائو نيڪ نظر
گنگ جو روشن گُر ٿيو، ڪيائون پورا ڪي تہ بدر
سينگار جي ساوڻ جا، ويا هٽي سڀ هيڪر
چرندن پئي چيخون ڪيون، روءِ پسي رهبر
پرندا پريشن اڳيان، ڪن وينتيون ويتر
ميوا ڦل مان چا ڳٽيان، ڪن سجدا سڀ شجر
ذهب اگن ضعيف ٿيا، ڪئي جوت جهَڪي جنهور
مٽ نہ پائيا محبوب جو، ڪو عرض سماءِ اندر
دوست سنڌي ٿي در، اچي نايو ڪُلني ڪنڌ ڪنڀار چئي (13)

### (4) سگهڙ محمد صادق ٿهيم:

سگهڙ محمد صادق ولد جمال خان ٿهيم، ويٺل ڳوٺ لڱ ماڻڪ ٿهيم 1910ع ۾ ڄائو ۽ 1926ع فائينل امتحان نوشهرو فيروز ۾ پاس ڪيائين 1927ع ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. 14 سال نوڪري ڪري استعيفا ڏنائين ۽ پنهنجي زمين سرڪار مان ڪمَت ڪري ان جي سنڀال ڪيائين هن وقت سندس عمر 75 سالن ڪان مٿي آهي ۽ سڄاڻ سگهڙن ۾ شمار آهي، شاعريءَ ۾ سندس ٻول پڪو ۽ وزندار آهي.

سونهن سهڻن کان سرس سوايا سهڻل جا سينگار هئا
کارا ڪجلا ڪيف ڪڪوريل نرگس نيڻ خمار هئا
چلڙا چلڙا چا چوان آهه گيسو گهنڊي دار هئا
جاڙا پرون جانب جا ٿين ڪڪر ڪاروڻيار هئا
ڳل ته ڳوڙها لال گلابي رتڙا رونق دار هئا
حليو حسين جو هلالي چوڏس جا چمڪار هئا
سهڻا سرها سڀ سرهائن مشڪ عنبر هبڪار هئا
سامهون سهڻن سوين سڪايل عاشق ۾ انتظار هئا
ناز اندازن نينهن نهوڙيا نه ته حسن لک هزار هئا
جلوي جانب جوت جهڪا ڪيا شمس قمر شرم سار هئا
دمدم دل دٽارڻ لاءِ مونکي دلبر جا ديدار هئا
صادق آهي سڪ سچي جن تن جا ٻيڙا پار هئا، تن جا ٻيڙا پار هئا (14)

انهن شاعرن کان سواءِ سينگار شاعريءَ تي ٻين ڪيترن ئي شاعرن پاڻ موکيو آهي، جن ۾ صابر موچي، شيخ ابراهيم، هدايت علي رڏ، لقمان ڪوڪر، محمد ملوڪ عباسي، علي شير جاگيراڻي ۽ عبدالرحمان مهيسر جا نالا سر فهرست آهن.

**حوالا:**


1. بلوچ ،نبي بخش خان، ڊاڪٽر، هڪ جلدي سنڌي لغت، حيدر آباد، سنڌي لئنگوئيج اٿارٽي، 2006ع ص: 407.
2. نظاماڻي، الله بخش، سنڌي لوڪ ادب جي ارتقائي تاريخ، ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1971ع، ص: 46.
3. سنديلو، عبدالڪريم، لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو، ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1973ع، ص: 133.
4. بلوچ ،نبي بخش خان، ڊاڪٽر، سنڌي سينگار شاعري، ڄامشورو، سنڌي ادبي بورڊ، 1986ع، ص: 138.
5. ايضاً ص: 103، 104.
6. ايضاً ص: 109.
7. عبدالڪريم، لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو، ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1973ع، ص: 158.

8. ايضاً ص: 142.
9. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، سنڌي سينگار شاعري، ڄامشورو، سنڌي ادبي بورڊ، 1986ع، ص: 121.
10. ايضاً ص: 134.
11. ايضاً ص: 168.
12. ايضاً ص: 170.
13. ايضاً ص: 240.
14. ايضاً ص: 241.

ساجد سومرو

# ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو جي تحقيقي ڪم جو جائزو

## The Analysis Of The Research Work Of Dr.Allahdad Bohiyo

**Abstract:**

Dr. Bohiyo was a great scholar and unmatched critic of Sindhi Language and literature. In this research paper I have written a brief philosophical review to words, his overall work and research, specially I have focused his psychoanalytical approach in his thesis philosophically.

His overall work will remain remembered in the history of Sindhi language and literature.

ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو سنڌ جو اهو يگانو عالم ۽ نقاد هو، جنهن کي هڪ ئي وقت ادب، سياست، سماجيات، لسانيات، نفسيات، توڙي فلسفي تي وڏي دسترس حاصل هئي. هو هڪ جديد سائنسي نقطہ نظر رکندڙ عالم هو. ڊاڪٽر ٻوهئي صاحب جا پنج ڪتاب سنڌي ٻولي ۽ ادب جا اعليٰ شاهڪار آهن. هڪڙو ڪتاب سندس پي ايچ ڊي ٿيسز وارو آهي جنهن جو نالو آهي "سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج" جيڪو سنڌي ٻولي متعلق لساني جاگرافي، سماجي نفسيات توڙي ادب ۽ ٻوليءَ جي عام ۽ خاص سيني عنصرن جي ڇيد متعلق هڪ اهم ڪتاب آهي. سنڌي ٻولي ۽ ادب ۾ شايد ئي ڪا اهڙي Ph.D ٿي هجي. ڊاڪٽر ٻوهئي صاحب جي ٿيسز ڪان وڌيڪ علمي گهرائي، ۽ عالمانہ اپروچ ۾ ڪا ٻي ٿيسز سنڌي ٻولي ۽ ادب ۾ اجان تائين سامهون ناهي آئي. هي ڪتاب انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1978ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

ڊاڪٽر ٻوهئي صاحب جو ٻيون ڪتاب "تنقيدون" نالي سان 1980ع ۾ ساڃي اداري طرفان شايع ٿيو. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر صاحب علم تنقيد متعلق جديد سائنسي نقطہ نظر موجب ڀرپور تعارف ڏنو آهي، جنهن ۾ هُن تنقيد جا 10 قسم ڄاڻايا آهن. ۽ انهن مان نفسياتي تنقيد بہ هڪ آهي.

"تنقيدون" ڪتاب کان پهرين سنڌي ۾ تنقيد متعلق ڪوبہ هن ڪتاب جهڙو مثالي ڪتاب موجود ڪونہ هُيو. ڊاڪٽر الهداد ٻوهئي صاحب جي اها وڏي خوبي هئي تہ هن پنهنجي تحقيقي ۽ علمي تحرير ۾ هميشہ مقدار آڏو معيار

ڪي اهميت ڏني آهي، جنهن سبب هن جا پنج ئي ڪتاب بيحد معياري ۽ تمام گهڻي اهميت جا حامل آهن.

ڊاڪٽر صاحب جو ٽيون ڪتاب "ادب جا فڪري محرڪ" 1984ع ۾ محمد ابراهيم جوئي صاحب جي جوڙايل سنڌي ادبين جي سهڪاري سنگت حيدرآباد طرفان شايع ٿيو. جنهن ۾ ڊاڪٽر صاحب پنهنجي عالمانه نقطه نظر سان انساني فڪر جي ارتقا متعلق وڏي تحقيق ڪئي آهي. ۽ ادب جي فڪري ڏسائن لاءِ نوان ڏگ ڏيکاريا آهن.

ادب ۽ ادب جا محرڪ، جنهن سائنسي ڇنڊ ڇاڻ سان ڊاڪٽر صاحب سمجهايا آهن، ان جو سنڌي ادب ۾ ڪو مثال نٿو ملي. هن ڪتاب ۾ عالمي ادب، يونان ۽ روم جي ادب ۽ قديم عظيم ڪتابن کان جديد سماجياتي تحريرن تائين هڪ پُرمغز بحث ملي ٿو ۽ مجموعي طور تي هن ڪتاب ۾ انساني شعور ۽ فڪر متعلق وڏو تفصيلي بحث ٿيل آهي. سنڌي ٻولي ۽ ادب ۾ هن ڪتاب جي پنهنجي منفرد حيثيت آهي.

ڊاڪٽر ٻوهئي صاحب جو چوٿون ڪتاب "علم تحقيق" نيو فيلڊس پبليڪيشن طرفان 1990ع ۾ ڇپيو جنهن جو ٻيون ايڊيشن 1999ع ۾ ڇپجي چڪو آهي. هيءُ ڪتاب جيترو ادب جي عام پڙهندڙ لاءِ اهم آهي ان کان به وڌيڪ هڪ اديب ۽ عالم لاءِ اهم آهي ڇو جو هن ڪتاب ۾ تحقيق متعلق بنيادي معلومات ڏنل آهي. تحقيق جا ترڪيبي عنصر وڏي تفصيل سان بيان ڪيل آهن. ڊاڪٽر ٻوهئي صاحب جو پنجون ڪتاب "ٻوهئي جون تحريرون" سنڌي ساهت گهر حيدرآباد طرفان شايع ٿيل آهي جنهن ۾ ڊاڪٽر صاحب جون مٿين ڇهن ڪتابن کان علاوه رهجي ويل لکڻيون ۽ انٽرويوز يا ليڪچرز ۽ رڪارڊ ٿيل ڪچهريون شامل آهن. جيڪي هن ڪتاب ۾ محفوظ ٿيل آهن. جنهن لاءِ ادارو جس لهڻي.

ڊاڪٽر ٻوهئي صاحب جو ڪتاب "ادب جا فڪري محرڪ" به اسان جي عمومي بحث ۾ شامل رهندو ، پر هت رڳو هڪڙو ڪتاب جيڪو سندس Ph.D ٿيسز آهي، اسان جي ذڪر هيٺ ايندو. جنهن ۾ ڊاڪٽر صاحب نفسيات ۽ ادب جي باهمي ربط ۽ انساني شعور ۽ ڪردار جي نفسي محرڪ متعلق لکيو آهي. جيتوڻيڪ سندس موضوع سماجي ۽ لسانياتي نفسيات سان وڌيڪ ربط ۾ آهي ۽ نفسياتي تنقيد متعلق هن وٽ عملي ۽ اطلاقي حوالا گهٽ ٿي ملن ٿا. ڇو جو

ڊاڪٽر ٻوهٽي صاحب جي فن تنقيد کان وڌيڪ علم تنقيد طرف دلچسپي رهي آهي، پر پوءِ بہ هن جو نفسياتي اهميت متعلق جيڪو قابل قدر علمي ڪم آهي، اهو پڙهندڙن لاءِ بحث هيٺ آڻبو. ڊاڪٽر ٻوهيو صاحب لکي ٿو:

"آرٽ ۽ ادب جو بنياد جنهن جنسي جذبي تي دارومدار رکي ٿو سو عمومي لحاظ کان محبت ۽ پيار جي جذبي ۾ ظهور پذير ٿئي ٿو جنهن کي رومانس (Romance) چئجي ٿو".

ڊاڪٽر ٻوهٽي جو خيال آهي تہ: "رومان ڪن حالتن ۾ جمالياتي احساسن جو نتيجو هوندو آهي. پر ڪن حالتن ۾ نفسيات جي انهن حقيقتن سان تعلق رکي ٿو جيڪي حياتياتي جنسيات ۽ تهذيبي ڳالهين سان تعلق رکن ٿيون. محبت ۽ پيار جو جذبو بہ انهن ڳالهين مان هڪ ڳالهہ جهڙو آهي." (1)

هتي ڊاڪٽر صاحب لبيدو فام تي اشارتن ڳالهايو آهي. ٻي هنڌ آرٽ ۽ ادب متعلق لکي ٿو:

"آرٽ رڳو ٽيڪنيڪ ناهي، آرٽ ادب ۾ ادب جو اهو افادي تصور آهي جيڪو سماج ۾ نفسياتي ۽ جمالياتي قدرن ۽ وسيلن جو سوال آهي". (2)

اسان ڊاڪٽر ٻوهٽي صاحب جي ڪم کي اڳتي وڌائيندي سائنس ڪيترائي فڪري، علمي ۽ نظرياتي اختلاف رکون ٿا. دراصل ڊاڪٽر ٻوهٽي صاحب جو مٿيون موقف فرائيڊين ايپروچ تي مبني آهي. جيئن فرائيڊ بار بار وضاحت ڪندي نظر اچي ٿو تہ آرٽ جو محرڪ جنسي جذبو آهي. ۽ جنسي جذبي جي اظهار جا ڪيترائي طريقا آهن جن متعلق ڊاڪٽر ٻوهيو صاحب اشارو ڏئي ٿو تہ: "سنڌي سماج ۾ پيار ڪرڻ جا طريقا تمام گهڻا ۽ تمام لطيف آهن. پيار هٿن سان بہ ڪجي ٿو، اکين سان بہ ڪجي ٿو، آواز رستي بہ ڪجي ٿو ۽ ڪن حالتن ۾ چپن سان بہ ڪجي ٿو. هٿن سان پيار ڪرڻ لاءِ اشارن ۽ ڇهڻ جا طريقا ڪم اچن ٿا. انهن ۾ ٺڪڪي، ٺڏڙا، چهنڊڙي ۽ آڱرين سان ڇهڻ جا پيا نمونا بہ عام طور تي ڪم اچن ٿا. پيار رڳو اکين سان بہ ادا ٿئي ٿو، اک بہ اظهار جو نفيس ترين حيلو آهي. سيني سماجن ۾ اکين ذريعي اظهار ٿئي ٿو. نظر نظر ۾ ڦير آ، اک اک جو ڦير آ، اکين ۾ جاءِ ڏيڻ، اکين ۾ ويهارڻ، اکين تي رکڻ، اکيون ٺارڻ، اکيون ٺڏيون ڪرڻ، هڪ طرف کان ٻوليءَ جا نمونا آهن تہ ٻئي طرف اهي ئي ڳالهيون عملي طور تي پيار جي اظهار جو وسيلو بڻجن ٿيون"

(3)

هتي ڊاڪٽر ٻوهئي صاحب دراصل Fetishism کي فوڪس ڪيو آهي. ڊاڪٽر ٻوهيو صاحب جيتوڻيڪ ترقي پسند اديبن ۾ صف اول جو غير معمولي عالم ۽ نقاد آهي، پر پوءِ به فرائيڊ جي نقط نظر کان ٻاهر نہ نڪري سگهيو آهي، جو تہ آرٽ ۽ ادب نہ صرف جنسي جذبن سان تعلق رکي ٿو، بلڪ آرٽ ۽ ادب جا معيار هر هميشہ ۽ هر زمان ۽ مڪان اندر اتان جي مخصوص سماجي وجود جي تابع رهيا آهن، يا پاڻ ائين ڪٿي چئون تہ انسان جو سماجي شعور، سماجي وجود کان متعين ٿئي ٿو، نہ ڪي جنسي عمل کان. اهو جنسي عمل تقريبن هڪ گهرڙياتي Unicellular کان علاوه چند Hermaphrodite يعني هڪ ئي وجود ۾ ٻنهي خاصيت هجڻ وارن جاندارن ۾ بہ ملي ٿو. جيئن ڏکڻ آمريڪا جي اندر اهڙي گهڻ گهرڙياتي Multi cellular زندگي جو مثال Whiptail lizards يعني ويپيٽل ڪرڙين ۾ ملي ٿو، جيڪي بغير جنسي عمل جي پيدا ٿين ٿيون، هتي ڊاڪٽر ٻوهئي صاحب جو حياتياتي جنسيات وارو اصطلاح ۽ مفهوم بي معني بڻجي وڃي ٿو. اهڙي ريت جانورن کان ٻوٽن تائين اهڙا مثال ملن ٿا. جيئن ٻٽاٽو Sexual ۽ Asexual ٻنهي طريقن سان پنهنجي نسل جي واڌ ويجهہ Growth ڪري ٿو.

Aphids ناليِ ننڍڙا جيتڙا هڪڙي سال ۾ پنهنجا ڪيترائي نسل پيدا ڪن ٿا، جن کي Non stop فيملي چيو وڃي ٿو، انهن جو پهريون نسل فقط Female يا مادي ٿيندو آهي، جيڪي بهار ۽ اونهاري ۾ آنن مان ڦٽي نڪرندا آهن، انهي غير جنسي نسل پذيري جي عمل کي Parthenogenesis چئبو آهي، اهو جنسي عمل انهن چند نسلن کان علاوه ٻين مڙني جاندارن ۾ ملي ٿو.هتي سوال ٿو پيدا ٿئي تہ آخر ڪروڙها سال گذرڻ جي باوجود بہ جنسي عمل کي ڌرائيندي انهن جي پيار ۽ محبت ۾ ارتقا ڇو نہ ٿي آهي؟

جيڪڏهن انسان کي اڄ بہ معاشري کان ٻاهر پرورش ڏجي تہ هو عام انسان تہ ڇا پر جماليات جي ننڍي کان ننڍڙي عمل کي بہ سمجهڻ کان قاصر رهندو. يعني ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ معاشرو ئي انساني جمالياتي حس کي پيدا ڪرڻ جو سدا وهندڙ آبشار آهي. تنهن ڪري معاشري ۾ جهڙي محنت جي صورت هجي ٿي اوهڙو ئي معاشرتي انسان پيدا ٿئي ٿو. ۽ اهو اهڙا ئي جمالياتي پيمانا رکي ٿو. اهوئي سبب آهي جو جماليات کي مختلف سماجي دؤرن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

مختلف معاشرن ۾ انسان جنسي عمل تہ تقريبن ساڳئي طريقي سان سرانجام ڏئي ٿو، پر انهي جي محنت جا اوزار ۽ آلات تبديل ٿيڻ ڪري انهي جي سوچ ۾ خوبصورتي جا ماڻ ماپا معاشرتي حالتن موجب تبديل ٿيندا رهن ٿا. مطلب تہ بوهيو صاحب پنجن ئي حواسن ذريعي پيار ڪرڻ جي محرڪن تي بحث ڪري ٿو، جڏهن تہ اهي پنج ئي حواس جانورن ۾ بہ موجود آهن تنهن ڪري سندس مٿئين بحث مان انسان ۽ جانور ۾ بنيادي فرق متعلق ڪا امتيازي خط مستقيم ڪانہ ٿي ملي، جڏهن تہ انساني صورتحال جانور ۽ ان جي حواسن کان قطعي ۽ گهڻ رخي مختلف ۽ متضاد آهي. ڇو جو انسان ساڳين ئي پنجن حواسن هوندي بہ فطرت سان مسلسل عدم هم آهنگي ۾ آهي، جڏهن تہ جانور ساڳين پنجن حواسن هوندي بہ فطرت سان مسلسل هم آهنگي ۾ آهي. ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ ڇهين حس يا شعور ئي انسان کي جانور جي درجي کان مٿانهون ڪري بيهاري ٿي ۽ اها ڇهين حس دراصل انسان جو دماغ يا ان جو شعور ئي آهي، جيڪو پنجن ئي حواسن جي مرڪب حالت جو نالو آهي.

ڇمي ۽ جُهنڊڙي يا ٿڏڙا ۽ آڳرين جا ڇُهاءُ انسان جي فطري جنسي جبلت جي سچائيءَ جا دليل آهن. خود جمالياتي حس بہ انهيءَ دائري کان ٻاهر بي معنيٰ ٿي وڃي ٿي. هتي ٻوليءَ جي سماجياتي پهلو جي نفسياتي ڇيد ۾ اها سڌ پوي ٿي تہ انساني سرگرميءَ جا محرڪ صرف جنسياتي جذبا ئي ناهن پر گهڻ طرفا انساني جذبا ۽ تمنائون بہ آهن، جيڪي انساني ضرورتن جون آئيني دار آهن، ۽ اهي ئي جبلي ضرورتون ۽ تمنائون جڏهن دٻاءُ جو شڪار ٿين ٿيون تڏهن لاشعور ۾ ڏڪجي وڃن ٿيون پر لاشعور وڏي بيچيني ۽ هلچل پيدا ڪري، شعور تائين پهچڻ جي پراسرار جدوجهد ۾ رڌل رهي ٿو.

خواب بہ لاشعور جي انهيءَ علامتي اظهار جو هڪڙو عمومي روپ آهي، جنهن متعلق ڊاڪٽر بوهيو لکي ٿو:

"افلاطون ۽ فرائيڊ جي نظريات پٽاندڙ خواب، انسان جي اها حالت آهي جنهن ۾ انسان جي سڌ کي دليل ۽ عقل سمجهيو ٿو وڃي. ان حالت ۾ انسان جون ڪامي ۽ غير عقلي (لاشعوري) تمنائون (Strivings) اُٿي ڪڙيون ٿيون ٿين. اهي ئي تمنائون آهن جن جو اظهار اسان خواب جي ٻوليءَ ۾ ڪريون ٿا اهو اظهار عظيم انسان جو اظهار نہ آهي، پر ان انسان جو اظهار آهي جيڪو "نرو جانور" ۽ نرو انسان آهي".(4)

پليخانوف چيو هو تہ انسان پنهنجي احساسن، جذبن ۽ تصورن سميت پنهنجي خارجي ماحول جي پيداوار آهي. جنهن تي گهڻو اڳ يوناني فلسفي جي معراج تي بيٺل ڪاموسي فلسفي ارسطوءَ پنهنجا ويچار ان ريت بيان ڪيا آهن تہ Main is the social animal يعني انسان سماجي جانور آهي. اها حقيقت آهي تہ سماج ڪان ٻاهر فطرت ۾ ڪوبہ عقل ۽ شعور نٿو ملي. جيڪو انساني شعور سان برميچي سگهجي، دراصل Main is the conscious component of universe يعني انسان فطرت جو باشعور ذرڙو آهي، بلڪ استاد حجت عباسيءَ جي بقول" انسان فطرت جو تاج آهي". يعني Main is the crown of universe انساني ذهن غير مشروط ردعملن جي طويل تسلسل مان جڙي راس ٿئي ٿو. انساني ذهن فطرت جي واقعن جو ٻيون عڪس يعني Second Image آهي. اهو ٻيون عڪس يادداشت جي صورت ۾ انسان جي New cortex يعني Cerebrum Hemisphere ۾ ڪارڪردگي جي صورت ۾ موجود هجي ٿو. جڏهن انسان ڪنهن بہ شئي جو مشاهدو ڪندو آهي تہ پنهنجي گذريل مشاهدي مان انهي تي روشني وجهي ڏسندو آهي، انهي ڪري ادب جي اندر جيڪي جدتون ايندڙيون آهن، اهي مشاهداتي نوعيت جون هونديون آهن. مثال طور ڪبير جو هي شعر:

ڪرني بن ڪٿني ڪري، اگياني دن رات،
ڪوڪر جيسي، ڀونڪت ڦري، سني سنائي بات

اڪثر تخليق ڪارن يا شاعرن مشاهدي تي ئي زور ڏنو آهي. مثال طور شاھ لطيف کي ڏسو:

ڏسڻ جي ڏسين تہ همہ کي حق چوين

اهڙا ڪيترائي شعر شاھ لطيف، سچل، استاد زيب ۽ اياز تائين اسان کي ملن ٿا، جيڪي مشاهدي جي ڪري ئي مثالهين فني ۽ فڪري صورت ورتل هوندا آهن. ۽ يقينن مشاهدو پڻ تجربي جي سادي ۽ انفارمل شڪل يا توسيع ئي آهي، جنهنجو سرچشمو بعداز تجربي A posterior Concept ئي آهي.

## ڊاڪٽر پوهيو صاحب لکي ٿو تہ:

"سماج جي صحت لاءِ ان جي نظم و ضبط ۽ توازن کي برقرار رکڻ لاءِ ادب اهو ئي ڪم سرانجام ڏئي ٿو، جيڪو فرد جي زندگي ۾ خواب جو هوندو آهي. فرد جي زندگيءَ ۾ خواب تنظيم ذات جو ڪم ڪندو آهي ۽ معاشري جي

زندگي ۾ اهو ڪم ادب ڪندو آهي. گويا ادب سماج جو خواب آهي.“ (5)

اها حقيقت آهي پوءِ چاهي افلاطون چوي يا فرائيڊ چوي يا ڪو ٻيو چوي ته خواب ۽ ذهن هڪڙي ڳالهه آهي، پر انساني ذهن واقعتن جي صورت ۾ يادداشت جو اهڙو مجموعو آهي جيڪو انساني رشتن جي وچ ۾ خود آگاهي سان همڪنار ٿئي ٿو. جنهن کي انساني انا يا ايگو چئجي ٿو. اها انسان جي ڇهين حس خواب جي صورت ۾ ئي يادداشت جو روپ ڌاري ويل هجي ٿي، مثال طور هر عمل يا واقعو جيڪو انساني ذهن کي متاثر ڪري ٿو اهو ان جي يادداشت جو حصو بڻجي خواب جو روپ ڌاري وڃي ٿو. اهوئي سبب آهي جو گذريل ماضي به خواب وانگر لڳندو آهي، تنهن ڪري ”ذهن“ نيل ڪنول جهڙي دماغ جو ذهانت ڀريو سپنو ئي هجي ٿو. ۽ اهو سپنو جيڪو ذهن يا يادداشت جو روپ ڌاري ويل آهي، سو جيڪڏهن پنهنجي تسلسل کان ٽٽي پوي، يعني سابقہ ماضي جي واقعتن کان تعلق جي اعتبار کان ٽٽي پوي ته هوندَ ماڻهو پاڳل ٿي وڃي.

ماڻهو اهڙا ئي خواب يا آدرش ڏسندو آهي جهڙا معروضي دنيا مان هو عڪس جهٽيندو آهي. اُهي عڪس ٻئي عڪس يعني Second Image جي صورت ۾ تخيل جو روپ ڌاري ويل هوندا آهن. ۽ تخيل جي طويل مشق ئي تخليق جو ڪارڻ بڻجندي آهي. تخليق جي طويل مشق جي ذريعي انساني ذهن جڏهن سچاين جي نون جزيرن کي ڳولهي لهندو آهي ته تخليقون جنم وٺنديون آهن. ان ڪري ڪلي ۽ حتمي طورتي تخليق جو محرڪ جنسي جبلت کي قرار ڏيڻ غير سائنسي، غير عقلي ۽ رجعت پسند نقط نظر آهي.

افلاطون جو خيال آهي ته هي حقيقي تضادن سان ڀريل دنيا هڪ ٻي تصوراتي خوابن ڀريل دنيا جو عڪس آهي؛ ٻي طرف فرائيڊ خوابن کي ننڊ جي حالت سان ئي مشروط ڪري بيهاري ٿو، فرائيڊ موجب خوابن جا ٽي قسم آهن. پهريون قسم خواهشن ڀريا خواب، ٻيون قسم تشويشي خواب، ٽيون قسم سزا جا خواب. فرائيڊ هڪ طرف خوابن کي نا آسودگي مان نجات لاءِ آسودگي جو جذبو سمجهي ٿو ته ٻئي طرف خوابن کي لاشعوري خيالن جي اُجڙيل صورت سمجهي ٿو. جن جو حقيقتن سان ڪو به تعلق نٿو هجي. ان لاءِ فرائيڊ وٽ ڪوبہ خواب چڱو يا بُرو ناهي، فرائيڊ وٽ خواب جو اصل مقصد ننڊ کي برقرار رکڻ آهي. جنهن ۾ شعور آرامي ٿئي ٿو ۽ لاشعور جاڳي پوي ٿو، ۽ هر سگهاري سيڪنڊ اميج کي تحت شعور مان گهرائي ان جو علامتن ۾ اظهار ڪرڻ جو

جتن ڪري ٿو. ڊاڪٽر ٻوهيو صاحب مونکي هتي وڏي منطقي مغالطي آميزي جو شڪار ٿو نظر اچي، جو افلاطون ۽ فرائيڊ کي ڪوٽ ڪندي پنهنجا خيال هيئن بيان ڪري ٿو ته:

"فرد جي زندگي ۾ خواب تنظيم ذات جو ڪم ڪندو آهي. ۽ معاشري جي زندگي ۾ اهو ڪم ادب ڪندو آهي. گويا ادب سماج جو خواب آهي".

ڊاڪٽر ٻوهئي جو اهڙو خيال افلاطون ۽ فرائيڊ جي روشني ۾ هڪ طرف افلاطون جي غير حقيقي دنيا جي نمائندگي ڪري ٿو ته ٻئي طرف فرائيڊ جي پهرئين دؤر وارن غير حقيقي خيالن جي بگڙيل دنيا سان تعلق رکي ٿو. جنهن کي فرائيڊ ٻُري ۽ ڀَلِيَ جي تميز کان به آجو سمجهي ٿو. ته پوءِ اهڙو ادب معاشري ۾ ڪهڙو سجاڳي جو ڪردار ادا ڪري سگهندو؟ جيڪو مجهول خوابن جي رج ۾ پڻڪندو هجي. ۽ تخليق ۾ هو ٻوليءَ جي اظهار جو جيڪو طريقو اختيار ڪري ٿو، تنهن کي پاڻ علامتي عڪسي يا اهجاڻي مشاهدو چئي سگهون ٿا. جو جو تخليق جي اظهار جو علم تخيل جي اعليٰ پرواز ذريعي ئي حاصل ٿيندو آهي، تنوير عباسي آءِ اي رچرڊ جي حوالي سان لکيو آهي ته نشانيون توڙي اهڃاڻ اهڙا ذريعا آهن جن سان اسان جي ماضيءَ جا تجربا اسان جي حال جي ردعمل کي مدد ڏين ٿا." (6)

حقيقت ۾ خواهشون ضرورتن جو اظهار هونديون آهن. جو جو خواهشون آخر ڪار تخليق جو روپ ڌاري وينديون آهن، اهڙي ريت تخليقون معاشري تي ٻنا اثر ڇڏينديون آهن، هڪ طرف اعليٰ تخليقون جيڪي نيئن صداقتن کي منڪشف ڪنديون آهن، ۽ سماجي شعور ۾ اصلاح آڻينديون آهن، ۽ ماڻهپي کي فروغ ڏئي صالح انسان پيدا ڪرڻ جو موجب بڻبيون آهن. ٻئي طرف سطحي ۽ منفي تخليقون معاشري يا سماجي شعور ۾ اصلاح بجاءِ بگاڙ پيدا ڪري ماڻهن کي غير صالح بڻائي حيواني درجي تي ڪيرائي ڇڏينديون آهن. ادب ۾ انهيءَ عڪسي مشاهدي ۽ تجربي متعلق ٻوهيو صاحب لکي ٿو:

"عڪسي تجربي جو سوال جديد شاعريءَ جو هڪ اهم سوال آهي. بنيادي طور تي عڪسي تجربو نفسيات جو سوال هو پر جڏهن نفسيات ۽ ادب پاڻ ۾ گڏجي ويا تڏهن پنهي اهو معلوم ڪري ورتو ته ادب، نفسيات جي مدد کانسواءِ سمجهي نه سگهبو ۽ نفسيات به ادب کان پري رهي اهميت اختيار ڪري نه سگهندي. هن دؤر ۾ هر ڪا ادبي تحرير نفسيات جي هڪ حقيقت بڻجي چڪي آهي ۽ دنيا جا گهڻو ڪري سڀ وڏا پارکو، تنقيد ۾ نفسيات جي

اصولن جو لحاظ رکن ٿا". (7)

هتي ادب ۽ نفسيات جي باهمي ربط ۽ اهميت توڙي افاديت جو حوالو اسان لاء غور طلب آهي، ڇو جو ادب جي تخليق جو سوال پنهنجي پهلوء ۾ تخليق ۽ تخليقڪار جي نفسي محرڪ جي سوال سان سلهاڙيل آهي ۽ انهيء جو جواب سواء نفسيات ۽ نفسياتي تحليل جي ممڪن ئي ناهي. باقي تخليق جي فني پهلوء کي سمجهڻ جو سوال شعوري ئي سگهي ٿو. جڏهن ته تخليق جو فڪري پهلو ۽ ان جي نوبت ۽ نوعيت جي جواز جو سوال لاشعور ۾ تحليل نفسي کان سواء هڪ ڳجهارت بڻيل رهندو. لاشعوري تجربن جا شعوري مشاهدا تحليل نفسي سان ئي ممڪن بڻجن ٿا.

تحقيق لاء انگريزي لفظ Re-search آهي ئي "هر هر ڳولها" يا "ٻيهر ڳولها" جو نعم البدل تنهن ڪري ڊاڪٽر ٻوهيو صاحب جي يا ڪو ٻه عالم، ان جا نظريا ۽ خيالَ ٻه ان جي مخصوص ۽ محدود تحقيق تي آڌاريل ٿين ٿا. جيڪي مخصوص Paradigm ۽ Parameter کي Signify ڪري ٿي. يقينن هر نقط نظر گذريل تحقيق تي آڌاريل آهي، جيڪو هر نئين يا ايندڙ تحقيق کان پوء قابل تنقيد ٿي سگهي ٿو ته قابلِ تائيد ٻه ..! پر ٻنهي حالتن ۾ اها توسيع يا Extension ئي هجي ٿي ۽ سچ تائين رسائيء Approach جو بنيادي ذريعو آهي.

**حوالا:**


1. ٻوهيو الهداد ڊاڪٽر،"سنڌي ٻولي جو سماجي ڪارج"، ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1978، ص: 177
2. ساڳيو ص: 182
3. ساڳيو ص: 239
4. ساڳيو ص: 295
5. سليم اختر ڊاڪٽر، "نفسياتي تنقيد"، لاهور مجلس ترقي ادب ص: 211
6. عباسي تنوير، "شاهه لطيف جي شاعري"، حيدرآباد، نيو فيلڊس ص: 174
7. ٻوهيو الهداد، ڊاڪٽر، "سنڌي ٻوليء جو سماجي ڪارج" ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ص: 329.

ڊاڪٽر الهوسايو سومرو

# قاضي قادن جي ڪلام جو جائزو

# Analytical Study Of The Poetry Of Qazi Qadan

**ABSTRACT:**

Qazi Qadan son of Abu Saeed Bin Zain-ul-Din belonged to a educated family. He was a well known scholar of his time. He was Hafiz of Quran-e-Majeed and also scholar of Arabic and Persian languages. He saw the ruling days of four rulers of Sindh, two Sama's tribe and two Arghun's tribe, respectively named Jam Nizam-ul-Deen Samo, Jam Feroz-ul-Deen Samo, Shah Baig Arghun and Shah Hassan Arghun.

Shah Hassan Arghun appointed him as Justice at Bakhar (near Sukkur, Sindh). After 20 years he resigned and went to Madina, his shrine is still unknown. He was the spiritual follower of Sayed Mehdi Jonpuri and also played an active part in the Mehdvi Movement in Sindh. He is famous for his poetry. He is called the founder of Sindhi classical poetry. His starting seven (07) verses are given in "Bayan-ul-Aarfin", the poetry collection of Shah Abdul Karim Bulri Waro. In 1976, an Indian writer, poet namely Hero Thakkur found his more poetry collection from the Temple at Ranila, Bhawana District of Hariana Province of India. It was written in Dewnagari scoist script. Firstly, it was published in book shape in 1978.

In this paper the poetry of Qazi Qadan is analyzed and try has been made to under stand its language, dialect and influence on other poets.

قاضي قادن جي ولادت 1463ع ۾ قاضي ابو سعيد بن زين الدين جي گهر ۾ ٿي. سندس خاندان علمي ۽ ديندار هو. قاضي قادن کي الله تبارڪ ڪيترن ئي علمن سان نوازيو هو. ديندار گهراڻي ۾ ولادت ۽ تربيت جي اثر هيٺ ڪري پاڻ قرآن مجيد جا حافظ به هئا پر ان سان گڏو گڏ تصوف ۽ ٻين علوم تي گرفت رکندڙ به هئا. "قاضي قادن جو تعلق سيوهڻ جي بزرگن مان آهي، جنهن ڪري ڊاڪٽر علامہ دائود پوٽي کيس سيوستاني چيو آهي، پر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي راءِ آهي تہ قاضي قادن بکر ۾ جنم ورتو، تنهن ڪري کيس بکري سڏيو آهي" (1)

قاضي قادن سنڌ جي سمن جي حڪمرانن ڄام نظام الدين عرف ڄام ننڊو، سندس پٽ ڄام فيروز الدين ۽ ارغونن حڪمرانن شاهه بيگ ارغون، شاهه حسن ارغون جي حڪومت جا ڏينهن اکين سان ڏٺا هئا. جڏهن شاهه بيگ ارغون ٺٽي تي 1520ع ۾ چڙهائي ڪئي هئي تڏهن قاضي قادن ٻارن ٻچن سميت ٺٽي ۾ مقيم هيو. اهڙي افراتفري واري ماحول ۾ هن شاهه بيگ ارغون سان سندس پيش امام جي معرفت واقفيت پيدا ڪئي ۽ سندس گذارش تي ٺٽي ۾ خونريزي بند ڪئي وئي. جنهن لاءِ سبب هي ٻڌايو وڃي ٿو ته، هي ٻئي يعني قاضي قادن ۽ شاهه بيگ ارغون، سيد ميران محمد جونپوريءَ جا مريد هئا.قاضي قادن مهدوي تحريڪ ۾ وڏو حصو ورتو، جنهن جو اصل سبب هي هيو ته، پاڻ مهدوي تحريڪ جي باني سيد مهدي جونپوري جو مريد خاص هو.

قاضي قادن، شاهه بيگ ارغون سان تمام ويجهو ٿي ويو. جو شاهه بيگ مذهبي معاملن ۾ سائس مشاورت ڪندو هو.

"1522ع ۾ جڏهن شاهه بيگ ارغون وفات ڪئي ته ان ڪانپوءِ سندس پٽ شاهه حسن ارغون کيس ٻکر جو قاضي مقرر ڪيو". (2)
ترقي ڪندي چيف جسٽس (قاضي القضاه) جي عهدي تي پهتو 20 سالن تائين جج جا فرائض ڏئي بعد ۾ مديني شريف هليو ويو. سندس جاءِ مدفن معلوم نه ٿي سگهي آهي. قاضي قادن جا شروعاتي ست بيت شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي ڪلام "بيان العارفين" مان مليا هيا، محققن جو خيال هو ته قاضي قادن جا رڳو اِهي ست بيت آهن.

"علامه دائود پوٽي قاضي قادن جي ستن بيتن کي سنڌي ساهت جا ست چمڪندڙ تارا" سڏيو هو ۽ رحيم داد مولائي شيدائي چيو هيو ته، افسوس جو زماني جي خرد برد اعلیٰ هستي جي ڪلام جا جواهر اسان جي نظرن کان ڇپائي ڇڏيا فقط ڪتيءَ جي تارن وانگر ستن موتين جيان موجود آهن جي مائي سنڌڙي جي سهڻي ڳچيءَ جي سونهن آهن" (3)

آل انڊيا ريڊيو تي ڪم ڪندڙ هيرو ٺڪر صاحب 1976ع ۾ قاضي قادن جي ڪلام جا وڌيڪ 112 بيت ڳولي لڌا. قاضي قادن جا اهي 112 بيت هندستان جي صوبي هرياڻاجي ضلعي ڀوانيءَ ۾ روهتڪ شهر کان چاليهه ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي ڳوٺ راٺيلا جي هڪ مٺ يعني مڙهي مان لوڪ منچ جي ناليءَ سان

هڪ سنسڪا ڪي هٿ آيا. هن قلمي نسخي جو نالو "سنتون ڪي واڻي" آهي. هن قلمي نسخي ۾ قاضي قادن جي ڪلام سميت اٺهتر (69) سنت ڪوين جو ڪلام شامل آهي. اهو قلمي نسخو ساڍا ست سَوَ 750 صفحن تي مشتمل آهي. قاضي قادن جو ڪلام شروع ٿيڻ کان اڳ ڳاڙهي مس واري قلم سان هي تحرير ٿيل آهي.

"ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکي (سنڌي) اور ڀي ساڌان ڪي ساکي ايڪٺي ۽ بيت جي پوري ٿيڻ تي بيت نمبر 119 بعد گڏيل آهي. ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکي سمپورڻ سمايتهه" (اصل ديوناگري) (4)

مؤلف هيرو ٺڪر 119 بيتن مان دليلن ۽ حقيقتن کي سامهون رکي قاضي قادن جا 112 بيت ثابت ڪيا آهن. هي قلمي نسخو ديوناگري لپي ۾ لکيل هو، جنهن تي مؤلف ٻه سال ڪم ڪرڻ بعد سنڌي عربي رسم الخط ۾ 1978ع ۾ ڪتابي شڪل ۾ ڏئي ڇپرايو. مؤلف اڳتي هلي لکيو اٿس تہ، ڇهہ بيت آهن جي قاضي قادن جا نہ آهن، جنهن مان ٽي قاضي محمود جا، هڪ دادو ديال جو، هڪ گرو گرنٿ صاحب ۾ شيخ فريد جي نالي سان آيل ۽ هڪ هروءِ جي تخلص وارو.

"موجوده ڄاڻ موجب قاضي قادن اساسي شاعر جي عمارت جو باني مباني هو. هو سنڌي ٻوليءَ جو پهريون وڏو شاعراساسي شاعري جو ابو هو ڏهين صدي هيٺ شاهه ڪريم ان پيڙهہ کي پختو ڪيو" (5)

قاضي قادن هڪ آفاقي شاعر هو ۽ آفاقي شاعر اهو هوندو آهي، جنهن کان صدين تائين ٻيا شاعر اثر قبولين. اهڙي طرح قاضي قادن جي ڪلام جو اثر سندس بعد ۾ ايندڙ وارن شاعرن تي نمايان نظر اچي ٿو.

### قاضي قادن جي ڪلام جو موضوع:

قاضي قادن جي دؤر جي يا ڪانئن اڳ واري دؤر جي شاعرن جي شاعريءَ جو موضوع رومانوي داستان، قصہ گوئي، رجزيہ ڪلام وغيره هو پر قاضي قادن هن کان هٽي ڪري پنهنجي ڪلام جي اندر هڪ نواڻ آڻن جي ڪوشش ڪئي، سندس ڪلام ۾ تصوف، روحاني رمز ۽ خدا جي وحدانيت ۽ الله پاڪ کي راضي ڪرڻ جا موضوع شامل آهن. قاضي قادن جو ڪلام پنهنجي دؤر جي صوفيانہ ڪلام جو نمائندو آهي. سندس ڪلام ۾ خود بيداري، پاڻ سڃاڻڻ جو سنيهو آهي. علمي غرور، هٺ هارڻ ۽ پنهنجي خيال کان آجو ٿيڻ جو

سبق سمايل آهي. قاضي قادن ظاهري علم کي سڀ ڪجھ نہ ٿو سمجھي، ڪتابي علم پنھنجي جاءِ تي ضروري آهي پر محبوب جو جلوو پسڻ جي لاءِ اوکو پيو فھم ۽ اوکو پار ٿي پيو آهي. ڪنز قدوري قافيہ مان سڀ ڪجھ ڪونہ ٿوملي ۽ نہ ئي رڳو روزي، نماز ۽ حج ذريعي راتو ريجھائي سگھجي ٿو فقط ايمان سان اندر اجارڻ سان سڀ ڪجھ حاصل ٿي سگھي ٿو.

جوڳيءَ جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾
تھان پوءِ ٿيوس، سندي پريان پيچري

قاضي قادن جي هن بيت مان ائين ٿو لڳي تہ شايد قاضي صاحب کي ڪنھن بزرگ، کيس غفلت جي ننڊ مان بيدار ڪيو هو، تنھن بعد قاضي صاحب کي وحدانيت ۽ رب واري راھ نصيب ٿي. هن بيت سان لاڳا پيل هڪ دلچسپ ڳالھ ڪتاب ۾ ملي ٿي تہ ڪو ماڻھو قاضي قادن جي مسجد ۾ پير محراب (قبلي) ڏانھن ڪري ستو پيو هو. ڪنھن قاضي صاحب کي اچي هن ڳالھ جي خبر ڪئي تہ قاضي قادن ڏُرو ڪڻي مسجد ۾ پھتو ۽ اُن سُتل شخص جي پيرن وٽ ڏُرو هڻڻ جي ڪيائين اُت اُن شخص جو منھ نظر آيس، ائين ہ پيرا ڪيائين پر ڏرو هڻي نہ سگھيو. اِن تي ان شخص قاضي صاحب کي چيو پير جيڏانھن وٺي اوڏانھن ڪر پر دل حقيقي محبوب ڏي ڪر. اِهو ٻڌي قاضي صاحب ڏرو ڦٽي ڪيو ۽ تڏھن اهو بيت چيو. هن بيت ۾ "جوڳي" جو لفظ پھريون ڀيرو استعمال ڪيو ويو آهي. اُن کان اڳ جي ڪلام ۾ هي لفظ ڪونہ ملي ٿو. قاضي قادن ديني علمن جي نعمت سان نوازيل هوپر وڏي نعمت اها حاصل هيس جو سندس اندر جون اکيون کليل هيون هن کي ديني علم ۽ روحاني رياضتون ان حيثيت سان رسيون. هو ديني علوم ۽ روحاني رياضتن اِن حيثيت سان رسيون تہ لک ڪري ديني علم حاصل ڪجن پر اصل شيءِ پنھنجو پاڻ سڃاڻڻ آهي.

پڙھندو پئي ويو، ڪوڙين لک قرآڻ،
لکي لوڪ نہ سگھيو، پاڻي اندر پاڻ
(بيت نمبر 144)

سندس شاعرانيءَ ذات ۾ تجربي ۽ مشاهدي جي پروڙ ڪلام ۾ نروار آهي. قاضي قادن سچي صوفي وانگر ڪتابي علم کي سڀ ڪجھ نہ ٿو سمجھي، اهڙي طرح انسان کي منڊي ماڪوڙي ۽ دُنيا کي کوھ سان مشابهت ڏني ٿو.

ڪتر قدوري قافيہ، جي پروڙين سڀ،
تہ ڪر منڊي ماڪوڙي ڪوهہ ۾، پيئي ڪڇي اُڀ.

ظاهري علم جو ڪهڙو انت پار آهي ۽ ان مان ڇا حاصل آهي. فقط ايمان سان سڀ ڪجھ حاصل ٿئي ٿو. جيسيتائين اندر نہ صاف ڪبو ۽ ڪيترائي پنا پڙهبا، رڳو پيو پڙهبو ۽ قلوب ۾ ڪڙهبو نہ تہ ڇا حاصل ٿيندو.

زيران زبران آيتان، اڪران انت نہ پار
هڪڙي ٿي ايمان ۾، لهين سپني سار.
(بيت نمبر 1. ص:121)

محبوب جو جلوو هر هنڌ آهي، هيءَ ڪائنات هڪ محلات جي مثل آهي، هر طرف ۽ هر در ۽ هر ڳڙکيءَ مان ان جو ئي جلوو پسجي پيو.

ايڪ قصر در لک، ڪوڙين سهسين ڪڙڪيان
جتائين ڪرين پرک، تان ئي سڄڻ سا مها.
(بيت نمبر31، ص: 136)

سوئي هيڏانهن سوئي هوڏانهن، سوئي سووسي
تنهين سندي سوجهري، سوئي سو پسي.

هيٺين بيتن ۾ ظاهري علم کي سيلن (ڪنڊن) ۽ واڳن سان ڀيٽ ڏيندي چئي ٿو:

سي ئي سيل ٿيام، پڙهيام جي پاٿان،
اکر اڳيان ايري، واڳون ٿي وريام

قاضي قادن صاحب ظاهري علم کي طريقت جي راهہ ۾ وڏو حجاب سمجهي ٿو ۽ چوي ٿو تہ اُها واٽ ۽ رستو ئي ٻيو آهي، جتان عرفان حاصل ٿئي ٿو:

ڪنز قدوري ڪافيہ، ڪي ڪين پڙهيوم،
سوئي پار ٻيو ڪو، جتان پرين لڌوم.
(بيت نمبر3 ص: 122)

قاضي صاحب ٻين سيني اکرن کي وساري (الف) الله جو اکر ياد ڪرڻ جي تلقين ٿو ڪري نہ وسا مجندڙ ڏيئو ٻارڻ جو ڏس ٿو ڏئي:

اکر سڀ وسار، الف اڳهوَن ئي ياد ڪر
سو تون ڏيئو پار، جو نہ اُجهنيئي ڪڏهين
(بيت نمبر 7 ص: 124)

جيئن ڦڦڙ هوا اندر کڻي رت صاف ڪن ٿا، تيئن روزا ۽ نمازون تن و من لاءِ آهن پر الله کي راضي رکڻ جو راز اجا کو ٿي پيو آهي.

جيئن ڦڦڙن ماه ۾، ايئن روزا عيد نماز
اجا آهي ڪا ٻي، الله سندي حاج
(بيت نمبر 58 ص: 149)

قاضي قادن الله کي سڃاڻڻ، مجاز ۽ حقيقت، توڙي نا صحانہ انداز اختيار ڪيو آهي ۽ اُن کي پسڻ لاءِ خودي ختم ڪرڻ ۽ وجود وڃائڻ تي زور ڏئي ٿو.

واحد هنڌين دائرين، هيڪڙيون ميئي؛
جنهن جان جدا ڪئي، پسندا سيئي

قاضي قادن جو ڪلام تصوف جي اُصولن، ان جي باريڪ نقطن رازن ۽ رمزن سان پرپور آهي. سالڪن ۽ صوفين جي رهنمائيءَ لاءِ ان ۾ بيشمار هدايتون ملن ٿيون. مثلاً، ڪنول ۽ ڏيڏر واري تمثيل ذريعي ظاهر ڪيو اٿس تہ، ڏيڏر پاڻيءَ ۾ رهي ٿو ۽ ڪنول بہ پاڻيءَ ۾ ڦٽي ٿو پر ڏيڏر ڪنول کان بي خبر ٿي مٽي کائي ٿو.

جي سالُورو سُڌ لهي، ڪنولان سندي ڪاءِ
تو پيو پاتال ۾، هوند نہ مٽي کاءِ
(بيت نمبر 18 ص: 129)

هو سڃاڻ ڏيڻ جو ڏس ٿو ڏئي تہ تنهنجي اک اندرئي سڀ ڪجهہ مُهيا آهي، مکو بہ تنهنجي اندر ۾ آهي تہ مُلتان بہ تنهنجي اندر ۾ آهي.

اک سندر سَريو، جاڳي پسُ جُوانُ،
منجهيئي مَکو ٿيو، مَنجهيئي مُلتانُ.
(بيت نمبر 20 ص: 130)

هو پهرين پاڻ کي پرکڻ جي صلاح ٿو ڏئي ۽ بعد ۾ پرين کي پرکڻ سولو ۽ آسان آهي ۽ اهڙي در وڃڻ جو دڳ ٿو لائي جتان ڌِڪا ۽ ٺاپا نہ ملن.

پهرئين پاڻ پرک، پرين پرکڻ سگهڙا
دڙ پئي سوئي رک، چتّان ڏکا نہ لهين.
(بيت نمبر 32 ص: 132)

قاضي قادن جي ڪلام ۾ جيڪي تمثيلون ملن ٿيون سي سموريون پنهنجي ديس جون آهن. سسئي پنهون، سهڻي ميهار ۽ عمر مارئي جي لوڪ ڪهاڻين مان بہ تمثيلون ورتيون اٿس. اُن کان علاوه پنهنجي آس پاس جي ماحول مان بہ ڪجھ تمثيلون ڪنيون اٿس. اُٺ، تلاءُ، ڏيڏر، ڪنول، جوڳي وغيره.

توڙي وڃن روم، نانهہ نصيبون اڳرو
مانئي وتئن ٿوم، جي لکيا چپن ۾.
(بيت نمبر 106 ص: 174)

پکين مان هنس، ٻاٻيهي، ساموندي سفرن ٻيڙين، تارن ۽ تلهڻ واريون تشبيهون، ويڄن ۽ واڍوڙين جا ذڪر، مهراڻ ۽ ساگري واهہ جو وهڪرو وغيره سندس ڪلام ۾ مڪي شريف، ملتان ۽ روم جي شهر جا نالا ملن ٿا. سندس ڪلام تي ڪنهن ڌارئي ڪلام جو اثر ڪونہ ٿو ملي، سندس شعر ساقي شراب ۽ پيالن توڙي عريانيت کان پاڪ آهي. قاضي قادن جو ڪلام سنڌي صوفيانہ شاعريءَ جو بهترين مثال آهي. قاضي قادن پنهنجي بيتن ذريعي سنڌي شاعريءَ ۾ نوان خيال، فڪر ۽ لاڙا متعارف ڪرايا ۽ نوان لفظ توڙي اصطلاح، جيڪي ڪانئن اڳ واري دؤر جي شاعريءَ ۾ ڪو نہ ٿا ملن.

### قاضي قادن جي ڪلام جي ٻولي ۽ لهجو:

قاضي قادن جي ڪلام جي ٻولي سادي سولي ۽ عام فهم آهي. جيتوڻيڪ پاڻ عربي ۽ فارسي ٻوليءَ چڱي طرح ڄاڻيندا هئا ۽ ان دؤر ۾ اهي سرڪاري ٻولين جو درجو رکندڙ هيون. تنهن هوندي سندس ڪلام ۾ عربي ۽ فارسي ٻولين جو اثر ڪو خاص ڪو نہ ٿو ملي. سندس ڪلام ۾ آڱرين تي ڳڻڻ جيترا عربي ۽ فارسي ٻولين جا لفظ آهن جن مان گهڻائي اسمن جي آهي، جيڪي ڪيس لازمي ڪم آڻڻا پيا آهن. جهڙوڪ: ڪنز، ڦدوري ۽ قافيہ وغيره سندس ڪلام ۾ سنسڪرت ۽ پراڪرت جا لفظ بہ ٿوري تعداد ۾ ملن ٿا. جهڙوڪ: سرپ، سالور، راس وغيره.
قاضي قادن جي ڪلام جي ٻوليءَ ۾ اترادي يا سريلو لهجو ملي ٿو،

سندس ڪلام جي ٻوليءَ تي سرائيڪي ٻوليءَ جو گهڻو اثر نروار ملي ٿو. جنهن جي خاص وجهه هي آهي ته، قاضي قادن بکر جو رهاڪو هو ۽ بکر اُتر سنڌ ۾ آهي. اُتر سنڌ جاگرافيائي لحاظ کان صادق آباد، رحيم يار خان، بهاولپور ۽ ملتان کي ويجهو آهي. اتان جي علائقن ۾ ڳالهائي ويندڙ ٻولي سرائيڪي آهي ۽ سنڌ جو صدين کان اِن سرائيڪي پٽي خاص طرح ملتان ۽ اُچ سان روحاني رشتو ڳنڍيل آهي اُچ شريف ۽ ملتان صوفين جو ڳڙهه ۽ درويشن ۽ اولياءِ ڪرام جا مسڪن رهيا آهن ۽ سنڌي ماڻهن جو بلڪ خاص طرح سان اتر سنڌ جي ماڻهن جو ان علائقي جي ماڻهن سان پيري مريدي جو سلسلو قائم رهيو آهي. غم ۽ خوشيءَ توڙي عيدن براتن ۽ بزرگن جي عُرس مبارڪن تي هڪ ٻئي سان ميل جول رهيو آهي، تنهن ڪري اتر جي ٻوليءَ تي سرائيڪي جو اثر يقيناً ملي ٿو. وچولي سنڌ ۾ عام طور سان اِسمن جا جمع ٺاهڻ لاءِ اعرابن ۾ تبديلي آندي وڃي ٿي، جهڙوڪ اَٺ.......... مان.......... اٺ، ڪَڻ.......... مان.......... ڪَڻ وغيره يا ڪن حالتن ۾لفظن جي پڇاڙيءَ "ئون"، "يون" ڳنڍ جي ٿو، جهڙوڪ: ڪاءِ.....مان ڪائون، ماني.....مان.......ماتيون، رات.......مان.......راتيون.......وغيره، پر اُتر سنڌ ۾ اسمن جا جمع ٺاهڻ لاءِ لفظ جي پڇاڙيءَ "آن" ڳنڍيين، جهڙوڪ: ڪن مان.....ڪَنان..... اَٺ.....مان.....اُٺان، مانيءَ.....مان.....مانيان، رات.....مان.....راتيان. قاضي قادن جي ڪلام جي ٻولي اترادي آهي ۽ سندس ڪلام ۾ سمورا عدد جمع "آن" سان ختم ٿين ٿا:

جهڙوڪ: زيران زبران آيتان، اکرانت نہ پار
هيڪڙو ايمان ۾، لهن سيني سار
(بيت نمبر 1، ص: 121)

مٿين بيت ۾ زير جو جمع زيران، ۽ آيت جو جمع آيتان ڪري ڏنو ويو آهي، هي اصول واحد جمع ٺاهڻ جو سرائيڪي ٻوليءَ جو آهي. سندس ٻين بيتن ۾ بہ لفظن جا جمع ساڳئي طرح ٺاهيا ويا آهن.

ايڪ قصر در لک، ڪوڙين سهسين ڪڙڪيان،
جان ئي ڪرين پرک، تان ئي سجڻ سامهان.
(بيت نمبر 31، ص: 136)

هن بيت ۾ بہ لفظ ٺاهڻ جو طريقو ساڳيو آهي، جيئن ڪڙڪيءَ مان ڪڙڪيان، سامهون.....مان......سامُهان. سندس بيت ۾ لفظن جون ضميري پڇاڙيون بہ سرائيڪي واريون استعمال ڪيل آهن، جيئن هن بيت ۾ قاضي قادن چوي ٿو:

ڪڏهين هيري هور، ڪڏهن ڦلُ نہ هڪڙو
ڪڏهن پريان جو پُور، ڪڏهين سڪان سَڏُ ڪي.
(بيت نمبر 50، ص: 145)

هيري معنیٰ هير ڪي استعمال ڪيو ويو آهي. سندس مشهور بيت جوڳي جاڳا يوس ۾ ضميري پچاڙيون بہ عجيب قسم جون لڳن ٿيون، جنهن ۾ جاڳايوس لفظ اڄڪلھ جاڳايو يا وري جاڳايوم ڪتب آڻڻ سان صحيح معنیٰ ملي ٿي. سندس ڪلام ۾ سرائيڪي ٻوليءَ جا ڪوڙ سارا لفظ ملن ٿا، اُنهن مان چند هيٺ بيان ڪجن ٿا.

| | |
|---|---|
| اُئيو | ائيو (نند مان سجاڳ ٿيو) |
| ٿسان | توهان |
| لائي | لڳائي |
| سمُندر | سمنڊ |
| هيڪڙي | هڪڙي |
| مُهُ | مُنهن |
| مَٺُن | مون |
| جيهي | جهڙي |
| ٿننهَان | تنهن |
| مٺلي | ميري |
| اڳون | اڳيان |
| وَجي | وري |

وَجي آيو ڪير، ڪنهن ڏٺو مُهُ لاهوتين
اڃي ڪندو ڪير، ڳالهيون رب پر تيا.
(بيت نمبر 15، ص: 128)

قاضي قادن جي ڪلام جي ٻوليءَ تي پنجابي ٻوليءَ جو بہ اثر آيل لڳي ٿو، جنهن ۾ "ن" بدران "ڻ" استعمال ڪيل آهي. جيئن:

پڙهندو پئي ويو، ڪوڙي لک قرآڻ،
لکي لوڪ نہ سگهيو، پاڻي اندر پاڻ.
(بيت نمبر3، ص: 122)

قرآن کي قرآڻ لکيو ويو آهي. هڪ ٻئي بيت ۾ بہ "ن" کي "ڻ" طور ڪم

آئي ٿو، جيئن:

اڪِ اندر سَريو، جاڳي پَس جوانڻ
مَنجهيئي مڪو ٿيو، منجهيئي مُلتانڻ.
(بيت نمبر 20، ص: 130)

"جوان" کي "جوانڻ" ۽ "ملتان" کي "مُلتانڻ" طور ڪم ٿو آڻي. قاضي قادن صاحب ڪٿي ڪٿي "ش" بدران "س" استعمال ٿو ڪري، جيئن:

سهباز باز ٿيو، پنکي نہ ماري،
اک ڪوڙي عَرِس ۾، لُڏي مُناري
(بيت 22، ص: 131)

شهباز کي سهباز ۽ عرش کي عرس طور استعمال ڪيو اٿس.

## قاضي قادن جي شاعريءَ جو ٻين شاعرن تي اثر:

قاضي قادن سنڌي شاعريءَ ۾ نوان تجربا ڪري سڌارا آندا ۽ سنڌي شاعري ۾ نوان موضوع آندا. سندس ڪلام "بيت" جي صنف ۾ ملي ٿو. اڄ جنهن رنگ ۾ هي صنف پهتي آهي، ان ۾ قاضي قادن جو وڏو ڪردار آهي.قاضي قادن سنڌي شاعريءَ کي درباري شاعري، قصہ خواني ۽ پڻن، چارڻن جي قصيدي ۾ سمايل مبالغي مان ڪڍي، ان کي فن ۽ فلسفي جي پختي ميدان تي آڻدو ۽ آڌار ڏنو، جنهن تي اڳتي هلي سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جي عمارت ڪڙي ٿي.

قاضي قادن جي ڪلام ۾ اسان کي اهڙا موضوع ملن ٿا جيڪي اڳتي هلي سنڌي شاعريءَ جا من پسند موضوع ٿي پيا. شاهه عنايت ۽ شاهه لطيف انهن تي سڄا سارا "سُر" لکيا. قاضي قادن جي ڪلام جو اثر شاهه ڪريم، دادو ديال، شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ ٻين ڪيترن شاعرن تي نمايان آهي.

ڊاڪٽر تنوير عباسي لکي ٿو تہ:

"قاضي قادن سنڌي شاعري لاءِ ڪوٺائي ڪري پيڙهه ٻڌي، شاهه ڪريم ۽ شاهه عنايت ان تي اوساري ڪري ڍانچو تيار ڪيو ۽ شاهه لطيف ان کي رنگ روپ ھڻي سينگاري سنواري ان کي هڪ خوبصورت عمارت بڻايو" (6)

قاضي قادن زباني روايت تائين محدود، اڻ گهڙيل سنڌي شاعري کي،

نئين سوچ، محاڪات Imagery ۽ محاورو ۽ نئين عبارت ڏني اِهي ڳالهيون ڪيس سنڌي شاعريءَ ۾ اُتم درجو ڏيارين ٿيون. سندس سوچ، فڪر ۽ فلسفي ڪان، ڪانئس پوءِ وارا ڪيترائي شاعر متاثر ٿيا. انهن متاثر ٿيندڙ شاعرن مان شاهه ڪريم ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جهڙا عظيم شاعر به شامل آهن. انهن شاعرن جي مضمونن ۽ عنوانن تي سندس اثر هيٺين بيتن ذريعي بيان ڪجي ٿو.

**شاهه عبدالڪريم:**

شاهه عبدالڪريم تي قاضي قادن جو اثر چٽيءَ طرح ملي ٿو. قاضي قادن جا بيت پڙهي ايترو ته ڪانئن متاثر ٿيو جو انهن کي پنهنجي مريدن آڏو مجلسن ۾ خود پڙهندو هو. قاضي قادن جا جيڪي بيت پڙهيائين اُنهن مان ست بيت سندس ڪلام "بيان العارفين" ۾ هميشه لاءِ محفوظ ٿي ويا.

ڊاڪٽر دائود پوٽو مطابق:

انهن مان ٽن بيتن جي مضمون ۽ معنيٰ کان متاثر ٿي شاهه ڪريم پاڻ پنهنجا بيت چيا. اها ڳالهه شاهه ڪريم تي قاضي قادن جي اثر ۽ معنوي خيال کان قاضي قادن جي معيار ۽ مقبوليت جي شاهدي پري ٿي. هيٺئن بيت مان قاضي قادن جو شاهه ڪريم تي اثر نروار ملي ٿو.

**قاضي قادن جو بيت:**

پهرين پاڻ وڃاءِ، پاڻ وڃائي سو لهي،
من اندر مُهُ پاءِ، تو ئي اندر سپرين.
(بيت نمبر 34، ص: 137)

**شاهه ڪريم جو بيت:**

پيرين پاڻ وڃاءِ، پاڻ وڃائي هو لهه
تهان ڏار نہ سپرين، مُهه منجهئن پاءِ
(30)

**شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح:**

قاضي قادن جي فن ۽ فڪر و فلسفي جو اثر شاهه لطيف تي به نروار نظر اچي ٿو. سندن خيال ۽ سوچن جي هم آهنگي آهي، سواءِ چند لفظ تبديل ڪرڻ

جي باقي لفظ ٻنهي شاعرن وٽ ساڳيا ملن ٿا. انهن بيتن مان ڪجھ بيت هيٺ نموني طور پيش ڪجن ٿا:

**قاضي قادن جو بيت:**

لائي لام الف سان، ڪاتب لکين جيئن،
مون هينئڙو پريان سان، لڳو آهي تيئن.
(بيت نمبر 8 ص: 124)

**شاھ لطيف ساڳئي خيال جو اظهار هن طرح ٿو ڪري:**

ڪاتب لکين جيئن، لائي لام الف سين،
اسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾
(سُر يمن ڪلياڻ)

**قاض قادن جو بيت:**

سوتو سڄي رات، مُھ ڍڪي سڀ مُئين جيئن،
نہ تو سَنبل تاتِ، نہ جهوري تو آھ ڪا.
(بيت نمبر 80، ص: 141)

**شاھ لطيف وٽ ساڳئي فڪر ۽ خيال جو بيت هن طرح آهي:**

سُتينءَ سنجهيئي، منهن ويڙهي موئن جيئن،
اوجاڳو اکين کي، ڄاتوءَ نہ ڏيئي،
هٿان تو پيئي ، تي ڪڇو ڪيچين کي ڪرين
(سُر ڪوهياري)

**قاضي قادن جو بيت:**

سُئيڙيان سَنهڙو، جتُن ڪيوءِ نہ تيئنوَ،
تو کي اکڙين ۾، پرين پَيندو ڪِينوَ
(بيت نمبر 53، ص: 146)

**شاھ عبداللطيف ڀٽائي هن طرح فرمائي ٿو:**

جان تن ڪيئي نہ تئن، سئيريان سنهڙو،
پرين پائيندا ڪيئن، تو کي اڪڙين ۾
(سُر آسا)

**قاضي قادن جي ڪلام (بيت) جو فني سٽاءُ:**

قاضي قادن جي ڪلام جو فني لحاظ کان جائزو وٺجي تہ سندس ڪلام ۾ سورٺا، دوها، ٿڏويري دوهو ۽ ٻڙو دوهو شامل آهن. هيري ٺڪر کي هٿ آيل ڪلام ۾ "112 بيتن مان 65 دوها، 44 سورٺا، 2 ٻڙا دوها، هڪ ٿڏويري دوهو، هڪ ٽي پدو، ۽ ہ چَو پدا آهن". (7)

سندس ڪلام کي ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪڙا اهي بيت جن ۾ ہ مصرا عون آهن ٻيا اهي بيت جن ۾ ٻن کان وڌيڪ مصراعن آهن. سندس هڪ سَوَ نوَ بيت ٻن مصراعن وارا ۽ ٽي ٻن کان وڌيڪ مصراعن وارا آهن. شروع ۾ سنڌ جي ڪن عالمن جو رايو هو تہ سنڌيءَ ۾ ٻن کان وڌيڪ مصراعن ۾ ڪلام چوڻ جي شروعات سڀ کان پهرين شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ ڪئي هئي پر جڏهن شاهہ ڪريم، شاهہ عنايت ۽ شاهہ لطف الله قادريءَ جا ٻن کان وڌيڪ مصراعن وارا بيت مليا تہ اهو اثر ختم ٿيو. قاضي قادن جا هيسيتائين شاهہ ڪريم جي ڪلام ۾ شامل ستَ بيتن لاءِ چيو ويو تہ، سندس بيت ٻن مصراعن تائين محدود آهن. پر هيري ٺڪر کي ڀارت جي هرياڻہ صوبي جي ضلعي پواني جي راڻيلا ڳوٺ جي مَٺَ مان مليل 112 بيتن مان هڪ بيت ٽن مصراعن وارو ۽ ہ بيت چئن مصراعن وارا آهن، هن ڳالهہ جي ثابتي ٿا ڏين تہ، سنڌيءَ ۾ ٻن کان وڌيڪ مصراعن چوڻ جي روايت شاهہ لطيف، شاهہ ڪريم، شاهہ عنايت ۽ شاهہ لطف الله قادريءَ کان اڳ ۾ قاضي قادن واري دؤر ۾ بہ هئي.

قاضي قادن جي ڪلام ۾ ساڳئي مضمون کي ورجائڻ خاطر، هڪ يا هڪ کان وڌيڪ بيتن ۾ ساڳيا لفظ يا اصطلاح ملن ٿا. جن کي (وراڻ) چئجي ٿو، سي ملن ٿا. لفظن جي ورائي شاعريءَ کي خوبصورتي جو روپ ٿي بخشي. سندس ڪلام مان "وراڻ" جا ڪي مثال هيٺ بيان ڪجن ٿا:

جي مون ڏيئين لک ڏڙ، ڏڙ ڏڙ لک سران،
سر سر لک مهان ٿيئن، مُهہ مُهہ لک چيان،

سڀي چيان تکيان، هڪڙيان لوان،
صفت تنهنجي راڇيا، تي هون ڪيئن ڪران

(بيت نمبر 72، ص:157)

يا پنهنجي هنڌ "وراڻ" جو هڪ پيو مثال هيٺين بيتن مان ملي ٿو:

حقيقي مون سيڻ، وسن سهر حقيق ۾،
ڳالهه چون حقيقيان، چون حقيقي ويڻ.
(بيت نمبر 25، ص: 133)

سفيفي مون سيڻ، وسن سهر سفاف ۾،
ڳالهه چون سفا فيان، چون سفافي ويڻ.
(بيت نمبر 26، ص: 133)

**چند وديا:**

چند وديا جي لفظي معنیٰ آهي هڪ شعري ويس، هڪ شاعريءَ جو ويس، هڪ شاعريءَ جو فن، هڪ شاعريءَ جي سٽا......

چند وديا شعر جوڙڻ يا ٺاهڻ جو علم آهي، جيڪو بر صغير پاڪ و هند ۾ قديم زماني کان مختلف ٻولين جي شاعريءَ ۾ رائج هو. هن سٽا کي هنديءَ ۾ شاعريءَ تي فني لحاظ کان "هندي پنگل" چئبو آهي، جيڪو سنسڪرت جي چند شاستر تي مبني آهي.

چند جا اصول هڪ حرفي ۽ ٻه حرفي ٿيندا آهن. چند وديا حرف جي اڪائي کي "ماترا" چيو ويندو آهي، مثلاً "ا" هڪ ماترا ۽ "آ" ۾ ٻه ماترائون آهن ماترا کي مت، مَتا، ڪل ۽ ڪلا به چوندا آهن.

"مطلب ته ماترائن يا ورنن جي ترتيب، گت (آهنگ) ۽ يت ياد شرام (وقفو)بجي اصولن کي جنهن تخليق ۾ قائم رکيو ويو هجي، اُن کي "چند" سڏيو ويندو آهي. چند ٻن نمونن جي ٿئي ٿي. 1. ماترائي چند 2. ورنڪ چند. هر مصرع ۾ 32 ماترائن تي مشتمل چند کي "عام چند" ۽ 32 ماترائن کان وڌيڪ مشتمل چن کي "دنڊڪ" چيو ويندو آهي" (8)

**ورن يا اکر:**

حرف جي لکيت واري شڪل کي ورن چوندا آهن. جيڪي ٻن قسمن جا آهن: (1) لگهه يا لگهو (2) گر يا گرو.

**(1) لگهه ، لگهو يا هرسو ورن:.**

هڪ واري لفظ کي لگهه ، لگهو يا هرسو ورن چوندا آهن. يعني هڪ

حرفي اصول کي "لگھ ماترا" چوندا آھن. لگھ ماترا لاءِ نشاني "^" استعمال ڪبي آھي. جيئن: ا، اِ، اُ يا ڪِ، ڪُ وغيره.

**(2) گر گرو يا ديرگھ ورن:.**

ٻٽي ماترا واري ورن کي گر، گرو يا ديرگھ ورن چوندا آھن يعني "گر ماترا" بہ حرفي اصول کي چوندا آھن. اُن جي نشاني "_" مقرر ڪئي وئي آھي. جيئن: آ_ اي_ او _ ڪا _ ڪي _ ڪو وغيره.

**ڏوھو:.**

قديم زماني ۾ سنڌي بيت لاءِ لفظ ڏوھو بہ مروج رھيو آھي. جيتوڻيڪ ان ۾ ٻن کان وڌيڪ سٽون آھن، تڏھن بہ ان کي ڏوھو چيو ويو آھي.

**دوھو:.**

ھيءُ ٻن سٽن وارو بيت آھي، ھن ۾ قافيو مصرعي جي آخر ۾ اچي ٿو. ھر مصرعي ۾ بہ چرن ٿين ۽ ماترائن جو تعداد 24 ٿئي ٿو. مطلب تہ دوھي ۾ چار چرن ۽ بہ مصرع ۽ 48 ماترائون ٿين. ماترائن جي تعداد جو نقشو ۽ ترتيب ھن طرح آھي:

11 13
X----------,-------------

11 13
X----------,-------------

ڏينھن لٿو، سنجھايئي اڳون آئي رات
24 ماترائون ^___ ^ ^ ________ ^___

ڪڙا پُڪاري پاٽلي، پيڙا ڪَپرَ واتِ. (بيت 74، ص: 158)
24 ماترائون

يا

ڪتر قدوري ڪافيا، ڪي ڪين پڙھيام
24^ ___ ^ ^ ________ ،^___ ^ ^ _____

سو ٿي پارڪو پيو، جنان ٿي پرين لڌوم. (بيت نمبر 3، ص: 132)
24 +^ ___ ^ ______ ^___ ،^___ ^ ________

**سورٺو:**

دوھي جي پدن کي ڦيرائي ابتو رکبو تہ، سورٺو ٿي پوندو يعني ھن ۾

ٻه ٻه سٽون ٿين ۽ هر سٽ ۾ ٻه پد _ چرن ٿين. قافيو هر هڪ سٽ جي وچ تي اچي ٿو، يعني پهريون ۽ ٽيون پد پاڻ ۾ هم قافيه ٿين پهرين ۽ ٽين پد ۾ 11 ۽ ٻي ۽ چوٿين پد ۾ 13 ماترائون ٿين.

13 11
،---------- X------------

13 11
،------------- X-------------

جوڳي جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، سندي پريان پيچري.

ڪڏهين پيري پور، ڪڏهين ڦڻ نه هيڪڙو،
ڪڏهين پريان جا پور، ڪڏهين سڪان سڏ ڪي.

**ٻڙو دوهو:**

ٻه سٽن واري هن بيت ۾ قافيو پهرئين ۽ چوٿين پَدُ ۾ ٿئي ٿو. پهرئين ۽ چوٿين پَدُ ۾ 11 ماترائون ۽ ٻئين ٽئين پد ۾ 13 ماترائون ٿين ٿيون.

سائر ڏيئي لت، اوچي نيچي ٻوڙيئي،
هيڪائي هيڪ ٿيو، ويئي سڀ ڇهت.
(قاضي قادن جي اڳ وارن ست بيتن مان هڪ)

13 11
،---------- X ------------

11 13
X-------------- ،------------

حقيقي مون سيڻ، وَسن سهر حقيق ۾،
ڳالهه چون حقيقيان، چَون حقيقتي ويڻ
(بيت نمبر26، ص: 133)

سفيفي مون سيڻ، وسن سهرسفاف ۾،
ڳالهه چَون سفافيان، چَون سفافي ويڻ.

(بيت نمبر 27، ص: 133)

**تونبيري / ٽڪوري دوهو:**

ھِن سٽي ھن بيت ۾ قافيو ھيٺين ٽئين پَد ۾ ٿئي ٿو. پھرئين ۽ چوٿين پَد ۾ 13 ماترائون ٿين جڏھن تہ ھيٺين ۽ ٽئين پَد ۾ 11 ماترائون ٿين ٿيون.

11 13
X ---------- ، -------------

13 11
، -------------- X -----------

سوني سرپ نہ لوڙيان، جي لوڙيان تان لک،
مُون تِنهان سندي لُک، جنهين مَستڪ متي ٻَلِڪ

(بيت نمبر 30، ص: 135)

نوٽ: ھن مقالي لاءِ ھيري ٺڪر جي ترتيب ڏنل "قاضي قادن جو ڪلام" تان مدد ورتي وئي آھي.


**حوالا:**

1. ملاح، مختيار، سنڌي ادب جي تاريخ جو جديد مطالعو، ڪراچي، ڪانياواڙ، اردو بازار، سال 2006ع، ص: 74.
2. سنڌي، ميمڻ عبدالمجيد، ڊاڪٽر، "بيتُ" (سٽا ۽ اڏسر)، شڪارپور، مھراڻ اڪيڊمي واڳنودر، جنوري 2002ع، ص: 120.
3. بيوس، تاجل پيش لفظ، قاضي قادن جو ڪلام، مرتب ھيرو ٺڪر، حيدرآباد، سنڌ تحقيقي بورڊ، مئي 1996ع، ص: 39.
4. ساڳيو.
5. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، "سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ"، ڄامشورو، پاڪستان اسٽڊي سينٽر، سنڌ يونيورسٽي، ٽيون ڇاپو سال 1990ع، ص: 459.
6. ملاح، مختيار، سنڌي ادب جي تاريخ جو جديد مطالعو، ڪراچي، ڪانياواڙ، اردو بازار، سال 2006ع، ص: 74.
7. ٺڪر، ھيرو، "قاضي قادن جو ڪلام، حيدرآباد، سنڌ تحقيقي بورڊ، مئي 1996ع، ص: 117 _ 116.
8. سنڌي، ميمڻ عبدالمجيد، ڊاڪٽر، "بيتُ" (سٽا ۽ اڏسر)، شڪارپور، مھراڻ اڪيڊمي واڳنودر، جنوري 2002ع، ص: 32.

ڊاڪٽر مهر خادم

# سنڌيءَ ۾ ٻارن لاءِ نثري ادب

# Prose Literature for Children in Sindhi

**Abstract:**

Children are a unique gift of God sent on the earth. The innocence of children attracts human soul. Education and entertainment are the basic rights of children's life that is why interesting stories, pleasant poems and moral lessons have been incorporated in their curriculum. But the curriculum concerned offers more knowledge and its small portion is allotted to the entertainment. The curriculum is not considered as children's literature. Children's literature focuses on all round development of children. It shapes their thoughts and enriches many dimensions of their personality. The present situation of Sindhi Literature is not up to the standard because writers don't generously contribute to this field. Previously Sindhi prose writers had done a great deal of work. Afterwards, they didn't give priority to it. Nowadays M. Phil's & Ph. Ds are done in this field. It would be a good omen that prose writers should produce children's literature which could educate and entertain them greatly.

ٻار قدرت جي أها نعمت آهي، جنهن جو انسان هميشه خواهش مند رهيو آهي. ٻارجي پيدائش ڪري ئي هن ڪائنات ۾ رنگ پريل آهن ۽ دنيا جو سلسلو قائم دائم ۽ اڳتي وڌندڙ آهي. ٻار آئندي جو اڏيندڙ آهي. ان لاءِ لازمي آهي ته، ان جي تعليم ۽ تربيت به بهتر انداز سان ٿيڻ گهرجي. ٻار جو ذهن آلي چيڪي مٽيءَ جهڙو هوندو آهي، هائي اهو ڪنير يعني ماءُ پيءُ تي ڇڏيل آهي ته، هُو ان مان ڪهڙيءَ طرح خوبصورت جوڙين ٿا.

ٻار جو ڄاڻ، پلائيءَ ۽ سٺي سوچ ڏانهن لاڙو 5 سالن جي عمر کان 16 سالن جي عمر تائين رهي ٿو ۽ اڪثر باقي سندس عمر ان جي ئي آڌار گذري ٿي. ان ڪري لازمي آهي ته، ان عمر ۾ ٻار کي تعليم ۽ تربيت به جاندار ملڻ گهرجي، جيڪو سندس حق آهي.

"ويهين صديءَ کي گهڻو ڪري ٻارن جي صدي ڪري ڪوٺيو ويندو آهي. هن دؤر ۾ جيترو نفسيات جي ماهرن ٻارن جي فطرت، ذهني ۽ جسماني نشونما انهن جي صحيح رهبري ڪرڻ وارن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙيو آهي، ان جو مثال اڳ ڪڏهن به ڪونہ مليو آهي". (1)

"روسو" چيو تہ: ٻار کي پنهنجي شخصيت ٿئي ٿي. ان جون پنهنجيون دلچسپيون ۽ شغل ٿين ٿا. سندس سادڙيون امنگون ۽ تانگهون ٿين ٿيون، جن کي هُو پورو ڪرڻ چاهي ٿو. پر هُو اهو ڪيئن ڪري؟ اهي سندس وڏا آهن، جيڪي ڪيس وات لائين ٿا". (2)

ٻارن جي پيدا ٿيڻ سان ئي، سندن ماءُ ان جي تعليم ۽ تربيت ڪرڻ شروع ڪري ٿي. ٻار جي کائڻ، پيئڻ، ان جي جسماني بناوت ۽ ٻاتا ٻاتا ٻول سيکارڻ جو سمورو بار ماءُ پاڻ تي کڻي ٿي. اهڙي طرح سان ٻار ڳالهائڻ جي شروعات ڪري ٿو: ٿورو سمجهہ پريو ٿيڻ کان پوءِ ان جي ذهني وسعت وڌائڻ لاءِ ماءُ، ناني، ڏاڏي وغيره ان کي لوليون ۽ آکاڻيون ٻڌائن ٿيون. ٻار دلچسپي سان انهن کي ٻڌي ذهن ۾ سانڍي ٿو.

ٻارن لاءِ ادب، اهو نثري ادب هجي يا شعري، ان جا مقصد ہ رهيا آهن، هڪ ٻارن ۾ اخلاقي قدر اڀارڻ تہ، جيئن اُهي اڳتي هلي معاشري ۾ صحتمند لاڙن جي پاسداري ڪري سگهن ۽ ٻيو ڄاڻ ۽ معلومات مهيا ڪرڻ تہ، جيئن سندن ذهني اوسر ٿي سگهي.

"سنڌيءَ ۾ پهريون ٻاراڻو ڪتاب "ٻابنامو" 1853ع ۾ ديوان ننديرام سيوهاڻيءَ جو لکيل آهي. ننديرام سيوهاڻيءَ جي لکيل هن ڪتاب ۾ هجي جو طريقو سيکاريل هو. ڪُل ٽيهن صفحن جي ان ڪتاب ۾ اٺ سبق ڏنل هئا". (3)

"ميران محمد شاهہ هنديءَ مان آکاڻيون چونڊي "مفيد الصبيان" 1861ع ۾ ڪتاب پڌرو ڪيو، جيڪو نج ٻارن لاءِ لکيل آکاڻين جو پهريون مجموعو هو". (4)

"منشي اڌارام جو طوطي نامو 1861ع ۾ شايع ٿيو، جيڪو اصل ۾ سنسڪرت تان ورتل هو، پر آڌارام فارسيءَ تان ترجمو ڪيو هو. ان ڪتاب ۾ الف ليليٰ جي طرز تي دلچسپ آکاڻيون ڏنل هيون". (5)

1890ع ۾ گرداس مل ڪرپالاڻيءَ مشهور هندي آکاڻين جي ڪتاب "بيتال پچيسي" جو ترجمو ڪري ڇپايو. 1890ع ۾ ئي احمد خان جلباڻيءَ، عزت

الله شيخ جي مشهور فارسي گرنٿ "گل بڪاولي" جو ترجمو ڪيو، حاجي امام بخش وري "چار درويش" (1890ع) ، "حاطم طائيءَ جو قصو" (1894ع) ۽ "الف ليليٰ" (1894ع) قصا ترجمو ڪري ڇپايا.

هاسارام ۽ سوپراج ڏاسوائيءَ دنيا ۾ جي مشهور سنسڪرت گرنٿ "پنجتنتر" جو ترجمو "سيا جو سينگار" (1894ع) نالي سان ڪيو. پنڊت نارائڻ سواميءَ جو "هتوپديش" جنهن ۾ به ساڳيءَ طرز تي آکاڻيون هيون، تنهن جو ترجمو جمتل نارومل ڪيو". (6)

"مرزا قليچ بيگ جو جرمن ناول Basket of Flower تان ترجمو ڪيل "گلن جي ٽوڪري" (1911ع) ۾ شايع ٿيو". (7)

ان ڪان سواءِ ٻيا ڪيترا ڪتاب ترجمو ٿي منظرعام تي آيا. ورهاڱي کان اڳ، جتي ٻارن لاءِ ترجمو ڪري ڪتاب شايع ڪرايا ويا، اُتي ڪجهه اديبن پنهنجا اصلوڪا ڪتاب به شايع ڪرايا.

مرزا قليچ بيگ "ٻارن جي وندر يا پروليون" 1922ع ۾ پڻ پڌرو ڪيو. ديوان ڪوڙيمل ٻارن لاءِ اصلوڪين آکاڻين جو ڪتاب "ٻاراڻيون آکاڻيون" 1891ع ۾ لکيو.

پرمانند ميوارام "دل بهار" (1912ع) نالي ڪتاب ڇهن ڀاڱن ۾ ۽ "گل ڦل" (1925ع) ٻن ڀاڱن ۾ لکيو، جنهن ۾ وڏن سان گڏ ٻارن جي لاءِ به وندرائيندڙ آکاڻيون ۽ ٽوٽڪا هئا. هنن ٻن ڪتابن ۾ ڏنل ننڍڙين رچنائن ۾ ڪي اخلاقي ته ڪي تعليمي ۽ تاريخي، ته ڪي وري سائنس سان تعلق رکندڙ آهن". (8)

ديوان ڪيولرام سلامتراءِ "گل" (1864ع) ۽ "سوکڙي" 1871ع ۾ لکيا (9)

ڏيئومل محبوباڻيءَ جو "اخلاقي تعليم" (1921ع)، لالچند امرڏنو مل جا سير سفر تي لکيل به ڪتاب "مسافريءَ جو مزو" (1915ع) ۽ "سير جو رنگ" (1915ع)، مرزا قليچ بيگ جو "ٻاراڻا گل ڦل" (1918ع)، ٺهلرام لوڪو مل پنوائيءَ جو "واندڪائي جي وندر" (1928ع)، ويرومل ملائيءَ جو "موجي آکاڻيون (1918ع)، نانڪ رام ڌرمداس جو "گل خوشي" (1932ع)، تولارام مينگهراج ٻالائيءَ جو "ڪرم چڪر" (1936ع)، وشنو شرما جو "سنڌ جو نوجي (1939ع)، پروفيسر نارائڻداس ڀمڀائيءَ جو "ٻارن لاءِ آکاڻيون" (1946ع) وغيره.

تنهن ڪانسواءِ ڀڳوان سڪراڻيءَ جو "لعل ھلي، چيلمل پرسرام جا" "سونو گڏھ" ۽ "شاھ جون ڪهاڻيون"، نارائڻداس ملڪاڻيءَ جو "ملڙي لات" وغيره. (10)

ٻارن جي ادب جي واڌ ويجهه لاءِ اڳ ۾ ٻارن جون جماعتون ۽ ٻاريون وغيره هونديون هيون، جن ذريعي هفتي پندرهين ڏينهن يا مهيني ۾ هڪ ڀيرو ٻار هڪٻئي سان ملندا هئا. ادبي بحث ۾ حصو وٺي پنهنجون لکتيون پڙهندا هئا. ميلا لڳرائيندا هئا، پر هن وقت انهن جو نالو به ٻڌڻ ۾ ڪونه ٿو اچي ۽ اُهي سرگرميون ختم ٿي چڪيون آهن.

"ورهاڱي بعد سنڌيءَ ۾ ٻارن جو ڪو رسالو ڪونه ڇپيو هو، تنهنڪري ان جي ضرورت محسوس ڪندي مقبول پٺي ۽ غلام مرتضيٰ پٺي ٻن ڀائرن حيدرآباد مان "گلستان" نالي سان هڪ ٻارن جو رسالو ڪڍيو، جو ڏاڍو مقبول ٿيو". (11)

ٻارن جو ٻيو نڪور رسالو "گل ڦل" 1959ع ڌاري سنڌي ادبي بورڊ پاران شايع ڪيو ويو، جيڪو اڄ تائين شايع ٿيندو رهي ٿو. شڪارپور مان شايع ٿيندڙ ٻارن لاءِ رسالو "گلڙا" به شايع ٿيندو رهي ٿو، جنهن ۾ ٻارن لاءِ نثر وڏيڪ شايع ٿيندو آهي.

ماهوار "اديون" (ڪراچي)، "روح رهاڻ"، "سوجهرو" وغيره ۾ به ٻارن لاءِ نثر شايع ٿيندو هو.

ورهاڱي کانپوءِ سنڌ جي روزاني سنڌي اخبارن "عبرت"، "مهراڻ"، "خادم وطن"، "نواءِ سنڌ"، "هلال پاڪستان"، "نواءِ انقلاب"، "آفتاب" وغيره ۾ به ٻارن لاءِ نثر شايع ٿيندو هو، جيڪو هن وقت بلڪل بند ٿي چڪو آهي، ورهاڱي کانپوءِ سنڌيءَ ۾ ٻارن لاءِ نثر، جن ادارن ڪتابي صورت ۾ شآيع ڪيو آهي، انهن ۾: گلشن ادب ٽنڊو محمد خان، آر. ايچ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد، امين ڪتاب گهر حيدرآباد، آرم اير فتح اينڊ برادرس، اداره گلستان حيدرآباد، ٻارن جي ٻاري بدين، انصاف ادب ٽنڊو الهيار، جيلاني پبليڪيشن بدين، گلزار سيريز حيدرآباد، آگر پبليڪيشن ايجنسي حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد (12).

هن وقت جيڪي ادارا سنڌيءَ ۾ ٻارن لاءِ نثر شايع ڪري رهيا آهن، انهن ۾ سنڌي ادبي بورڊ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو، سنڌي لئنگئيج

اثارٽي حيدرآباد، سنڌيڪا اڪيڊمي ۽ پوپٽ پبلشنگ هائوس خيرپور شامل آهن انهن ادارن کان سواءِ باقي مٿيان ادارا ته بند ٿي چڪا آهن يا وري انهن ٻارن لاءِ ادبي ڪتاب شايع ڪرڻ بند ڪري ڇڏيا آهن.

"1947ع کان 1973ع تائين ٻاراڻي ادب جا ڪل ڪتاب فقط 135 ڇپيا. 1973ع کان 1983ع تائين شايع ٿيندڙ ٻارن جي ڪتابن جو تعداد به ٽيهن کان مٿي ڪو نه ٿيندو". (13).

1983ع کان 2008ع تائين سنڌيءَ ۾ ٻارن لاءِ نثر جي ڪتابن جو تعداد 50 کان وڌيڪ نه آهي. سنڌيءَ ۾ ٻارن لاءِ شايع ٿيندڙ نثر جي ڪتابن جو تعداد جتي مايوس ڪندڙ آهي، اُتي ٻارن جي ادب تي تحقيق جو لاڙو وڌيو آهي، جيڪا اتساهه ڀري ڳالهه آهي.

هندستان ۾ "سنڌي ٻال ساهتيه" (ورهاڱي کان وٺي 1992ع) تائين) جي عنوان سان ڊاڪٽر هوندراج بلواڻي، بمبئي يونيورسٽي مان پي. ايچ ڊي. ڪئي آهي. سندس ٿيسز مارچ 2005ع ۾ شايع ٿي آهي. سنڌ ۾ به ٻارن جي ادب تي ايم. فل وغيره جو سلسلو هلي پيو آهي. مجموعي طور تي، سنڌيءَ ۾ ٻارن لاءِ نثري ادب جي شايع ٿيڻ واري رفتار انتهائي سست آهي، ٻارن لاءِ نثر تمام گهٽ لکجي رهيو آهي، جيڪا سنڌ جي ٻارن سان ناانصافيءَ برابر آهي.

**حوالا:**


1. جعفري خير النساء: چهه ماهي "سنڌي ادب"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، سنڌ يونيورسٽي، جلد 10 نمبر 1 ۽ 2 مئي 1988ع، ص 168.
2. ايضاً، ص 169.
3. بلواڻي هوندراج ڊاڪٽر: سنڌي ٻال ساهتيه، بمبئي پهريون ايڊيشن مارچ 2005ع، ص 45.
4. ايضاً، ص 46.
5. ايضاً، ص 46.
6. ايضاً، ص 46.

7. ايضاً. ص 46
8. ايضاً ص 47
9. ايضاً ص 48
10. ايضاً ص 48.
11. پير مظهر الحق (عرف ماما موجي): ماهوار نئين زندگي، جنوري 1968ع، ص 56.
12. سومرو ادل: ٽ ماهي مهراڻ/6، ڄامشورو، سنڌي ادبي بورڊ، 1984ع، ص 222 ۽ 223
13. ايضاً ص 224.

ابراهيم ڪرل

# موجوده دؤر ۾ افسانوي ادب جي اهميت

# Importance of Fiction in Present Age

**Abstract:**

In Sindhi fiction, stories, novels romances and quotations play a major role. Fiction is said to be a story which is a constructed part of the plot, where in the element of realism is under perspective.

The literary fiction is importing in a sense that different religious stories are narrated to uplift human morality. Be it Bible, Geeta, Quran and Guru Gumth. Even it is the most traditional genre of literature which reflects personal and private gatherings by stories and conversations.It has been a source of impacting education to the old and the young simultaneously. Story telling entertains interact for every segment of society.

In modern literature, even social politics and economic problems have been highlighted through the plot of fiction.

## افسانوي ادب:

لفظ افسانو انگريزي لفظ فڪشن جي پوري مفهوم ۽ معنيٰ کي پاڻ ۾ سمائي ٿو. جڏهن ته سنڌي ۽ اردوء جي مروج هيئيت ۾ (Short Story) کي به افسانو چيو ۽ لکيو وڃي ٿو. جيڪو سراسر غلط آهي ۽ موضوع کي سمجهڻ ۾ تضاد پيدا ڪري ٿو. ان ڪري فڪشن کي افسانو ۽ فڪشنل لٽريچر کي افسانوي ادب چوڻ صحيح ٿيندو.

"افسانوي هڪ ادب پارو آهي، جو ڪنهن به حڪايتي انداز ۾ لکيل ٿئي ٿو مگر خالص ڪنهن حقيقي روئداد تي مبني نه هوندو آهي. هڪ ناول يا ننڍي ڪهاڻيءَ کي افسانو چئجي ٿو" (1)

مطلب ته افسانو هڪ اهڙو حڪايتي ليکُ آهي جنهن ۾ حقيقت کان هٽي ڪري ڳالهيون پيش ڪيون وڃن ٿيون يا ان جا ڪردار فرضي ٿين ٿا.
"افسانو اهڙو ادب پارو آهي جنهن کي حقيقي زندگيءَ ۾ ڪو به سچو مفهوم ناهي". (2)

افسانو هڪ اهم تخليقي ادب آهي جنهن ۾ ظاهري طرح فرضي ڳالهيون ٿين ٿيون جيڪي ڪن صداقتن تي دارو مدار ضرور رکن ٿيون، جنهن ڪي پڙهي زندگي جي گذاريل واقعن، حادثن کي ڏسي سگهجي ٿو. ان کان علاوه، خواهشن، اميدن، محبتن، لذتن، آسائشن، محروميين مجبورين، ارمانن، حاصلات، نقصانن، پڇتائن، ناڪامين جا اولڙا پڻ پسي سگهجن ٿا ۽ انساني سياء، اخلاقي قدرن، انساني حقن، تمدن جي ماهيت، معاشري جي سنوار، ظلم ۽ ڏاڍ خلاف بغاوت، انساني آزادي جهڙن موضوعن کي پڻ پاڻ ۾ سمائي اسان آڏو اهڙو وايو منڊل جوڙي ٿو جيڪو حقيقي ۽ فطري پڻ ڀاسي ٿو. لفظ افسانو مان مقصد يا مطلب مختصر افسانو يا مختصر ڪهاڻي به ورتو وڃي ٿو جيڪو اسان جي ٻولي ۽ ادب ۾ عام جام واهپي ۾ ملي ٿو. افسانو وسيع معنيٰ وارو لفظ آهي جنهن ۾ هاڻوڪين جديد صنفن ناول ۽مختصر ڪهاڻيءَ ڪانسواءِ اڳين دؤر جا رومانوي قصا، ڳاهون، ساديون ۽ ترڪيبي آکاڻيون ۽ حڪايتي نظم به اچي وڃن ٿا. افسانوي ادب ۾ ناول ۽ مختصر ڪهاڻي جي مطالعي کي شامل ڪيو ويو آهي. اوائلي افسانو آکاڻين تي مشتمل هوندو هو جيڪو هڪ نسل کان ٻئي نسل تائين روايتي طور هلندو اچي ٿو.

قديم افساني جون ڪيترين ئي جدا جدا قسمن جون صنفون رائج هيون جنهن ۾ پراڻي صنف (Tale) جنهن کي آکاڻي به چئجي ٿو هن ۾ هڪ فرضي يا خيالي قصو بيان ڪيو ويندو هو جنهن ۾ اصلاحي پهلو نمايان هوندو هو. اڄ به يورپ جي ملڪن ۾ Tale اسٽيج ذريعي عام ماڻهن تائين پهچايو وڃي ٿو. ۽ مقبول ترين صنف طور سڃاتو وڃي ٿو. تنهن کان علاوه تمثيل طور قصن کي بيان ڪرڻ جو رواج پيو ۽ بعد ۾ حقيقتءِ تمثيل کي ملائي پيش ڪيو ويو، رومانوي قصن ۽ داستانن کي پيش ڪرڻ جو رواج پيو. مغرب توڙي مشرق ۾ انهن رومانوي داستانن ۽ قصن کي نظم توڙي نثر ۾ پيش ڪيو ويو ۽ ان کان علاوه Opera (اسٽيج) تي پڻ ناٽڪ جي انداز ۾ پيش ڪيو ويو جنهن ۾ وچ تي نظم (شعر) پڻ ڏنا ويا.

### افسانوي ادب جي اهميت جو پس منظر:

حقيقت هيءَ آهي ته افسانوي ادب کان سواءِ ٻيو اهڙو ادب مؤثر ڪونهي جيڪو ٻارن کان ويندي ٻڍڙن تائين دلچسپيءَ جو سبب بڻيو هجي. ان جي اهميت جو اندازو ان مان به لڳائي سگهجي ٿو ته انسان جي مذهبي پيد پاؤ، سياء

۽ تاريخ ۾ به ان جو وڏو عمل دخل رهيو آهي. ويدن کان ويندي پڳ وت گيتا تائين انجيل کان ويندي قرآن مجيد تائين افسانوي ادب جون جهلڪيون اسان کي نظر اچن ٿيون پنج تنتر. طوطي جون آکاڻيون، قصص الانبياء وغيره اهڙيون ڪهاڻيون آهن جيڪي معاشري جي اصلاح مذهبي ۽ سماجي طور ڪن ٿيون. انسانن جي وهم، گمان ۽ يقين واري صورت اختيار ڪرڻ انهن جي عملي زندگي تي پڻ اثر انداز ٿين ٿيون.

اوائلي قصن، ڪهاڻين، روايتن، حڪايتن، لوڪ ڏاهپ جي ڳالهين ۾ اهڙيون شيون بيان ٿيل هيون جن کي سامهون رکي موجوده دؤر جي سائنسدانن نيون ايجادون ڪيون. اڏام کٽولي کي نظر ۾ رکي هوائي جهاز جهڙي ايجاد سامهون آئي. حضرت موسيٰ عليہ السلام جي لٺ جي معجزن بلائن کي ختم ڪرڻ" پاڻيء کي پري ڪري رستي ٺاهڻ جهڙين علامتن جو ذڪر انساني سماج ۾ تبديلي آڻڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. ان کان علاوه چنڊ تي پهچڻ مريخ جو مشاهدو ڪرڻ پڻ پکين جا کنپ هٿي اڏامن واري ان لوڪ ڪٿا جي ڪردار جي عڪاسي ڪري ٿو.

"پراڻي زماني ۾ جانورن جون آکاڻيون، اڄ جي دؤر ۾ سائنسي فلمن ۾ تبديل ٿي رهيون آهن. تهذيب ۽ تمدن جي ترقيء سان گڏ هوريان هوريان انسانن جي دلچسپي مافوق الفطرت عنصرن مان گهٽجي وئي ۽ رومانوي قصا ۽ ڪهاڻيون وجود ۾ آئيا قديم يونان کان وٺي موجوده ٻوليء ۾ اهڙا قصا، لوڪ ڪهاڻيون، واقعا، مذهبي، سياسي ۽ معاشي روايتون ۽ حادثا بيان ٿيل ملن ٿا، جن کي موجوده ذهن شايد قبول نہ ڪري، اهڙن قصن ۽ ڪهاڻين کي "ڏند ڪٿائون" چيو ويندو آهي". (3)

ان کانپوء علم ۽ فن جي ڪمال ۽ ترقيء جو دؤر شروع ٿيو. هن دؤر ۾ انساني زندگيء جي هر شعبي ۾ نون خيالن، نون نظرين جي آڌار تي زندگي جي هر شعبي جو گهرائيء سان مطالعو ڪيو ويو. جنهن سبب سائنس ۽ فلسفي جون ايجادون ۽ نيون حقيقتون نروار ٿيون. فڪشن ۾، جدت جو رواج پيو. جنهن جون صنفون، ناول ۽ مختصر ڪهاڻي عوام ۾ مقبول ٿيون. جن ۾ سماجي زندگيء جي تلخ حقيقتن ۽ انسان جي مادري ۽ روحاني مسئلن جي اپٽار ڪيل آهي.

**افسانوي ادب ۾ ڪهاڻي:**

روايتي سنڌي افساني ۾ سڀ کان پهرين "ڪهاڻي" ۽ ان کانپوءِ ڳالهه کي قديم صنفون تسليم ڪيو ويو آهي.

"ڪهاڻيون آڳاٽي دؤر ۾ اسريون ۽ ڪافي آڳاٽي وقت کان رائج ٿيون، اول جن شخصن تي جيڪي ٿي گذريو سو انهن پنهنجن ساٿين سان بيان ڪيو. پوءِ سورمن جا ڪارناما وڏڙن ننڍن کي ٻڌايا ۽ انهن وري پنهنجي اولاد کي ٻڌايا. وقت سبب حڪايتن جو رنگ حقيقت تي پوندو ويو تان جو حقيقي ڪشالا ۽ ڪارناما، قصا ۽ ڪهاڻيون بڻجي ويا." (4)

لوڪ ڪهاڻيون تاريخي طور وڏي اهميت واريون آهن ڇاڪاڻ ته اهي عوامي زبان ۽ ذهن ۾ هميشه زنده آهن ۽ سينه به سيني هلنديون آهن، جيئن سنڌي لوڪ ادب ۾ دودي چنيسر، مارئي، مومل، ليلا، سسئي وغيره جا ڪردار ۽ سندس قصا هميشه لاءِ امر ۽ مثالي آهن. انهن اڳتي هلي ڪهاڻيءَ جو روپ ورتو ۽ موجوده دور تائين جديد ڪهاڻيءَ ۾ پڻ اهڙو بيان ٿيندو اچي ٿو.

"ڪهاڻيءَ ۾ هڪ مرڪزي خيال موجود هجي جيڪو جنبش ۾ آڻي يا تاثر ڇڏي ۽ مڪيه ڳالهه اها ته ان ۾ ڪجهه به غير ضروري نه هجي، اهو فن جو هڪ ڳڻ ڳوت ڪيل حصو هجي، ڪهاڻي صرف واقعو، تصوير، خيال جذبو يا عڪس آهي، ڪهاڻي جي فن جو اصول آهي گهٽ ۾ گهٽ لفظن وسيلي گهڻي ۾ گهڻو ڪجهه چوڻ". (5)

ڪهاڻي ڪنهن به هڪ واقعي، حادثي ۽ خيال جي عڪاسي ڪري ٿي جنهن جا فني لوازمات ٿين ٿا جن ۾ پلاٽ، رٿا بندي، گفتگوءِ، ڪردار مڪالمه نگاري ۽ ڪلائيمڪس ٿئي ٿو انهيءَ سڄي جوڙ جڪ کي پاڻ ۾ سمائي هڪ مڪمل ڪهاڻي سماج آڏو اچي ٿي.

"مختصر افسانو يا ڪهاڻي خاص ٽيڪنڪ رکن ٿا جنهن ۾ ڪنهن خاص واقعي، تاثر، ڪردار ۽ پلاٽ کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪيو وڃي ٿو، افساني جي زمين تنگ آهي جنهن ڪري هو هميشه طوالت ۽ وضاحت کان پرهيز ڪري ٿو". (6)

ڪا به ننڍي رچنا جنهن جي آڌار تي زندگي جي هڪڙي رخ هڪڙي پل، هڪڙي وارتا، حادثي، واقعي جو پر اثر بيان ڪيو وڃي ٿو جنهن ۾ مڙئي جزا

موجود ملن ٿا. پلاٽ، رٿا بندي، ڪردار نگاري، مڪالمه نگاري، ٻولي، نقطه نظر ڪلائمڪس وغيره هجي ان کي ڪهاڻي سڏجي ٿو.

## جديد افساني (ڪهاڻي) جي مختصر تاريخ:

ڪهاڻي يا افسانو بنيادي طرح آکاڻي ئي آهي جنهن کي موجوده دؤر ۾ مختصر ڪهاڻي سڏيو وڃي ٿو. جنهن جا مغرب ۾ روح روان ليو ٽالسٽاءِ، گوگول، چيخوف، بالزڪ ۽ موپاسان آهن. جن ۾ فارم ٽيڪنڪ يا هيئيت جي حوالي سان تجربا ڪري ڪهاڻيءَ کي اوج تي پهچايو تو ڙي جو هتن پنهنجي ڌرتيءَ جي مسئلن کي ان ۾ نروار ڪيو پر انساني سماج ڌرتين جا محتاج نه ٿيندا آهن انساني مسئلا، ڏک تڪليفون، بک جنسيت ـ اخلاقي قدر تقريبن سڀي انسان ذات سان تعلق رکن ٿا ۽ انهن جو حل به ساڳي طريقي سان ٿئي ٿو. دنيا ۾ ٿيندڙ نظرين جي اٿل پٿل، مارڪسزم، ڪميونزم، سوشلزم اهڙا نظريا ٿي اڀريا جن سماجن تي اثر وڌا ۽ ماڻهن نظرين جي عينڪ پائي سماجن کي ڏٺو ۽ ان ۾ موجود مسئلن کي حل ڪرڻ جا رستا پڻ ٻڌايا.

1853ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي صورتخطي نهي (الف ب) جنهن کي رائج ڪرڻ سان هڪ ته نصابي پورائي لاءِ ڪوششون تيز ٿيون، انهن ڪوششن ۾ مغربي تو ڙي برصغير جي ملڪن مان چونڊ ادبي ترجما ڪيا ويا جيڪي وقت جي ضرورت هئا. انگريزي، روسيءَ سان گڏ هندي، بنگالي ۽ اردو ٻولين مان پڻ ترجما ڪيا ويا. سنڌي جديد ڪهاڻي جيڪا آزادي کان اڳ پنهنجو وجود رکي چڪي هئي جنهن ۾ خاص ڪري تمام ٿورا نالا امر لعل هنگوراڻي، عثمان علي انصاري، مرزا نادر بيگ، آسانند ممتورا اچي وڃن ٿا، جن جديد ڪهاڻيءَ جي حوالي سان شروعاتي ڪهاڻيون لکيون جن ۾ ٿوري وٿيءَ ڪانپوءِ شيخ اياز به شامل ٿي ويو. هي اهو زمانو هو جنهن ۾ موضوعاتي حوالي سان، تعليم، ونڊر، سکيا، سماجي برايون ۽ عيبن جي نشاندهي ڪئي وئي. ان کان علاوه ڏيتي ليتي، گهريلو مسئلا، رنڙ، شراب جو استعمال، چوري لڄي، منافقي وغيره جو ذڪر پڻ ڪهاڻين ۾ ڪيو ويو ۽ محبت کي پڻ موضوع بڻايو ويو. ان بعد نصيحت، عشق ۽ سماجي قدرن کي انسان جي نفسيات سان ملائي پيش ڪيو ويو. هن ئي دؤر ۾ خاص ڪري هندي، بنگالي ۽ اردو ٻولين مان ترجمو ڪري ڪهاڻيون ڇپايون ويون جنهن ڪري سنڌ جي اديبن کي ڪهاڻيءَ جي موضوعن، ٽيڪنڪ ۽ مسئلن جي خبر پئي. اهڙي طرح 1925ع کان 1940ع وارو دؤر خاص

ڪري ترجمي واري دؤر جي حوالي سان مشهور رهيو. جنهن ۾ خاص ڪري هندي ۽ بنگالي ٻولين مان ڪهاڻي ترجمو ٿي. جنهن ۾ ڪرشن چندر، پريم چند، ٽئگور، سعادت حسين منٽو وغيره اچي وڃن ٿا. ورهاڱي واري دؤر کان تقريبن 1950ع تائين سنڌي ڪهاڻي هندو اديبن جي لڏي وڃڻ سبب لوڏن ۾ آئي. جنهن بعد جديد سنڌي ڪهاڻيڪارن جمال ابڙو، غلام رباني آگرو، حفيظ شيخ نئين رنگ ۽ ڍنگ سان ڪهاڻيون لکيون. سياسي اٿل پٿل ۽ ملڪ ۾ ون يونٽ جي سنگهر سبب قومن ۽ قومي مقصديت واري ادب جنم ورتو. سنڌي ٻوليءَ کي تعليمي ادارن مان نيڪاليءَ واري فيصلي پڻ سنڌي ادب ۾ سنڌيت واري مقصد کي پليٽ فارم مهيا ڪيو. شاگردن جي تحريڪ سان گڏ سنڌ جي اديبن، رشيد ڀٽي، تنوير عباسي، رسول بخش پليجو، آغا سليم، امر جليل، طارق اشرف، غلام رباني آگري، مقبول ڀٽي، نسيم کرل، غلام نبي مغل، مهتاب محبوب، ثميره زرين، جيجي زينت چنه، حميد سنڌي ۽ ٻين نه صرف قلمي ساٿ ڏنو پر ادب جي اشاعت لاءِ ماهوار سهڻي ۽ روح رهاڻ جي اجراءَ اهڙي ادب کي چيچڻ ۾ هٿي ڏني. جنهن سبب ادبي رسالن ۾ اديبن کي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا. اهڙين موضوعن تي ڪهاڻيون لکندڙ اديبن ۾ سوڀوگيانچندائي جي ڪهاڻي "نيٺ بهار ايندو"، تنوير عباسيءَ جي "لوئي" رسول بخش پليجو جي "وڏيو هنئين نه ويهه"، نسيم کرل جون ڪهاڻيون "مساوات" ۽ "آٿت" عبدالحق عالماڻي جي حيدرآباد تي لکيل ڪهاڻي آغا سليم ۽ امر جليل پڻ ڀرپور ڪهاڻيون لکيون. امر جليل جي مشهور ڪهاڻي "جڏهن مان نه هوندس" ايوب جي آمريت واري دؤر ۾ هلندڙ تحريڪ جي پس منظر ۾ لکيل شاندار ڪهاڻي آهي. ان کان علاوه عبدالجبار جوڻيجي جي ڪهاڻي "ون يونٽ" ارباب سنڌي جي ڪهاڻي "ماءُ"، مائڪ جي ڪهاڻي "شاهه، هٽڪڙيون ۽ وارنٽ"، شمشير الحيدري جي ڪهاڻي "پورس جا هاٿي" جڏهن ته آغا سليم هن دؤر جي حوالي سان "اونداهي ڌرتي روشن هٿ" ناول لکي افسانوي ادب ۾ قومي مقصديت واري لاڙي کي اجاگر ڪيو. ون يونٽ واري زماني ۾ سراج جا ناول "پڙاڏو سو سڏ" "مرڻ مون سين آءُ" علي بابا جو ناول "موهن جو دڙو" قومي جاڳرتا جي حوالي سان اهم ليکيا وڃن ٿا.

سنڌي افساني ۾ جيڪي نوان رجحان يا لاڙا آيا آهن تنهن مان ڪجهه جو جائزو هيٺ پيش ڪجي ٿو.

(1) قوم پرستيءَ وارو لاڙو

(2) سماجي حقيقت نگاريءَ وارو لاڙو

(3) مقاميت نگاريءَ جو لاڙو
(4) نفسياتي لاڙو
(5) جنسي حقيقت نگاريءَ جو لاڙو
(6) بين الاقواميت جو لاڙو
(7) مذهبي انتها پسنديءَ وارو لاڙو
(8) رومانيت وارو لاڙو
(9) طنز مزاح وارو لاڙو

**افسانوي ادب ۾ حقيقت نگاريءَ وارو لاڙو:**

چيخوف ۽ موپاسان مغربي ڪهاڻيڪار اهڙا آهن جن ڪهاڻيءَ جي دنيا ۾ انقلاب آندو. چيخوف جي ڪهاڻين ۾ نفسياتي مسئلن سان گڏ ٻولي جي گهرائي ۽ شاعرائي رمزيت وارو عنصر ملي ٿو. هن شاعرائي علامت نگاري وسيلي ڪهاڻيءَ کي عروج تي پهچايو جڏهن ته موپاسان وري حقيقي زندگي جي روپ کي ڪهاڻي جي قالب ۾ لاٿو. سندس موضوع حقيقي زندگي مان کنيل آهن جيڪي جيئري انسان جي سماجي مسئلن ۽ حقيقت سان تعلق رکن ٿا. سنڌ ۾ جمال ابڙو ۽ نسيم کرل حقيقت پسنديءَ واري لاڙي کان گهڻو متاثر ٿيا. جڏهن ته ٻولي ۽ شاعرائي نثر واري حوالي سان آغا سليم اثر قبول ڪيو. نجم عباسي، عبدالحق عالماڻي، رسول بخش پليجو، قومي ڌارا واري ادب کي سرجڻ ۾ اهم مقام رکن ٿا. گهڻي ڪان گهڻو ادب سوشل (سماجي) ڌارا واري روپ ۾ لکيو ويو. جنهن ۾ عام ماڻهن جي معاشي زندگي. روز مره پيش ايندڙ واقعن، حادثن، ڪيفيتن، علامتن، احساس ۽ جذبن جي عڪاسي ڪئي وئي اخلاقي، قدر، معاشي اڻ برابري، حق تلفي، فرض جي ڪوتاهي اهڙا پاسا هئا جن کي سڌارڻ ۽ انهن مسئلن جي نشاندهي ڪرڻ سنڌي ڪهاڻيءَ جو موضوع رهيا.

"سنڌي ادب ۾ موجوده دؤر کي افساني يا ڪهاڻي جو دؤر سڏجي ته غلط ڪونه ٿيندو. ورهاڱي ڪانپوءِ افسانو نه صرف ٻين صنفن کان وڌيڪ لکيو ويو پر ان ۾ حقيقت نگاري سنڌي ماحول جي عڪاسي ۽ سنڌ جي مسئلن جي اپٽار اڳي کان وڌيڪ اثرائتي نموني ٿيل آهي." (7)

1955ع کان 1970ع تائين سنڌي ڪهاڻي تي ون يونٽ نهڻ واري عرصي ۾ ان جو اثر پيو هن دؤر کي اسان حقيقت پسندي جو دؤر چئي سگهون ٿا. جو ان ۾ سماج جي ثقافت جا مختلف دؤر ظاهر ٿيا. هن دؤر ۾ امر جليل جي

ڪهاڻي "سرد لاش جو سفر" مذهبي فرقہ بندي ۽ منافرت جي حوالي سان شاهڪار ڪهاڻي آهي، نسيم کرل جي ڪهاڻي "ڪافر" مذهبي ڪٽر پڻي جي موضوع تي لکيل ڪهاڻي آهي. عبدالحق عالماڻي پڻ "بري هن پنيور ۾" مذهبي تضادن کي چهيو آهي. حقيقت پسندي واري لاڙي کي خير النساء جعفري نور الهديٰ شاهه ۽ مانڪ خاص ڪري جنسي حقيقت پسندي کي پنهنجو موضوع بڻايو جنهن ۾"حويلي، جا راز" پاروٿو گوشت، "شريف زادي" ان کان علاوه نسيم کرل جي ڪهاڻي "ڪرنٽ" (ڇهاء) غلام نبي مغل جي "ريشمي وار" اهڙيون ڪهاڻيون هيون جن جنسي حقيقت پسندي واري لاڙي جي ترجماني ڪئي.

سماجي پهلوء ۾ اخلاقي قدر، ثقافت، نيڪي بدي، سماجي قدر، ريتون رسمون، سڱا بندي، ننڍي عمر جي شادي، پيار پرٿو، ڪارو ڪاري، حق بخشرائڻ رتبا، سماجي اڻبرابري، ڪامورڪي سوچ، پوليس، وڏيرا، جاگيردار، غربت، معيار، علم، جهالت، سهوليت، پسماندگي، جنم شين گيپ، ڏاڍائي، قتل، غارت، غيرت، غلبو، وڏائي، مذهبي اذيتون، ذهين انتشار، ڪرفت، جنسي ڏاڍاي، دماغي خلل، مذهبي رواداري، حب الوطني، سماجي اڻبرابري، اهڙا سوين مسئلا آهن جن تي ڪهاڻيڪارن کي لکڻو پوي ٿو ۽ ان موضوع سان نباهه ڪرڻ ٿو پوي تڏهن ئي وڃي سماجي ڪارج کي لاڀائتو بڻائڻو پوي ٿو.

## موجوده دؤر ۾ افسانوي ادب جي اهميت:

افسانوي ادب جي اهميت شروع ڪان وٺي اڄ تائين ان ڪري بہ رهي آهي تہ هي ادب عام ماڻهن جي جذبن، امنگن، مسئلن جو ترجمان رهيو آهي ان سان گڏ وقت، حالتن، تحريڪن جو محور ۽ مرڪز پڻ رهيو آهي. هن ادب جي ذريعي ننڍن، نوجوانن، ٻڍڙن تائين مسئلن، مونجهارن، ڏکن غمن، سکن، خوشين، انيڪ وارتائن جي تصوير ڪشي ڪري پهچائي وڃي ٿي. اسان جون نانيون، ڏاڏيون، امڙيون، پينر پنهنجن ڏوهٽن، پوٽن، پٽن ۽ ڀائٽن کي اهڙو ادب ٻڌائي (آکاڻيون، ڪهاڻيون وندر سان گڏ سبق بہ ڏينديون آيون آهن حق ۽ سچ جي سڃاڻپ، بدي ۽ برائي جي پرک ڪرائينديون آيون آهن، اخلاقي گڻ سيکارينديون رهيون آهن، ظلم سان مهاڏو اٽڪائڻ، وڏن جي عزت ڪرڻ، سچ جي ڳولا، حق جو نعرو بلند ڪرڻ ڪوڙ جي منهن ۾ ڊوڙ وجهڻ، بهادري، سورهياڻپ، وطن، سان محبت جو درس ڏينديون رهيون آهن، تنهن بعد ڌارين جي غلامي، لٽ مار،

مذهبي انا پرستي، اڇوت، ڪولهي، برهمڻ، وڏ، ننڍائي جي تضادن تي پڻ افسانوي ادب ۾ مواد مليو.

ويجهڙائپ واري دؤر ۾ پاڪستان ٺهڻ وقت ۽ قومي نظريي، مذهبي رجعت پرستي، توهم پرستي، قوم پرستي، وطن پرستي وارن لاڙن افسانوي ادب ۾ پير پاتو. پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ ڪي قدر لڏ پلاڻ ۽ هجرت جي موضوع افسانوي ادب کي سگهه ڏني، جنهن بعد "ون يونٽ" جي قانون اديبن ۽ ليکڪن کي مواد فراهم ڪيو جنهن ۾ ٻوليءَ کي بچائڻ واري مهم ۽ سنڌين جي مقصديت واري لاڙي جنم ورتو. هن دؤر ۾ ناٽڪ منڊلين جشن لطيف پروگرامن، سياسي جلسن، اسٽيج وسيلي پڻ جاڳرتا پيدا ڪئي وئي. شيخ اياز جي ناٽڪن، "دودو سومرو" تنوير عباسي جي "ٻوليءَ لاءِ لکيل گيت"، نياز همايونيءَ جي شاعري، 4 مارچ شاگردن جي جدوجهد ۽ ڌرتيءَ کي رت جي پيتا اهڙا عمل هئا جن سنڌ جي نئين تاريخ لکي. تنهن بعد وري جمهوريت تي لڳل راتاهو. هڪ آمر اچي هنيو جنهن ۾ هڪ چونڊيل وزير اعظم کي ڦاهي ڏني وئي. ايم. آر.ڊي تحريڪ هلي جنهن جا اثر پڻ سنڌي ادب تي پيا. سنڌي افساني ۽ ڪهاڻيءَ ۾ ان جو ذڪر ٿيو موجوده دؤر ۾ شوڪت شورو، رفيق سورمو، رحمت الله ماڃوٺي، حفيظ ڪنير، رسول ميمڻ، رزاق سهتو، محمد علي پٺاڻ، حمدي سنڌي، شبنم گل، تهمينه مفتي، عبيد راشدي، منظور جوکيو، احسان دانش، شبانا سنڌي، جهان آرا سومرو، مظهر ابڙو، ممتاز بخاري، ڊاڪٽر اعجاز سمون، محمد هاشم حامي، طارق قريشي، ضراب حيدر، ذوالفقار ڪانڌڙو، محمد صديق مڱيو، ج ع منگهاڻي، فاطمه لغاري، امر لغاري، انور ابڙو، فرزانه شاهين ۽ ٻيا ڪهاڻيڪار ڪهاڻيون لکي رهيا آهن سندن ڪهاڻين ۾ موجوده دؤر جي مسئلن، نفسياتي مسئلن، تحريڪن، سنڌ جي وجود تي ٿيل وارن. نظامن خاص ڪري ٻٽي نظام، شهري آبادي وارن مسئلن، ٻهراڙي جي موضوعن تي لکيو وڃي ٿو، ان سان گڏ ڪاروڪاري، قبيلائي جهيڙن وڍيرن ۽ ڀوتارن جي اثر، پوليس جي ٻي واجبين، مذهبي مسئلن هيٺين طبقي جي استحصال، گهٽ ذات وارن سان زيادتن، اعليٰ سوسائٽي ۾ پيدا ٿيندڙ مسئلن، عورت جي مسئلن، پيار پرڻي، ڪورٽ مئريج، پيار ۾ ناڪامي، رشتن ۾ ڏار، اليڪٽرانڪ ميڊيا خاص ڪري موبائيل فون جي پوندڙ اثرن، مثبت ۽ منفي ٻنهي پهلوئن کي افساني ۽ ڪهاڻيءَ ۾ بيان ڪيو وڃي ٿو. افساني/ ڪهاڻيءَ جتي موضوع نواڻ آندي آهي اتي فارميٽ هئيت ۾ پڻ نواڻ آندي آهي. ڪهاڻي

مان مختصر ڪهاڻي، رپوتار، ڪالم ڪهاڻي، تاثراتي ڪهاڻي ڪان ڦري تمام ننڍڙي ڪهاڻي جنهن ڪي هڪ جملي يا هڪ سٽ ۾ بيان ڪيو ٿو وڃي، يا وري روز ڪهاڻيءَ ۾ ٻن ٽن جملن ۾ احساساتي ڪهاڻي بيان ڪئي وڃي ٿي. جيڪو اصل ڪهاڻي يا افساني واري صنف ڪي يعني نثري لکڻي جي هن صنف ڪي هاڃو رسائڻ جي برابر آهي. ان ڪان حقيقي ڪردار، پلاٽ، منظر نگاري، مڪالمہ نگاري، ٻولي، جهڙا عنصر ڪسيا وڃن ان ڪي ٻنا عضون جي هلايو وڃي، خلائن تائين پهچايو وڃي سندس وجود ئي ختم ڪيو وڃي.

## اڄوڪي دؤر ۾ ڪهاڻيءَ جي اهميت:

انساني من جي گهرائي ڪان وني هن وسيع دنيا جا سمورا ڪارناما ڪهاڻيءَ جي زمري ۾ اچي وڃن ٿا. ڪهاڻيءَ ۾ حقيقي زندگيءَ تي وڏيڪ زور ڏنو ويندو آهي. ڇو تہ ان ۾ زندگيءَ جي ننڍين ۽ معمولي ڳالهين ۽ حقيقتن جو اظهار بہ تمام چٽائي ۽ صفائيءَ سان ڪيو ويندو آهي. ڪهاڻي خاص ڪري ٻن رخن ۽ ڏيکن ۾ ڪم ڪري ٿي. هڪ آهي. انسان جو ٻاهريون ڏيک جنهن ڪي خارجي سڏيو وڃي ٿو ۽ ٻيو آهي انسان جو اندريون ڏيک جنهن ڪي داخلي سڏيو وڃي ٿو.

ٽيڪنڪ جي لحاظ ڪان وري ڪهاڻي ٻن ادبي پهلوئن (روين) جي پيٽ ۾ وجود ۾ اچي ٿي، هڪ سماجي پهلو ۽ ٻيو آهي شخصي پهلو. سماجي پهلوءَ ۾ سماجي تبديلين، روين لاڙن، اٿل پٿل ريتن، رسمن، اهنجن، ايذائن، خوشين، فڪرن ۽ ذڪرن جو ذڪر ڪيو ويندو آهي. شخصي پهلوءَ ۾ وري انسان جي اندر جي ذاتي ڇڪ ڌاهہ اٿل پٿل، ريتن، رسمن، اهنجن، ايذائن، خوشين، فڪرن ۽ ذڪرن جو ذڪر ڪيو ويندو آهي. شخصي پهلوءَ ۾ وري انسان جي اندر جي ذاتي ڇڪ ڌاهہ اٿل پٿل، ذهني لاڙن، اندروني ڪيفيتن، ذهني خلفشارن، نفسيات وغيره جو ذڪر ڪيو ويندو آهي. ڪهاڻي پنهنجو پاڻ ڪي ڳولهڻ جي تمنا آهي. جيڪي ڪجهہ اسين آهيون، انهيءَ جي عڪس تي زور ڏني ٿي، ڪهاڻيءَ ۾ زندگي آهي ان ڪري هي زندگيءَ جي وڏيڪ ويجهو آهي. ڪهاڻيءَ ۾ ڪهاڻيڪار زندگيءَ جو ڇيد ڪري ان جي مکيہ مسئلن تي روشني وجهي ٿو.

نوجوانن لاءِ پڻ اهڙن موضوعن ڪي اهميت جوڳو سمجهيو وڃي ٿو جنهن ۾ جستجو، جاڳوڙ، علم حاصل ڪرڻ جو شوق زندگي ڪي ڪامياب بنائڻ وارا نڪتا، پيار محبت، انساني لڳاءُ، سائنس، سير و سياحت، رنگينون، مطلب

تہ هر عمر جي انسان لاءِ هر قسم جا موضوع سنڌي افسانوي ادب يا ڪهاڻيءَ ۾ موجود آهن. خاص ڪري 1991ع کانپوءِ سنڌي ڪهاڻيءَ لاءِ جڏهن عبدالقادر جوڻيجو صاحب هڪ رايو ڏنو هو تہ اردو ڪهاڻي منٽو جي گهٽي شراب پيئڻ سبب خودڪشي ڪري چڏي ۽ سنڌي ڪهاڻي کي گولي لڳي. جنهن جو اشارو هن نسيم کرل ڏانهن ڪيو هو تہ نسيم کرل کي گولي لڳڻ کانپوءِ عظيم ڪهاڻيءَ کي گولي لڳي وئي. ان بحث ۽ بيان کانپوءِ سنڌي ڪهاڻيءَ کي جيئارڻ، اڳتي وٺي اچڻ ۽ نئين دنيا سان برميچڻ لاءِ سنڌي اديبن، ڪهاڻيڪارن ۾ هڪ نئون تحرڪ ۽ اتساهہ پيدا ٿيو. جنهن جي ڪري ڪهاڻيءَ کي سٺي مچتا ملي. ادبي رسالن ۾ سنڌي ڪهاڻي جي موضوع، فن، تاريخ ۽ جديد نظرين تي بحث ٿيا. ڪهاڻي نمبر ڪڍيا ويا. نوجوانن جي ڪهاڻين تي رايا ۽ تبصرا ڇپرايا ويا.

جنهن ڪري سنڌي ڪهاڻيڪارن ۽ ڪهاڻيڪارائن جي هڪ نئين کيپ تيار ٿيڻ سان گڏ پراڻن لکندڙن ۾ پڻ اتساهہ پيدا ٿيو. ڪهاڻيءَ جي حوالي سان تازي ٿيل تحقيق موجب سنڌ ۾ 2000ع کان 2016ع جي شروعاتي مهيني تائين ڪهاڻيڪارن جو تعداد 350 جي لڳ ڀڳ آهي. اهو اندازو ڪتابن کي ڏسي لڳايو ويو آهي. راقم جي خيال ۾ ڪيترائي اهڙا ڪهاڻيڪار سنڌ ۾ موجود آهن جن جا ڪتاب شايع ٿيل ڪونهن تنهن ڪري انهيءَ سروي کي نظر ۾ رکندي اهو تعداد 400 تائين پهچي سگهي ٿو.

## 2000ع کانپوءِ ڇپيل ڪجهہ سنڌي ڪهاڻي ڪتابن جو تفصيل :

سرد هوائون (فاروق سولنگي)، سرد خاني ۾ رکيل خواب (مظهر ابڙو)، پون نڪتل ماڻهو (ظفر لغاري)، ڏنڊ ۾ گم ٿيل منظر (زيب سنڌي)، سونو ڏند (رسول ميمڻ)، وجود جي ڳولا (فرزانہ شاهين)، مان ڪائنات آهيان (اخلاق انصاري)، ٽٽل، ڊٺل ڊهندڙ پاڇولا (مشتاق شورو)، خيال خوشبو ستارا (منظور جوکيو)، اک ڇنڀ ۾ ڦهلاءُ (امير بخاري)، دنيا جا عظيم افسانا (ترجمو) (رشيد پٽي)، ڪهاڻيون (انور (انور ڪليم)، رشتن جو رقص (رينا شاهاڻي)، درياءَ جي هن پار (ابراهيم کرل)، منزل کان اورتي (منل چانڊيو)، چنڊ پيرن هيٺ (غلام عباس ڪوريجو)، حليمان (رسول ميمڻ)، پکي (صديق منگيو)، تحفو (حسن علي هڪڙو)، پاڻيءَ تي پهرو (راشد موراڻي)، اندرا (امر جليل)، دل جي دري (پرويز)، فونو (رسول ميمڻ)، بيس بوڪ (ڊاڪٽر منظور قادر)، درد جو انگاس (انور شيخ)، سانول جا سور (اقبال بلوچ)، ڪريل گهڙيل (رحمت الله ماڃوٺي)، اڻپورا

وجود (ممتاز لوهار)، سپنن جو انت (رضوان گل)، ڪپيل نڪ (عباس سارنگ)، در کليو ئي رهيو (امين ارباب)، اڏار (قربان جتوئي)، احساس جا رنگ (فاطمه پرڳڙي)، مان سنڌ گهمڻ نه ويندس (عبدالواحد سومرو)، انگن جي راند (هوش محمد ڀٽي)، فرشتن جي دنيا (شهاب سومرو)، جڏهن مان چوهٺ جو هوندس (ممتاز مهر)، فراق جي منزل (منظور ڪوهيار)، نه وڃڻ جو پڇتاءُ (يوسف سنڌي)، دائريءَ ۾ رکيل گلاب (منصور پرڙو)، وارياسا وجود (نصير ڪنبر)، بند ٿي ويل دروازو (ذوالفقار ڪانڌڙو)، ڏکيو ڏيهه سندر سپنا (آزاد جتوئي)، خوابن جي خودشي (شگفته جبين)، قيديءَ جي عيد (ستار پيرزادو)، اڪيلو ماڻهو (جمن احمداڻي)، برسات ڪانپوءِ (اختر حفيظ)، تيٽ نه ڀڃندي (آفتاب ميمڻ)، تڏهن ملنداسين (موتي مل "ڪنول" ڪوهستاني)، روپ بهروپ (ممتاز بخاري)، تصوير جو درد (عنايت لغاري)، وارڊ نمبر ڇهون (اسلم خواجه)، هٽ جي وڃي (وهاب سهتو) ان کان علاوه تقريباً 250 سنڌي ڪهاڻيڪار مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ ڪهاڻي ڇپرائي رهيا آهن ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ڪهاڻيڪارن جو تعداد سنڌ ۾ 400 جي لڳ ڀڳ آهي.

## اخذ ڪيل نتيجا

- افسانوي ادب هڪ ئي وقت ٻارن، نوجوانن ۽ پڪين جو پسنديده موضوع رهيو آهي.
- افسانوي ادب وسيلي، پاڪ ڪتابن، صحيفن ۾ پڻ قصن ۽ آکاڻين ذريعي مسئلن کي سمجهائيو ويو آهي.
- عام ماڻهن جي سورهيائي، بهادري، عام رواجي ڪارنامن جو ذڪر پڻ افسانوي ادب ۾ ڪيو ويو.
- سماجي، سائنسي، معاشي ترقيءَ جون راهون افسانوي ادب جي بدولت روشن ٿيون.
- افسانوي ادب ۾ فڪري تحريڪن جي پرچار لاءِ گنجائش موجود آهي.
- سوشلزم، ڪميونزم، مارڪسوادي، پرولتاري، ٻڌمت، جين مت، جمهوريت، آمريت جهڙن نظرين کي افسانوي ادب ۾ بيان ڪيو ويو ۽ ان جي فائدن ۽ نقصان تي پڻ بحث ٿيو.

- ادب ۾ حقيقت نگاري، جنسيت نگاري، رومانوي پهلو، بک بدحالي، وطن دوستي، ثقافتي قدر ۽ بين الاقوامي سطح تي افسانوي ادب ۾ اظهاريو ويو.
- افسانوي ادب جي ڪري، سماجي، معاشي، اقتصادي، سياسي مسئلا ادب ۾ زير بحث آيا ۽ انهن کي بيان ڪرڻ لاءِ وات کُلي.

**حوالا:**


1. عرسائي، شمس الدين: "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر" ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1982ع، ص 08.
2. عرسائي، شمس الدين: "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر" ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1982ع، ص 09.
3. ملاح، مختيار احمد: "سنڌي ڪهاڻيءَ جي مختصر تاريخ" ڪراچي، ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومتِ سنڌ، 2015ع، ص 32.
4. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، "ڳاهن سان ڳالهيون" (سنڌي لوڪ ڪهاڻيون) جلد 7، ڄامشورو، سنڌي ادبي بورڊ، 1982ع، ص 02.
5. شورو، شوڪت حسين: ڪينجهر، تحقيقي جرنل، ڄامشورو، سنڌ يونيورسٽي، 2004ع، ص 117.
6. راز، عبدالرزاق شيخ: نئين زندگي، "مختصر افسانې جو فني جائزو"، ڄامشورو، سنڌي ادبي بورڊ، 1968ع ص 38.
7. فهميده حسين، ڊاڪٽر: "سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ عورت جو روپ"، ڄامشورو، سنڌي ادبي بورڊ، مهراڻ، 1993ع، ص 70.

حسين مسرت

# سنڌي ادب تي لکيل تاريخن جو تنقيدي جائزو

## The Critical Analysis Of History Of Sindhi Literature

**ABSTRACT:**

The history of Sindhi Literature has been compiled keeping political backdrop in mind. Drafts of Sindhi literature have been extracted from one another's write-up and progressed in same manner, therefore, it emerged similar in the chain of history.
First of all Muhammad Siddique Memon wrote the history of Sindhi Literature. Here, the start of literature history is shown from Arab period, somewhere religious stuff is also written.

The literature is written under inclination of officials wherein influential interest is served. The research on topic keeps immense vacuum. The area of research in Sindhi literature is too wide. There are many sides of Sindhi literature. There is also gap of start and evolution of Sindhi Language, and occuring changes. Literary history is linked with politics and officials. The Government language has also affected Sindhi language and literature from Arab period.

تاريخ قومن جي سڃاڻپ جو اهم دستاويز هجي ٿي. تاريخ سياسي هجي يا ادبي هجي انهي جو پاڻ ۾ لاڳاپو ضرور هجي ٿو. سنڌ جي سياسي ۽ سماجي تاريخ به سنڌي ادب سان سلهاڙيل آهي. ۽ وري سماج تي اثر انداز به ٿيندي آهي سنڌي ادب جي تاريخ پهريون پيرو محمد صديق ميمڻ جي هٿان سهيڙي ويئي. يقيناً محمد صديق ميمڻ صاحب جنهن وقت ان تي ڪم جي شروعات ڪئي ان وقت انهن جي سامهون ڪو به مڪمل دستاويز موجود نه هو.

محمد صديق ميمڻ صاحب جڻ ته سنڌ جي ادبي تاريخ لکڻ لاءِ پيڙهه جو پٿر رکيو سنڌ جي ادبي تاريخ جي باري ۾ محمد صديق ميمڻ صاحب پنهنجي ڪتاب جي مهاڳ ۾ لکي ٿو ته:

"منهنجي هن ڪوشش مان اهو انومان نه ڪيڻ گهرجي ته برٽش حڪومت کان اڳ سموري سنڌي تحقيق هن ڪتاب ۾ سمائجي وئي آهي، جاڪاڻ ته

مونکي خاطري آهي ته کيتريون سنڌي تصنيفون ڇپيل خواه :ستخط صورت ۾ سنڌ ۾ موجود آهن، جي مونکي دستياب نہ ٿيون آهن." (1)

محقق پاران: پنهنجي تحقيق جو اقرار بہ آهي تہ وري اڳتي هلي هو ادب سان چاهہ رکندڙن کي مخاطب ٿيندي چوي ٿو تہ گهربل مواد جي فراهمي کان پوءِ ان کي ٻئي جلد ۾ شامل بہ ڪيو ويندو. محمد صديق ميمڻ پنهنجي تحقيقي ڪم جي ابتدا ۾ علم ادب جو تعارف پيش ڪيو آهي، ۽ اها ڳالهہ واضح ڪندو هلي تہ سنڌ ۾ ادب عربن جي دور کان اڳاٽو موجود هو پر اهو محفوظ ڪيل نہ هو.

"سنڌي ٻولي جي قدامت ۽ ماهيت تي بہ بحث ڪيل آهي. ميمڻ صاحب عربن جي سنڌ تي حڪومت واري دور ۾ سنڌي ٻولي تي عربي جي اثر جو بہ ذڪر ڪيو آهي. حاڪمن جي ٻولي سرڪاري ٻولي بڻجي تہ سنڌي شاعرن ان ٻولي کي اظهار جو ذريعو بڻايو. ابو عفا نالي هڪڙي سنڌ جي شاعر جا عربي شعر خود عربستان جي شاعرن بہ ساراهيا آهن. سنڌ جي عالمن جا لکيل ڪي عربي ڪتاب اڄ تائين مصر جي جامعہ الاظهر يونيورسٽي ۾ درسي ڪتابن طور پڙهايا وڃن ٿا. اهو عربي تصانيف جو ذوق ۽ چاهہ مسلمان عالمن ۾ انگريز سرڪار جي حڪومت تائين بہ موجود هو." (2).

حاڪمن جي ٻولي جو ثقافتي ٻولي تي اثر ۽ سنڌي ٻولي جي قدامت تي بہ هن تحقيق ۾ بحث ڪيل آهي.

سنڌي صورتخطي جي ٺهڻ ۽ ان ۾ آندل سڌارن جو بہ ذڪر ڪيو اٿس.

"جڏهن سنہ 1888ع ۾ جيڪب صاحب سنڌ جو ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر مقرر ٿي آيو تہ سنڌ ان صاحب جهڙو اسڪول جي تعليم کي سڌاريو ۽ وڌايو تهڙو عربي، سنڌي صورتخطي کي سڌاريائين" (3).

"سن 1915ع ۾ ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر صاحب بهادر سنڌ جي زير صدارت حيدآباد جي ٽريننگ ڪاليج ۾ پڙهيل ماڻهن جي ڪاميٽي مقرر ٿي جنهن ۾ خاص طرح ڪم ڪندڙ خان بهادر مرزا قليچ بيگ صاحب مرحوم هو. انهي ڪميٽي لفظن جي وڏي ياداشت تيار ڪئي. جي جدا جدا نمونن ۾ يا غلط نمونن ۾ پيا لکندا هئا. انهن لفظن جون درست صورت واريون ياداشتون اخبار تعليم ۾مئي سن 1915ع ۾ ۽ جون سن 1915ع ڇپايون ويون هيون". (4)

هن وقت تحقيق ۾ سنڌي زبان جا ابتدائي مسئلا ۽ صورتخطي جي عروج ٿيڻ وارا مرحلا سلسليوار بيان ڪيل آهن. سنڌي سياسي دورن جو مختصر طور

تي ذڪر ۽ ان دور جي شعر جو احوال پڻ ڏنل آهي. هن تحقيق ۾ سڀ کان پهرين قاضي قاضن جو ذڪر آهي. ميمڻ صاحب قاضي قاضن جي تاريخي، شاهه عبدالڪريم بلڙي واري، شاهه لطيف ۽ سماج جي تاريخ جو بنيادي پٿر ٿو سمجهي. ان کانپوءِ شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جو ذڪر ڪيو اٿس.

"شاهه صاحب جي ڪلام تي مثنوي شريف جو اثر آهي." (5)

ميمڻ صاحب پنهنجي ان بيان کان مثالن سان ثابت به ڪيو آهي ته مثنوي جي شعرن کي شاهه عبدالڪريم ڪيتري خوبي سان سنڌي ۾ منتقل ڪيو آهي. ابوالحسن کي سنڌي علم وادب جو بنياد وجهندڙ چوي ٿو. مخدوم ضياءالدين کان صوفي شاهه عنايت ۽ خواجه محمد زمان تائين شاعرن جو تفصيل سان ذڪر ڪيو اٿس. آخوند عزيزالله کي سنڌي جو پهريون نثر نويس ڪوٺيو اٿس. پر ان ڳالهه جي وضاحت به ڪندو ٿو هلي ته اهو نثر عربي جو ترجمو آهي.

سنڌي ادبي تاريخ جي پاڳي ٻئي ۾ پهرين دور تي سرسري نظر وڌي ويئي آهي. پهريون دور 1521ع کان 1843ع تائين لکيل آهي. ٻئي پاڳي ۾ وڌيڪ تفصيل بيان ڪيل آهن. 1843ع کان پوءِ سنڌي زبان جي صورتخطي جو ٺهڻ ۽ ان ڏس ۾ به سرڪاري ڪميٽيون ٺهڻ جو ذڪر ڪيل آهي.

هن پاڳي ۾ ميمڻ صاحب نهايت تفصيل سان ان وقت به تعليمي نصابي ڪتابن تي ڪيل ڪم جا تفصيل ڏنا آهن. درسي ڪتابن ۾ استعمال ٿيندڙ لفظن اصطلاحن جو به ذڪر ڪيو اٿس ته وري انهن ڪتابن جي لسٽ به هن تحقيق ۾ شامل آهن. جيڪي انگريز سرڪار جي آشيرواد سان ڇپرايون ويون. نصابي ڪتابن لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظن جو به ذڪر ڪيو اٿس. جاگرافي لاءِ سنساري نروار جو لفظ ڪتب آندل آهي. ميمڻ صاحب جي ٻولي تمام سادي ۽ سهڻي آهي، پيو ته تحقيق به انگريزن جي دور جي هر تبديلي ۽ ادب لاءِ ڪيل قدمن ۽ ڪوششن کي ڏاڍي تفصيلي پيرائي ۾ بيان ڪندو ٿو اچي. ديوان اڌارام ٿانورداس ميرچنداڻي ۽ ديوان شوقيرام آڏواڻي 1822ع جي تصنيفات جو به تفصيلي ذڪر موجود آهي ٻارن لاءِ لکجندڙ ابتدائي ڪتابن جو تفصيل به هن تحقيق ۾ شامل آهي.

هن تحقيق ۾ نثر نگار توڙي شاعرن جي ڪم جو تفصيلي جائزو پيش ڪيل آهي. هر ليکڪ جو تعارف ۽ پوءِ ان جي لکيل يا ترجمو ڪيل ڪتابن جو تعارف تمام تفصيل سان بيان ڪيل آهي. قديم قصن جو بيان پيرائيتي نموني ۾ ڪيل آهي.

ٻولي جي سونهن ۽ علم عروض جي قائدا قانونن جي بہ اپٽار ڪيل آهي. هن تحقيق ۾ 37 ليکڪن جي ڪم جو جائزو ۽ تفصيل پيش ڪيل آهي. تحقيق ڪندڙ شين کي پنهنجي نقطئہ نظر سان ڏسندا آهن ۽ پنهنجي سوچ جي حساب سان پيش ڪندا آهن. "سنڌي ادب جي تاريخ" ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جي 1993ع ۾ ڇپجي ظاهر ٿي.

ان کان اڳ سنڌي تاريخ جي حوالي سان ڪتاب ڇپيا جن جو ذڪر عبدالمجيد صاحب پنهنجي ڪتاب جي مهاڳ ۾ ڪري ٿو، "زماني ۾ منصوره جي هڪ عالم اتر سنڌ جي هڪ هندو راجا جي چوڻ تي قرآن شريف جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيو ۽ سنڌي زبان ۾ اسلامي تعليم متعلق هڪ نظم لکيو. يعني سڀ کان پهرين قرآن شريف جو ترجمو سنڌي زبان ۾ ٿيو. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ ان وقت ۾ سنڌي زبان جون اهڙيون خوبيون ۽ خصوصيتون موجود هيون جو علمي ۽ ادبي مقصدن لاءِ استعمال ٿي سگهي ٿي". (6)

سومرا دور جو سياسي ۽ ادبي احوال بہ هن ڪتاب ۾ شامل آهي، سمہ، سومرا، ارغون، ڪلهوڙا، ٽالپر، انگريز هر سياسي دور جو سلسليوار بيان ڏنو ويو آهي. ادب جي صنفن جو ذڪر بہ تفصيلي ڪيل اهي. بيت جي مشهور شاعرن مان شاهہ عنايت رضوي، مخدوم سليمان، شاهہ عبداللطيف، مدن ڀڳت، جلال ڪٽي جي شاعري جي باري ۾ تفصيل ڏنا ويا آهن. وائي، ڪافي، مدحيہ شاعري، غزل جو ذڪر بہ مختلف دورن جي حساب سان ڪيل آهي. هڪ ڳالهہ تي حيرت ٿي ٿئي تہ، ميمڻ صاحب تاريخ لکندي ادب کي مذهبن ۾ ڇو ٿو ورهائي، هڪ مضمون جو عنوان آهي، هندو شاعر.

"سنڌي شاعري جي تاريخ" جي سلسلي ۾ جيڪي ڪتاب ڇپيا آهن، انهن مان هي ڪتاب قابل ذڪر آهن. تذڪره لطفي، ( لطف الله بدوي) تذڪره شعراءِ ٺٽو، تذڪره شعرا هالا، تذڪره شعراءِ سکر، ٻيلاين جا ٻول (ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ)، جوتيون جواهرن جون وغيره، سنڌي نثر جي تاريخ بابت جيڪي ڪتاب ڇپيا آهن انهن مان هي ڪتاب اهم آهن. ڊاڪٽر غلام علي الانا جو ڪتاب "سنڌي نثر جي تاريخ" منگهارام ملڪاڻي جو سنڌي نثر جي تاريخ ۽ محمد اسماعيل عرسائي جو "چارمقالا" (7)

ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي پنهنجي مهاڳ ۾ سيني ڪتابن جو تذڪرو ڪيو آهي ۽ انهن مان استفادي جي ڳالهہ بہ ڪري ٿو. هي ڪتاب انن بابت تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ سياسي دورن جي حساب سان ادب کي ورهايو ويو آهي.

شروعات ۾ اوائلي دور جو احوال ڏنل آهي، عرب دور کان ابتدا ڪيل آهي. سياسي صورتحال، علمي حالت جو ذڪر ڪندي اهو ذڪر ٿو ڪري تہ :
"سنڌي زبان لکي ۽ پڙهي ويندي هئي ۽ سنڌي شعر موجود هو. هڪ عربي ڪتاب ۾ آيو آهي تہ منصوره جي حاڪم عبدالله بن عمر هباري جي هن کان اڳ فقط ڪلهوڙن جي دور ۾ هڪ هندو شعر مدن ڀٽ جو نالو مليو آهي. هن دور ۾ بہ شاعرن جا نالا ملن ٿا جن مان سامي ويدانيت کان متاثر آهي ۽ دلپت ويدانيت سان گڏ تصوف جو اثر بہ قبول ڪيو آهي".(8)

ميمڻ صاحب اڳتي صوفي دلپتراءِ جو ذڪر ڪري ٿو:
تحقيق طلب ڳالهہ آهي تہ ڇا واقعي ڪلهوڙا دور ۽ ان کان پهرين واري دور ۾ هندو شاعر موجود تہ نہ هئا. يا وري ڪنهن مخصوص سوچ يا اثر جي ڪري هندو شاعرن جي ڪم کي نظر انداز ڪيو ويو آهي. فصل ۾ سنڌي شعر، صوفيانہ شاعري جي عنوان هيٺ ڪجهہ شاعرن جو تعارف ڏنو ويو آهي. هن فصل ۾ گهڻو ڪري ڪافي گو شاعرن جي فن تي روشني وڌل آهي. ائين محسوس ٿئي ٿو تہ ڄڻ سنڌي شعر جو مطلب صوفيانو ڪلام آهي ۽ صوفيانو ڪلام صرف ڪافي وسيلي ئي پيش ڪري سگهجي ٿو.
لوڪ ادب ۽ لوڪ شاعرن کي فصل چوٿين ۾ "عوامي شاعري" (ميمڻ 93، ص 199) فاضل شاهہ جو "ميزان الشعر" آهي. جيڪو 1875ع ۾ شايع ٿيو. ان ۾ علم عروض جا اصول ۽ قاعده بيان ٿيل آهن ان کان پوءِ انشا سنڌي شايع ٿيو. "1871ع ۾ آخوند عبدالرحيم وفا عباسي جو مرتب ڪيل عمر مارئي، جو قصو ڇپيو جنهن جي مهاڳ ۾ سنڌي شاعرن تي تنقيدي نظر وڌل آهي. انهي ڪتاب کي اسين پهريون تحقيقي ڪتاب چونداسين ۽ ان جي مهاڳ کي پهريون تنقيدي ليکڪ چونداسون". (9)
ان بيان مطابق سنڌي زبان تي تحقيقي ۽ تنقيدي ابتدا 1875ع ۾ ٿي هئي ساڳئي مضمون ۾ اڳتي هلي ميمڻ صاحب لکي ٿو تہ "جديد تقاضائن موجب پهريون تنقيدي ڪتاب آهي. "سنڌي شعر جي ڪسوٽي" جيڪو 1946ع ۾ ڇپيو. هن ۾ بہ جدا جدا مضمون آهن." (10)
انهن سڀني بيانن جو تضاد وجهندڙن جي ذهنن ۾ مونجهارو ٿو پيدا ڪري باب ائين ۾ موجوده دور جي عنوان هيٺ مضمون آهي.
فصل نائون ۾ نثر نويسن جو ذڪر آهي ۽ فصل ڏهين ۾ افسانو، ناول ۽ ڊرامي جي باري ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. انگريزن جي سنڌ تي قبضي ڪانپوءِ

جيڪي ادب ۾ تبديليون آيون آهن انهن کي ٽن دورن ۾ ورهايو ويو آهي، شروعاتي دور جي باري ۾ ميمڻ صاحب لکي ٿو ته: "هن دور ۾ سنڌي اديبن سماج جي اصلاح جو مقصد سامهون رکي لکڻ شروع ڪيو." (11)

وچون دور پهرين مهاڀاري جنگ کانپوءِ ۽ ٽيون دور ٻي مهاڀاري جنگ کانپوءِ جي حالتن کي نظر ۾ رکندي بيان ڪري ٿو. انهن جنگين جي ڪري ادب تي جيڪي اثر ٿيا انهن جو ذڪر ڪري ٿو. فصل ٻارهين ۾ مضمون تنقيد و تحقيق جي باري ۾ تفصيلي مضمون شامل آهي. ميمڻ صاحب مضمون جي ابتدا تي سنڌي اخبار نويسي کي ابتدا سان ٿو سلهاڙي ۽ تنقيد ۽ تحقيق جي باري ۾ چوي ٿو ته "اصولي تنقيد جو پهريون ڪتاب جي سري هيٺ آندل آهي ۽ ڪجهه شاعرن جو احوال ڏنل آهي ته وري "منهنجي شاعري" ۽ عروضي شاعري کي الڳ الڳ فصلن ۾ ورهايو ويو آهي.

فصل ائين ۾ جديد شاعري جي عنوان هيٺ صرف چند شاعرن جو ذڪر ڪيل آهي. ۽ ابتدا ۾ ڪنهن به وقت يا سال جي باري ۾ ٻڌايل نه آهي ته محقق جي مطابق عروضي شاعري جي ابتدا ڪنهن سان آهي. "عروضي شاعري ۾ پهريون موڙ آڻيندڙ شمس الدين بلبل مرحوم آهي جنهن پنهنجي شاعري کان پيغام جو ڪم ورتو هن صاحب سماج جي اوڻاين تي تنقيد ڪئي ۽ طنز و مزاح جي ذريعي معاشرتي برايون بيان ڪيون." (12)

اڳتي هلي محمد هاشم مخلص ۽ پوءِ ڪشنچند بيوس جو ذڪر ڪندي فصل مڪمل ٿو ڪري اتي پڙهندڙن کي جديد شاعري جو اهو فصل اڻ پورو ٿو محسوس ٿئي 1947ع کان پوءِ جي حالتن جي ادب تي اثرن تي روشني وڌي وئي آهي. ان کان پوءِ هر صنف تي الڳ الڳ مختصر نوٽ لکيل آهن، نظم، بيت، حمد نعت رومانوي داستان ۽ لوڪ ادب جي ڪجهه صنفن جو ذڪر ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ عروضي شاعري جو احوال به آهي. ڪجهه شاعرن جو احوال به آهي ته ان ۾ ورې افسانوي ادب ۽ ناول تي الڳ الڳ مضمون به لکيل آهن. مجموعي طرح سان هي معلوماتي ڪتاب آهي پيو تحقيق ڪندڙن لاءِ ٿورو مونجهارو ٿو پيدا ڪري ڇو ته معلومات ۾ تسلسل نه آهي، ۽ ترتيب نظر نٿي اچي. "سنڌي ادب جي تاريخ" لعل سنگهه اجواڻي انگريزي ۾ لکيو هو ته جنهن کي هيرو شوڪاڻي سنڌي ۾ ترجمو ڪيو آهي.

"محمد صديق ميمڻ پهريون عالم هو. جنهن سنڌي ٻولي ۾ سنڌ جي ادبي تاريخ لکي آهي. پر هي ڪتاب ٻين کان ٻنهه نرالو آهي البت مون انهن ٻنهي ڪتابن مان خاص طور تي ننڍن شاعرن نسبت چڱي چوکي مدد ورتي آهي. پر

نقطئہ نظر انهن بابت منهنجي پنهنجي آهي ان هوندي بہ مان ہنهي ليکڪن جو ٿورائتو آهيان." (13)

اجواڻي صاحب ڪتاب جي ابتدا ۾ ٻئي پنهنجي معلوماتي ذريعن جو ذڪر ڪيو آهي. پر هن تحقيق جي سٽاءُ ترتيب ٻين لکيل تاريخن کان منفرد آهي. هي ڪتاب تحقيقي هجڻ کان وڌيڪ "پيار جو پورهيو" ٿو لڳي. پنهنجي زبان، پنهنجو ادب ساهتيہ سان دلي قرب جو اظهار ٿو محسوس ٿئي. ڪتاب جي ابتدا ۾ سنڌ جي جاگرافيائي بيهڪ ڪي بيان ڪيو ويو آهي، جيئن تہ هي ڪتاب اصل انگريزي ۾ لکيل آهي تہ آهي ماڻهو جن جو واسطو سنڌ سان نہ اهي ٻين ملڪن ٻين زبانن سان واسطو رکن ٿا. انهن جي ذهنن ۾ سنڌ جو نقشو ۽ جاگرافيائي بيهڪ چڱي نموني واضح ٿي وڃي.

"آڳاٽي سمي ۾ سنڌ گهڻو وڏو پرانت هو. وچ ايشيا سان ٻڻ سنڌين جا سامونڊي ۽ واپاري لاڳاپا هئا. اڄ بہ سنٽريل ملڪن ۾ سنڌ ورڪين جون واپاريون ڪوٺيون آهن." (14)

سنڌ جي جاگرافيائي بيهڪ ان جي قدامت جنهن وقت پڙهندڙن تي واضح ٿئي ٿي تہ ان جي ادب جي اهميت ۽ ان ۾ دلچسپي بہ وڌندي ٿي محسوس ٿئي. اجواڻي صاحب مختلف قومن جي سنڌ ۾ اچڻ، مختلف مذهبن جي سنڌ ۾ اچڻ جو بہ ذڪر ڪيو آهي.

"سنڌ جي گهوڙن، گائن، ململ، ايران جي سائيرس اعظم 557-530 عيسوي سن کان اڳ توڙي سندس جان نشين دارا ڪي موهيو هو. جن 512ع ۾ سنڌ کي پنهنجي سامراجيہ ۾ ملائي ڇڏيو. سنڌ هر سال 360 اشرفيون ڏيندي هئي. ۽ ايران سامراجيہ کي ايڏو ڏن ڪو بہ تابع زد ملڪ ڪو نہ ڀريندو هو". (15)

سڪندر جي اچڻ، موريہ خاندان جي حڪومت ۽ ٻڌ ڌرم جي سنڌ ۾ اچڻ جو ذڪر بہ اجواڻي صاحب ڪيو آهي، يوناني ۽ گپت جي اثر رسوخ جو ذڪر بہ ڪيو اٿس. اجواڻي صاحب سنڌ تي عربن جي حڪومت ۽ ڪاهہ جو سبب حڪمرانن جو ڪانئر هجڻ ۽ غدار هجڻ بيان ڪيو آهي، سنڌ جي سياسي دورن کي مختصر پر جامع بيان ڪيو اٿس. انگريزن جي اچڻ تائين پهرين باب جي دور ۾ ذڪر ڪيو اٿس. ان کان پوءِ سنڌي ڀاشا ۽ ان جي اصليت ۽ قدامت تي بحث ڪيل آهي. اجواڻي صاحب ڊاڪٽر ٽرمپ، سرگريئرس ڊاڪٽر عمر دائود پوٽي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سيني تحقيق جا حوالا ڏنا آهن. ڀيرومل مهرچند آڏواڻي جي تحقيق تي بہ نظر اٿس. ان ۾ اجواڻي صاحب لکي ٿو تہ:

"ان ڪري سنڌي ٻاشا جي بڻ بنياد بابت گهڻي سُڌ ڪا ڪانهي، اها سڀ کان پراڻي سنسڪرت، پرا ڪرت ٻاشائن مان هڪ آهي، پر ان ڪري فارسي زبانن مان گهڻو ڪجهه ڪنيو آهي جو ان جو انهن لوڪن سان تعلق يا ڏي وٺ رهي آهي." (16)

باب ٽين ۾ سنڌي ساهتيہ جا سرچشمہ جي عنوان هيٺ، سنڌي ادب جي موضوعن تي بحث ڪيل آهي. ادب سماج سان سلهاڙيل هجي ٿو. ۽ سماجي تبديليون ادب جتي بہ اثر انداز ٿينديون رهنديون آهن. اجواڻي صاحب ابتدا ۾ ادب جو اهم سرچشمو مذهب کي قرار ڏنو آهي ۽ اهو بيان ڪري ٿو تہ:

"گهڻي ڀاڱي سنڌي ساهتيہ جو سرچشمو ڌرم آهي يا مذهب يا لوڪ ڪٿائون. سنڌي مسلمان هجي يا هندو ڌرم-مذهب جي معاملي ۾ تعصبي يا ڪٽر نہ آهي.سنڌي لوڪ بنا ڪنهن خاص ڪرم ڪاند جي سنتن ۽ پيرن جي پوڄا ڪن ٿا. جنهن کي انڌو وسواش بہ سڏي سگهجي ٿو". (17)

ڏٺو وڃي تہ اجواڻي صاحب جي اها راء ڪنهن حد تائين ٺيڪ آهي اجواڻي جي مطابق سنڌي ادب جا اهم سرچشما سنڌي ماڻهن جي نفسيات، فطرت ۽ مذهب رهيو آهي. پنهنجي ڳالهہ جي وضاحت لاء اڏيري لعل ۽ خواجہ ظفر واري ڏند ڪٿا بيان ڪئي اٿس. ۽ هندو مسلمانن جي ايڪي جو تاريخي پس منظر بيان ڪيو اٿس.

"ڏهين صدي ۾ سنڌ ۾ هندو جي تنزل ۽ زوال جو دور جاري ٿيو. اڏيري لعل منجهن اتساهہ ڦوڪيو ۽ ڪين ايڪتا جي دور پڌي هڪ ڪيو." (18)

اجواڻي ڏند ڪٿائن جا سڀ منظر ٻڌائيندي برهمڻ آباد جي تباهي جا ڪارڻ ٻڌايا آهن. سنڌ ۾ مروج وهمن ۽ وسوسن جي آڌار تي مروج ڏند ڪٿائن ۽ حڪومتن جي ڌڻ ۽ رياستن جي بربادي جا سڀ منظر ٻڌائي ٿو.

"حقيقتن جا بہ هجي مگر الور ۽ برهمڻ آباد جي وناش ۽ سنڌو ندي جي وهڪري بدلائڻ جون پٺي آپدائون سنڌي سماج جي ذهن تي لڳاتار ڇانيل رهيون آهن ۽ انهن کي تاريخي حقيقتون مڃيندي ڪامي ۽ اتياچاري شخصن کي ساوڌن ڪرڻ لاء ان واردات کي پيغمبر صاحب جي وارث پاڪ سيد جي ڪرامت ۽ ڪافر جي رواليت ڪري مڃيندا آهن."( 19)

تاريخي ڳالهين کي اجواڻي صاحب مروج ڏند ڪٿائن مان جوڙي ذڪر ٿو ڪري شاهہ عنايت شهيد، جو واقعو بيان ڪندي ان جي ڪيل سبز جي واڪاڻ سيڙهيل ٿاري بيان ڪئي اٿس ۽ ان کان پوء ماموئي بزرگن جو ذڪر ڪري ٿو.

"سنڌي ڏند ڪٿائن ۾ صرف شاهه عنايت جوئي ذڪر ڪونهي. جنهن ڪٽيل سر گفتگو ڪئي هجي. يا شعر چيو هجي چوڏهين صدي م نتي نزديڪ ساموئي نرالي ماڳ تي سمي حاڪم جام تماچي پٽين(جام نظام الدين) سان فقيرن جو سر قلم ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو. انهن ستن فقيرن به سر ڪٽجي وڃڻ بعد ست پروليون چيون هيون جن کي ماموئي پرولي يا بيت چيو وڃي ٿو". (20).

قدامت جي لحاظ کان ماموئي بزرگن جون اڳڪٿيون ابتدائي بيتن ۾ شامل ڪيون ويون آهن. اجواڻي صاحب ائين ئي ڏند ڪٿائن جي قصن جا پس منظر ٻڌائيندو. سنڌي ادب جي تاريخ کي اڳتي وڌائي ٿو. 17 صدي ۾ سومرن جي راڄ ۾ دودي چنيسر جو قصو بيان ڪري ٿو. ۽ پوءِ سنڌ جي مشهور لوڪ داستانن جو احوال ڏئي ٿو. راءِ ڏياچ، ليلا چنيسر، عمر مارئي، مومل راڻو. نوري جام تماچي، سهڻي ميهار، سسئي پنهون، وغيره جا احوال تفصيل سان ڏنل آهن.

## صوفي مت ۽ سنڌيءَ جيون سرشتو:

صوفي مت ۽ سنڌي جيون سرشتوعنوان هيٺ مضمون ۾ اجواڻي صاحب سنڌي لکت جي قدامت جي ڳالهه ڪندي لکي ٿو ته:

"لکيل صورت ۾ سنڌي ساهتيه سورهين صديءَ جي ٽيئن ڏهاڪي کان شروع ٿي. ان کان اڳ لوڪ ساهتيه ۽ لوڪ گيت مروج هئا. ۽ ان ڳالهه تي به سهني آهي ته سنڌي جو اهو تحريري ادب به سئو سال پوءِ شاهه عبداللطيف جي شاعري ۾ پختگي ۾ بلنديءَ تي رسيو". (21).

صوفيت ۽ صوفي ازم تي بحث آهي اجواڻي صاحب پيرائتي نموني ان بحث کي سميٽيو آهي ته صوفي ازم اسلام کان اڳڀرو آهي ۽ اها سوچ ته صوفي ازم جو تعلق صرف اسلام سان آهي صحيح نه آهي ايشيا ۾ مذهبي جذبن جي اظهار جو ذريعو صوفيت رهي آهي.

"صوفي مت هندستاني جوڳين توڙي گيانن جي مجتائن ۽ عملن سان جڙيو آهي. پر گڏوگڏ اهو به چون ٿا ته جيئن هندستاني جوڳين ۽ ساڌ ڪن وارو تپ يا ضبط ڪون پاليو آهي حالانڪ ايراني صوفين پنهنجا گهڻا تحقيقي عمل پارت مان گرهڻ ڪيا پر هنن پرم آنند پراپت ڪرڻ لاءِ هندن جي پرمي ڀڳتن ۾ عام طور تي ايندڙ ڪشٽ دائڪ جپ تپ ۽ منجر کي ڪو نه قبوليو آهي". (22).

اجواڻي صوفين ۽ ويدانيت جي هڪجهڙائي کي بيان ڪري ٿو. ۽ ڪلاسيڪل شاعرن جي شاعري جو پس منظر جيڪو سنڌ ڌرتي سان جڙيل آهي ان کي واضح ٿو ڪري ٻارهين کان سورهين صدي تائين جيڪا صوفين واري

هلچل هئي ان جا تاريخ تي اثر واضح ٿو ڪري. اڳتي ايندڙ بابن ۾ شاهه کان اڳ جا شعر ۾ سياسي حالتن جو ذڪر ڪندي. حاڪمن جي ٻولي جا سنڌي ساهتيہ تي اثر بيان ڪري ٿو. اجواڻي صاحب جي تحقيق مطابق سنڌي ادب تي پوري طرح کان وڌيڪ فارسي ادب جو اثر آهي. ۽ سنڌي شعر ڪي لکت جي ابتدا سورهين صدي کان پوء ٿي آهي هن باب ۾ قاضي قاضن جي شعر کي شروعاتي بيت ڪوٺي ٿو.

"شاهه کان اڳ جي ٻن صدين واري عرصي ۾ هندو شاعرن جي لکيل ساهتيڪ پندار جي نہ لڀڻ جو سبب مذهبي تعصب کانسواءِ اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ انهن ۾ هندي ڀاشا جي لفظن جو وڌيڪ استعمال ٿيل هجي ۽ ان قسم جون رچنائون پنجابي، راجستاني گجراتي شاعري ۾ گڏجي ميسجي ويون هجن، ڪبير تلسيداس، ميران بائي، سورداس توڙي انهن سيني کان وڌيڪ گرو نانڪ ۽ سندس پوئيرن جون ڪوتائون هنن لاءِ مثال بڻيون هونديون. جيئن تہ مسلم تاريخ نويسين يا سوانح عمريون لکندڙن اهڙين ڪوتائن ۾ دلچسپي نہ ٿي رکي. ان ڪري اهي ڪوتائوپن سانڍي نہ رکيون ويون يا گهٽ ۾ گهٽ انهن جي ڪوج خبرنہ ورتي وئي آهي پروفيسر لطف الله بدوي ڪيترن ئي معمولي شاعرن جو ذڪر ڪري ٿو. جيڪي قاضي قاضن کان پوءِ ٿي گذريا آهن. پر جن جي گهڻي شاعري غالبا سندن مذهبي حڪمت عملي جو نمونو آهي". (23)

اجواڻي پنهنجي تحقيقي شڪ ۾ درست آهي يا نہ ان تي بہ تحقيقي ۽ تنقيدي نظر وجهڻ جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي.

"سوامي پراڻ ناٿ سنڌ ۾ 1667ع-1668ع ڌاري آيو ۽ سندس حياتي بابت وري سندس شش سوامي لالداس ڪجهه تفصيل ڏنا آهن. سوامي پراڻ ناٿ پنهنجا 1878ع ۾ سلوڪ چڙي ويو آگي. هن ۾ 600 سلوڪ سنڌي ۾ رهيل چيل وجن ٿا. جيڪڏهن اهي 600 سلوڪ شايع ڪيا وڃن تہ انهن مان شاهه کان اڳ جي هندو شاعرن جي رچنا نسبت ڪافي ڄاڻ ملي سگهي ٿي." (24)

ان کان علاوه اجواڻي صاحب مخدوم نوح، شاهه عبدالڪريم بلڙي واري، شاهه عنايت يا ميون شاهه عنايت نئي جو مولوي ابوالحسن جو ذڪر ڪيو آهي. شاهه عبداللطيف جي زندگي تي الڳ ۽ سندن شاعري تي الڳ باب لکيل آهن.

**برٽش حڪومت کان اڳ جا ليکڪ**

هن باب ۾ اجواڻي صاحب نهايت تفصيل سان شاعرن ۽ ليکڪن جي ادبي پورهئي جو ذڪر ڪيو آهي. ادب جي ٿمورتي شاهه سچل سامي کي سيني تي

حاوي ٿو سمجهي. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، عبدالرحيم گرهوڙي جو ذڪر ڪيو اٿس. **سيد ثابت علي شاهه کي پهريون اديب ٿو ڪوٺي.**

"بغاوت" جو شاعر هن عنوان هيٺ سچل سرمست جي شاعري جو جائزو پيش ڪيل آهي. سامي ۽ ان سلوڪن جو ذڪر الڳ باب ۾ آهي. برطانوي دور جي شاعري برطانوي دور جو ذڪر ڪندي اجواڻي صاحب لکي ٿو ته، "سياويڪ سنڌي ٻولي ۾ توڙي ان بابت سرگرميون وڏيون عالمن جو توجه لغت يا شبد ڪوش ۾ گرامر جا ڪتاب تيار ڪرڻ طرف ويو، اسڪولي درسي وشين. تاريخ جاگرافي، زراعت انگي حساب وغيره تي ڪتاب تيار ڪرڻ هئا (25)

انگريزن جي دور ۾ نثر ۾ ترجما تمام گهڻا ٿيا ۽ درسي ڪتابن تي به ڪم ٿيو. جو ته ان دور ۾ سنڌي نثر جي صورتخطي ٺاهي وئي هئي. انگريزن جي سنڌ ۾ اچڻ ۽ انهن جو سنڌي ٻولي کي صورتخطي ڏيڻ ، سنڌي ادب کي لغوي موڙ ڏنو. اجواڻي صاحب تفصيل سان شعري ادب ۽ نثري ادب جي ترقي بابت لکيو آهي. هن تحقيق ۾ 1947ع تائين سنڌي ادب کي شامل ڪيو ويو آهي. ڪتاب جي آخر ۾ مددي ڪتاب جي فهرست ڏنل آهي ۽ هر باب جي تياري لاءِ ورتل حوالن جي لسٽ به ڏنل آهي، ڪتاب جي آخر ۾ ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي جو تحقيقي ۽ تنقيدي اپياس به شامل آهي. جنهن جي وسيلي هن ڪتاب کي پڙهڻ ۾ وڏيڪ آساني ٿئي ٿي. ادبي تاريخن تي نظر وجهڻ سان اهو محسوس ٿيو آهي ته جيڪي تاريخون سرڪار جي چوڻ تي لکيون ويو آهن انهن ۾ سرڪاري رنگ نمايان آهي. پهرين ادبي تاريخ جي سامهون اچڻ کان پوءِ بين محققن ان جي پوئواري ڪئي آهي. ان لاءِ تاريخن ۾ هڪجهڙائي ٿي محسوس ٿئي. لعل سنگهه اجواڻي صاحب جيڪا اهم خامي ظاهر ڪئي آهي ته هندو اديبن جو ڪم ظاهر نه آهي اها ڳالهه به نمايان طور تي محسوس ٿئي ٿي. ادبي تاريخون سياسي لاها چاڙها نظر ۾ رکي مرتب ڪيل آهن. سنڌي ساهتيه پنهنجي جاءِ تي مڪمل سچائي ۽ قدامت رکي ٿي. سنڌي ٻولي بابت تحقيق اڃا اڻ پوري ٿي محسوس ٿئي. ڪجهه لاڳاپا ڪٽل ٿا محسوس ٿين. ادبي تاريخ تڏهن مڪمل ٿيندي جڏهن ٻولي بابت چند چاڻ مڪمل طرح سامهون ايندي ۽ انهي تعصب کان هٽي تحقيق ڪئي ويندي.

**حوالا:**

1. ميمن خانبهادر محمد صديق، "سنڌ جي ادبي تاريخ" آرايچ احمد اينڊ برادرس پبلشر اينڊ بڪ سيلرز 1967 ص 69.

2. ساڳيو. ص 03
3. ساڳيو. ص 23
4. ساڳيو، ص 24
5. ساڳيو، ص 51
6. ميمڻ، خانبهادر محمد صديق، "سنڌي ادب جي تاريخ"، لاڙڪاڻو، ڪاٺياواڙ اسٽور بندر روڊ، 1993، ص 04.
7. ساڳيو. ص 01
8. ساڳيو. ص 139
9. ساڳيو. ص 278
10. ساڳيو. ص 282
11. ساڳيو. ص 256
12. ساڳيو. ص 235
13. لعل سنگھ آڏواڻي، سنڌيڪار، هيرو شوڪاڻي، حيدرآباد، سنڌي ساهت گھر، 2007ع، ص: 01
14. ساڳيو. ص 01
15. ساڳيو. ص 2
16. ساڳيو. ص 33
17. ساڳيو. ص 35
18. ساڳيو. ص 38
19. ساڳيو. ص 39
20. ساڳيو. ص 42
21. ساڳيو. ص 66
22. ساڳيو. ص 68
23. ساڳيو. ص 87
24. ساڳيو. ص 86
25. ساڳيو. ص 197

حڪيم احسن سنڌي

# شاهہ لطيف جي شاعريءَ ۾، مارئيءَ جي ڪردار جو نفسياتي اڀياس.

# A Psychological Study Of Maruee's Character In Shah Latif's Poetry

**ABSTRACT:**

The great poet of Sindh Shah Abdul Latif Bhittai; through his universal poetry created a bold and valour character of Maruee; in his "Sur Maruee" with his profound knowledge and creative power. This kind of song reflects the social values and trends of great Sindh. The character of Maruee propounds that a life must replete with freedom; though it may cost the pains of life; yet it be an honorable living. This sur of Maruee character shows an unprecedented aspect of human psyche; that manifests a distinct position of an eternal character of Maruee. This sur adds to knowledge of human instincts, attitudes, feelings and emotions as well as social perspectives.

سنڌ جي عظيم شاعر شاهہ عبداللطيف پنهنجي آفاقي ڪلام ۾: جيجل سنڌ جي ڪُکِ مان ڄايل ٿر جي هڪ غيور نياڻي "مــــارئي" جي مهان ڪردار تي وڏي ظرافت ۽ شرافت سان "سُـــر مـــارُئي" تخليق ڪيو. شاهہ سائينءَ جو هي سر سنڌ جي سماجي قدرن (SOCIAL VALUES) جو آئينو آهي. هن سر ۾ اهو پڻ پڌرو ٿيل آهي ته: " آجپي جي زندگي هجي، پوءِ ڀلي ڏکي هجي، پر لڄ واري هجي." ان سان گڏوگڏ هي سر پنهنجي دامن ۾ انساني نفسيات جو هڪ خاص پهلو رکي ٿو: جنهن جي ڪيڙ اُکيڙ ڪرڻ سان: انساني نفسيات جا ڪجهہ رخ سامهون اچن ٿا ۽ اهي نفسياتي رخ ئي هن سر کي هڪڙي امتيازي حيثيت ڏين ٿا.

ان چوڻ ۾ ڪو ٻه وڏائي نہ ٿيندو تہ: مارئيءَ جي مهان ڪردار کي شاهہ سائينءَ جهڙي شاعر جي ضرورت هئي ۽ شاهہ سائينءَ کي وري مارئيءَ جهڙي پاڪ پوتر ۽ بنهہ منفرد ڪردار جي ضرورت هئي: جنهن کي هُوينهنجي فن، لازوال فڪر، انسان سان لاڳاپيل مختلف جذبات ۽ لطيف احساسات جي

لفظن سان سنواري سينگاري پنهنجي ڪلام ۾ جاءِ ڏئي امر ڪري ڇڏي! يقيناً شاهه سائينءَ مارئيءَ جي ڪردار سان پنهنجي شرافت، ظرافت ۽ مهارت جي معرفت انصاف ڪيو آهي.

شاهه سائينءَ جي هن سر ۾ مارئيءَ جي عظيم ڪردار جوتجزيو ٿا ڪيون، ڏسون ته انساني نفسيات سان تعلق رکندڙ ڪهڙا ڪهڙا نقطا نظر اچن ٿا، جيڪي مارئي جي ڪردار کي وائکو ڪن ٿا.

**رشتن سان بي حد پيار:**

الستُ بِرَبڪُم جڏهن ڪُن پيومِ............... وچن ويڙهيچن
سين! نه ڪا ڪُن ڦيڪُون هئي نه ڪو لڳ لحم............مون مارو سين سڱ اها ساڃ پرين!

هنن سٽن تي غور ڪرڻ سان محسوس ٿيندو ته مارئي جي من ۾ رشتن لاءِ حد درجي جي مضبوطي، اٿاهه پيار ۽ پنهنجائپ جو اهڙو ته گهرو احساس آهي، جنهن جو ڪو به زوال نظر نه ٿو اچي. مارئي پنهنجن سان نباهه جواهڙو ته اعلىٰ نمونو آهي: جنهن جو مثال ملڻ ڪنهن قدر مشڪل آهي!

ڊاڪٽر محمد علي مانجهي لکي ٿو: " انسان جي فطرت آهي ته نه هو رڳو آزاد رهڻ چاهيندو پر پنهنجن سان گڏ رهڻ گهرندو آهي. جهڙي تهڙي ماحول ۾ گهاري سگهي ٿو پر پنهنجا ۽ پنهنجائپ جو احساس ضروري طلبيدو آهي. هر باضمير ۽ سالم ذهن انسان پنهنجي تهذيب، تمدن، ثقافت، رسم رواج وغيره تي فخر محسوس ڪندو آهي ۽ ان سان پيار پڻ انسان جو فطري عمل آهي" (1)

**وَرَ سان وفاداري:**

هڪ سري هڪ ساهه، پيو ناهي جوهِئي کي ڏيان............سو تان ڪيت خريد ڪيو! ملڪ مارو جي آهيان، جور نه ٿيان جوءِ.......... !

هنن سٽن ۾مارئيءَ جي وَرَ ڪيت سان وفاداريءَ جي آخري حد آهي يا ايئن ڪٿي چئجي ته مارئي No Compromise ۽ No way ٿي چوي! معذوري ۽ مجبوري اها آهي ته سر ۽ ساهه هڪ آهي جيڪو اڳ ۾ ئي ڪنهن جي امانت آهي، هاڻي ان امانت ۾ خيانت ڪرڻ وڏائتو عمل ڪونهي. اهو ئي ته آهي سڀاجهي سنڌ جو سماجي قدر(Social Value)، اهڙو سماجي قدر جيڪو مثالي طور تي دنيا جي غيرتمند سماجن اڳيان پيش ڪري سگهجي ٿو! لڄ، غيرت، ست، سيل، امانت ۽ ور سان وفاداري جي حوالي سان سنڌ جو هي سماجي قدر: دنيا کي ڏيکارڻ جي قابل به آهي ته سنڌ ڌرتي لاءِ قبل فخر به آهي: ته سنڌ جي هر

نياڻي لاءِ هڪ عظيم مثال به آهي. ڊاڪٽر تهمينه مفتي ڪٿي ٿي ته: "شاهه جو سورميون پنهنجي حيثيت مرد جي آڏو برابر سمجهن ٿيون. مذهبي، اخلاقي قدر، تقدير پسندي ۽ سماجي قدرن سان گڏ ريتن رسمن گهڻ ڙالاڻي ريت ۽ هڪ ڙر ڪرڻ کي اڄان به ساراهيو وڃي ٿو. مطلقه ٿيڻ کان پوءِ ٻئي شادي ڪرڻ کي معيوب سمجهيو وڃي ٿو" (2).

مارئيءَ وٽ سماجي قدرن (Social Values) مان غيرتمند سماج جو هڪ قدر (Value)اهو به آهي ته: عورت لڄ، حياءَ، شرم يا غيرت جي سونهن کان خالي نه هجي. مارئيءَ جي زباني شاهه لطيف اهو ئي چورائڻ چاهي ٿو ته: عورت جي اصل سونهن سندس ست سيل آهي: شاهه سائينءَ عورت جي ست سيل ۽ غيرت واري سونهن تي ڪيج بيت لکي اهو ثابت ڪيو ته: سنڌي سماج ۾ مارئيءَ جهڙي غيور عورت ئي سورمي جي حيثيت رکي ٿي: شاهه سائينءَ کي مارئيءَ جو هي معيار ڏاڍو پسند آيو.

ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو: "مارئي سنڌي نياڻيءَ جي عفت ۽ پاڪ دامنيءَ جو اهڙو مثالي ڪردار آهي، جو جيستائين سنڌي سماج زنده آهي ته وسرڻ جو نه آهي. سندس پرورش ٿرِ ڀرياريءَ جي صاف سٿري ماحول ۾ ٿي هئي جتي غلاظتن جو نانءُ نشان به نه هوندو آهي ۽ نه ئي ڪڏن ڪريوتن ۽ نفرتن جو ڪو اهڃاڻ نظر ايندو آهي، سيني هڪٻئي جي لڄن جا رکپال، آزاد انسان، صاف دلين ۽ نيڪ نيتن جا مالڪ، جن جي روايتن ۽ زندگيءَ ۾ ڪا به ميراڻ ڪانهي" (3).

هر قوم يا هر سماج جي نفسيات الڳ الڳ ٿيندي آهي: جڏهن ته سنڌي سماج جي نفسيات ۾ شاهه سائينءَ جو ٻڌايل مٿيون معيار يعني ور سان وفاداري پنهنجي ور هوندي ٻئي کي پاڻ نه ارپڻ هڪ حقيقت تي مبني آهي ۽ صدين کان سنڌي سماج ۾ غيرت، لڄ ۽ ست سيل جو پڻ دخل رهيو آهي جيڪو سماجي نفسيات سان تعلق رکي ٿو.

> اِيَ نه مارن ريت، جو سيڻ مٽائن سون تي،
> اچي عمر ڪوٽ ۾ ڪنديس ڪين ڪريت،
> پکن جي پريت، مـــــــاڙين سين نه مٽيان

هائي هن بيت ۾ جيڪو مارئيءَ وٽ اسان کي پنهنجي ور کيت لاءِ جذبهءِ ايثار ملي ٿو، ان جو ڪو به جواب ناهي، اهو پڻ ور سان وفاداريءَ جو هڪ اعليٰ مثال آهي! "سون تي سيڻ مٽائڻ" يعني لالچ ۾ اچي ڪري"ڪاڻ سان ڪپت

ڪرڻ "يا" مڙس کي ڇڏي ڪنهن ٻئي کي پنهنجو پاڻ ارپڻ" جيڪو غيور مارئيءَ جي غريبائي، ابائپ، ڪڪائي ۽ جيجل سنڌ جي پراڻي لڄائي ريت جي بنھ خلاف هيو! يا ايئن ڪٿي چئجي تہ مارئيءَ کي اها اُتم ريت، ڪريت جي خلاف ورثي ۾ ملي: اها جبلت مارئيءَ وٽ نفسياتي طور تي پليءَ پٽ موجود هئي. مارئي سون جي عيوض سيٺپو نہ مڃائي پنهنجي ابائي اتم ريت ۽ پکن جي پريت سان نباھ ڪري: پنهنجي جذبہ ايثار کي پڻ ظاهر ڪيو ۽ اهو جذبو انساني نفسيات مان آهي. مارئيءَ کي سماج ۾ امتيازي حيثيت ڏيندڙ اهو ئي تہ نفسياتي جذبو آهي جيڪو هڪ غيور عورت کي سماجي سونهن ٿو بخشي! اهو ئي سبب هيو جو مارئي عمر جي بند ۾ وقتي طور مونجهاري (COMPLEX) ۾ پڻ مبتلا ٿئي ٿي: تہ هن حالت ۾ مون کي پنهنجا پنهوار ۽ ور ڪيئن قبول ڪندو الائي نہ هن کي مختلف وهم ورائن ٿا تہ عمر جي قيد ۾ اچي سندس ست سيل واري سماجي سونهن تہ ختم ٿي وئي: ور ۽ ويڙهي وارن جي ذهنن تي اهو ساڳئي سونهن وارو تصور (CONCEPT) نہ رهيو هوندو. عمر جي بند مان آزاد ٿيڻ کان پوءِ ڇا ڪيس قبول ڪيو ويندو؟ مارئيءَ جي زباني شاھ سائينءَ جون سماجي سونهن تي چند سٽون.

سونهن وڃايم سومرا، ميرو منهن ٿيوم..........!<br>
سونهن وڃايم سومرا، پسان ڪيئن پنهوار..........!<br>
سونهن وڃايم سومرا، ٿينديس ڪيئن قبول..........!

**بلند حوصلو ۽ جرئتمندي:**

ويندس ويڙيچن ڏي، لوھ پڇي لُوپي..........!

هن سٽ ۾ مارئيءَ جي بلند حوصلي جو اعليٰ مثال آهي. شاھ سائين مارئي کان جيڪي الفاظ چورائي ٿو انهن ۾ حد درجي جي شدت آندل آهي! ٿورو تصورڪجي تہ مارئي هڪ نازڪ نفيس عورت اها بہ قيد ۾ بند آهي، جنهن جي زباني قيد جي لوھ يعني شيخُن، تالن ۽ ڪڙين کي پڇڻ، مروڙڻ ۽ لوپڻ جي ڳالھ چورائڻ ڪيڏي نہ عجيب ٿي محسوس ٿئي! اصل ۾ ان کي ئي بلند حوصلو چئبوآهي، جو لاچار ۽ مجبور هوندي بہ پنهنجي وٽ ۽ وَسَ کان وڌيڪ دعويٰ ڪئي وڃي تہ ان کي يقيناً حوصلو چئبو.

**ثابت قدمي:**

انسان ۾ اشرف ۽ مشرف هجڻ جون تمام گهڻيون خوبيون آهن. انسان چاهي ته پنهنجي مضبوط ارادن جي آڌار پاڻ ملهائي: اهو ئي انسان چاهي ته هستي کان پستي تي پهچي وڃي. نفسيات جي حوالي سان انسان جي ڪردارسازي ۾ شخصيت لاءِ ثابت قدم رهڻ انتهائي ضروري آهي: پوءِ اهو انسان مرد هجي يا عورت. بهرحال انسان جي اشرف هجڻ ۾ ثابت قدم رهڻ نهايت لازم آهي.

ڊاڪٽر محمد علي مانجهي لکي ٿو: "پنهنجي اعليٰ مقصد لاءِ جدوجهد ڪندي هر غيرتمند ۽ با ضمير ماڻهو، هر لوڀ لالچ ٺڏي ڇڏيندو آهي مقصد تان هٽڻ لاءِ ڪا به سوديبازي ڪرڻ جو تصور ناهي ڪندو. غيرتمند ۽ باضمير ماڻهو جو اهو شيوو ئي ناهي هوندو ته پنهنجي مقصد تان هٽي وڃي يا لوڀ ۾ اچي پنهنجا نظريا ئي تبديل ڪري ويهي" (4).

مارئيءَ جو مسلسل دفاع ڪرڻ سندس "قوتِ متصرفہ" جي مضبوطي جو دليل آهي. "بقول شيخ الحسين بو علي سينا جي ته قوتِ متصرفہ، قوتِ مدرڪہ اندرونيءَ منجهان هڪ قوت آهي: جيڪا انسان کي حتمي فيصلو ڪرڻ ۾ مدد ڪندي آهي ته، ڪنهن خطري، حملي يا ڪنهن درپيش مسئلي کي منهن ڪيئن ڏجي: ڏجي يا نه ڏجي" (5).

دراصل هيءَ ئي قوت آهي جيڪا انسان کي بهادر ۽ بزدل بڻائيندي آهي، هيءَ قوت جيڪڏهن مضبوط آهي ته، انسان بهتر کان بهترين فيصلا ڪندو آهي ۽ جيڪڏهن هي قوت ڪمزور ٿي وڃي ته انسان جو ذهن منتشر ٿيندو آهي. هيءَ ئي قوت آهي جيڪا انسان کي خطرن ۾ ثابت قدمي تي برقرار رکي يا ميدان ڇڏائي فرار ٿيڻ جو مشورو ڏيندي آهي.

بهرحال، مارئيءَ وٽ قوتِ متصرفہ انتهائي مضبوط آهي: جنهن سبب ڇٽي سگهجي ٿو ته، عمر جي قيد بند ۾ مارئيءَ عقوبتون، اذيتون، ڏکيائيون ۽ سختيون سر تي سٺيون پر ثابت قدم رهي ڪري: صداقت جو ساٿ نه ڇڏيو. هن صبر کان ڪم ورتو پر عمر جي آڇن، لالچن،حاڪماڻي دهمان ۽ دڙڪن کان خائف ڪونه ٿي، هن شرافت ۽ ظرافت کان فراريت اختيار نه ڪئي مارئي بخوبي ثابت قدم رهي.

ڊاڪٽر فهميده حسين لکي ٿي: "سموري سُر مارئيءَ جو ڪردار هڪ مڪمل عورت جو ڪردار بڻجي ٿو اپري ۽ اهو عمل جو، پختي ارادي جو، ثابت قدميءَ جو اهڃاڻ بڻجي ٿو اپري غير جي غلامي ڪي ڪنهن به صورت ۾ قبول نہ ڪرڻ ۽ ان غلاميءَ سان لاڳاپيل عيش عشرت ٺڪرائي غريبيءَ ۾ آزاديءَ جو اتيو ٽڪر، بلڪ فاقو فرحت پامڻ اهو درس ڪيڏو نہ اعلى مقصد ۽ اعلى آدرش رکي ٿو" (6).

**خوداري:**

ڪوءِ آسون عمر جون..........................!

ڏٺو وڃي تہ هن سٽ ۾ مارئيءَ جي ڪيڏي نہ خوداري نمايان نظر ٿي اچي! هڪ انتهائي غريبائي گهر جي ڏتڙيل ڇوڪري جيڪا ڪکائين گهر ۾ رهندڙ آهي، لڙ جي ڏٽ تي پيٽ گذر اٿس ۽ زندگي ۾ هن عيش و آرام واري اميرائي زندگيءَ جوڪڏهن سوچيو بہ هوندو پوءِ بہ آسائش جي هر آڇ کي لٽڻ ڇڏڻ خوداري ناهي تہ ٻيو ڇاهي؟

ڊاڪٽر فهميده حسين لکي ٿي: خوداري ۽ عزت نفس فردن جو ۽ قومن جو مَرڪُ آهي، جڏهن اها فرد سان ٿي لاڳاپجي تہ، مارئيءَ جو سراپا ٿو سامهون اچي ۽ جڏهن قومن سا ٿو لاڳاپجيس تہ حب الوطني ۽ ڏيهہ سا پيار ٿو ڏسڻ ۾ اچي جيڪو پڻ مارئيءَ جو حوالو بڻجي ٿو" (7).

**بهادري ۽ نڊرائپ:**

هينئون هڪ هئو، سو پرزا ٿي ويو ..........مُنيءَ موت ٿيو، تون ٿو ساهہ

ڳڻائين سومرا.......!!!

هن بيت جي آخري سٽ ۾ مارئي عمر اڳيان سندس عقل، ذهن يا سوچ ويچار جو وزن ٿي ڪري عمر جي اڳيان عمر جي نيچ سوچ جي تور ٿي ڪري! اهو مارئيءَ جي ذهانت ۽ بهادريءَ جو امتياز اهي تہ هوءَ عمر جي عقل تي حملوٿي ڪري تہ مان تنهنجي بند ۾ جهڙوڪ مئل آهيان يا زنده لاش آهيان، دل پرزا پرزا آهي، اهڙي حالت ۾ هڪ بيجان کي تون زيورن جي آڇ ٿو ڪرين؟! هتي ٻن ذهنن ۽ ٻن خيالن جو نفسياتي تقابل آهي، هڪ نازڪ صنف عورت جيڪا قيدي بہ آهي تہ لاچار، بيوس ۽ مجبور بہ آهي پر سندس ذهن سالم ۽ حوصلا ايترا تہ بلند آهن جو هڪ بااختيار ۽ جابر حاڪم جو وس نہ ٿو هلي! اها ئي تہ مارئيءَ جي امتيازي حيثيت، جرئت، بهادري ۽ نڊرائپ آهي!

## پُراُميدي:

وطن آءٌ ويندياس، مارن کي ملندياس، ڪونيون ڇڏي ڪوٽ جون...................!
قادر شال ڪندوم، ميڙائو سين مارئين...............!

هنن سٽن ۾ مارئي جي آس نظر اچي ٿي، هوءَ نراس ڪونهي ڪا مطلب تہ هوءَ مايوسيءَ( Frustration) جو شڪار ناهي بلڪ هن ۾ هڪ Will Power آهي يا هيئن ڪٿي چئجي تہ هن ۾ هڪ هوڏ، ضد يا خودسري( Willfulness) موجود آهي جيڪو پڻ انسان سان لاڳاپيل نفسياتي جذبو آهي. هنن سٽن ۾ غيور مارئيءَ وٽ ارادي جي مضبوطي ۽ قوۃ برداشت نفسياتي بنيادن تي نمايان آهي.

## آجپي لاءِ احتجاج يا مزاحمت:

ميندا ڏوئي نہ مارئي، نہ ڪلي نہ ڪائي...........................!
عمر انهئون ڏار، مور نہ وهي ماڙيين..............................!
جا هنيجن هار، سا ڪيئن ويهندي ڪوٽ ۾..............................!
سرتيون ڏيان ساهہ، جيڪر ملان ماروئين..............................!
محلين ماندي مارئي، ماڙيين ڪي ملور..............................!

هنن سٽن ۾مارئيءَ جو صرف ۽ صرف آجپي طرف ئي توجہ آهي. هوءَ غيرمشروط آزاديءَ جي تقاضا ئي ڪري. هوءَ آجپي لاءِ احتجاج (Protest) يا مزاحمت ئي ڪري بلڪ هيءَ بانديائي تہ بند ۾ بک هڙتال ئي ڪري! غيرتمند ۽ وفادار مارئيءَ جو اهو احتجاج سندس آجپي تائين قائم رهيو، جنهن اڳيان جابر حاڪم گوڏا کوڙيا. اها مارئيءَ جي اصليت (Genuineness) هئي اها سندس سپت هئي جنهن ڪپت کي مات ڏني اها سندس سچائي هئي جنهن لچائي جي ڪوٽ کي ڪيرايو. اهي ئي هڪ بهادر عورت (Heroin) جا معيار آهن، جنهن ڪري مها ڪردار مارئيءَ سورنهن آنا سورمي آهي. جنهن، مقصد جي حاصلات تائين ڪا بہ خيانت، ڪپت ۽ مصلحت نہ ڪئي! سندس لازوال ڪردار لاءِ شاه سائينءَ جا بيت وڏي واڪي گواهي ٿا ڏين! مارئيءَ جو قيد بند ۾ اهڙي بهادرائي احتجاج ۽ جرئتمندائي مذمت جو سنئون سڌو تعلق نفسياتي جبلت سان آهي، جيڪا جبلت انسان کي پنهنجي دفاع لاءِ ڪم ايندي آهي. ناراڻداس پنياڻي لکي ٿو: "مارئي پنهنجي عملن ذريعي ظاهر ڪيو تہ غريبن جي دولت آهي سادگي ۽ دلي بهادري، اخلاق ۽ ايثار، خدا ۾ اعتقاد ۽ پاڻ ۾ ايمان. مارئي سچي سورمي آهي جا

ڪوڙين سنساري سکن ڪان وڌڻ ويندڙ آهي. هوءَ اوچن وسترن جي تمنا نہ ٿي رکي ۽ نہ هن کي نرم بسترن جي ضرورت آهي. هن کي گهڻي جي گهرج ناهي، هوءَ ٿوري تي ئي راضي ٿي رهي ۽ مسڪيني هن مٿيو آهي" (8)

### احساس بَرتري (Superiority Complex):

مارئي، عمر جي قيد بند ۾ مجبور، معذور، بيوس ۽ بئي جي وس ضرور آهي پر پوءِ بہ سندس حوصلا بلند آهن ۽ عجيب ڳالهہ تہ سندس احساس برتري (Superiority Complex) بخوبي قائم آهي، توڙي جو هوءَ مقيد آهي! هوءَ جابر حاڪم اڳيان احساس ڪمتريءَ (Inferiority Complex) جو ڪو بہ مظاهرو ڪونہ ٿي ڪري پر هوءَ تہ پنهنجي ماڳ جي هر شيءِ کي عمر جي هر اميرائي چيز تي فوقيت ڏئي، احساس برتريءَ کي نروار ڪري ٿي ۽ غريب ناري پنهنجي سادگيءَ ۽ غربت تي فخر (Proud) ٿي ڪري!

آئين ۽ چاڙهين، ڏٿ ڏهاڙي سومرا..........................پلاءُ نہ پاڙين، عمر آراڙيءَسين.

سون برابر سڳڙا، مون کي پانهن پڏائون..................!

مٿين سٽن ۾ ٿر جي ڏٿ "آراڙي" گاهہ کي عمر جي پلاءُ تي فوقيت ڏنل آهي ۽ ريتن رسمن دوران ڪارا سڳڙا پانهن ۾ ٻڌڻ کي عمر جي سون تي فوقيت ڏنل آهي.گفتگو جي اهڙي انداز بيان کي نفسيات جي حوالي سان: احساس برتري (Superiority Complex) چئبو آهي.

محمد ابراهيم جتو لکي ٿو تہ: "مارئيءَ جو ڪردار انساني آزاديءَ جي خواهش جو ڪردار آهي، مارئي جو ڪردار مقصد ۾ حائل رڪاوٽن کي استقامت سان پري هٽائڻ جو ڪردار آهي. مارئيءَ ڪردار ڪانئرپ جي مذمت ڪندڙ ڪردار آهي. مارئيءَ جو ڪردار سنڌ جي لوئي ۽ لڄ جو ڪردار آهي ۽ مارئيءَ جو ڪردار سنڌ جي تاريخ جو ماضي حال ۽ مستقبل آهي" (9).

### مُونجهارو(Complex):

نہ ڪو اير نہ پير، نہ ڪي اوٺي آئيو، مون وٽ آيو ڪون ڪو پاٽرپري پير...................!

نہ ڪا خبر نہ ڪو خواب، نہ ڪي اوٺي آيو..........هميران حساب ڪهہ جاڻان ڪهڙو ٿيو...!

سونهن وڃايم سومرا، ميرو منهن ٿيوم.......................!

سونهن وڄايم سومرا، عمر ٽيس اسير...............!

سونهن وڄايم سومرا، سُکر جهڙي سونهن...........!

هنن مٿين سٽن ۾ مارئيءَ هڪ مونجهاري (Complex) ۾ مبتلا نظر ٿي اچي ٿي جيڪو هڪ فطري ۽ نفسياتي عمل آهي. هڪ عورت اڪيلي قيدياڻي، بي يارومددگار،لاچار ۽ مجبور ۽ پريشان حالت ۾ سندس ذهن ۾ ڪيئي سوالات اڀرن ٿا. جن جو هن وٽ ڪو به جواب ڪونهي. اهڙي حالت ۾ مارئي مونجهاري ۾ مبتلا ڪيئن نه ٿيندي؟ چو ته جڏهن مٿيان حالات ڪنهن شريف النفس عورت لاءِ پيدا ٿين ته ذهني دٻاءُ ۽ پريشاني جي حالت ۾ نفسياتي طور تي اعصاب (Nerves) متاثر ٿيندا آهن، يعني اعصاب Stress ۾مبتلا ٿيندا آهن. انهن سببن جي ڪري مونجهاري (Complex) جي ڪيفيت پيدا ٿيڻ اٽلآهي. انسان ڪيڏو به بهادر هجي پر سنگين حالات جي وجوهات ڪان ۽ غذا جي غيرمتوازن هجڻ سبب ان بهادرانسان کي جسماني ڪمزوري ته ضرور ٿيندي مارئيءَ لاءِ هڪ طرف ته نا موافق حالات ۽ ٻئي طرف غذا جي ڪمي ته پوءِ سندس اعصاب ڪمزور ڪيئن نه ٿيندا؟ ۽ ويچاري مارئي مونجهاري جو شڪار ڪيئن نه ٿيندي؟ پر اها به هڪ حقيقت آهي ته اهو مونجهارو مارئيءَ لاءِ وقتي طور هيو، چو ته پريشانيءَ جي حالات ۾ ڪنهن به انسان تي نفسياتي ڪيفيتون طاري ٿينديون آهن، ۽ اهو انسان پوءِ ڀلي ڪيڏو به بهادر چو نه هجي.

**حوالا:**


1. مانجهي، محمد علي، ڊاڪٽر "شاهه لطيف، سنڌي ٻولي ۽ سماج" مرتب: خالد آزاد، حيدرآباد، سنڌي لينگئيج اٿارٽي، 2007ع، ص: 70.
2. مفتي، تهمينه، ڊاڪٽر، "شاهه لطيف، سنڌي ٻولي ۽ سماج" مرتب: خالد آزاد، حيدرآباد، سنڌي لينگئيج اٿارٽي، 2007ع، ص: 139.
3. سوڍر، شاهنواز، ڊاڪٽر، "اوجاڳي اجاريا" لاڙڪاڻو، لطيف ساجاهه پبلڪيشن، 2000ع، ص: 48.
4. مانجهي، محمد علي، ڊاڪٽر، "شاهه لطيف، سنڌي ٻولي ۽ سماج" مرتب: خالد آزاد، حيدرآباد، سنڌي لينگئيج اٿارٽي، 2007ع، ص: 71.
5. بوعلي، الحسين ابن سينا، مترجم: حڪيم غلام جيلاني، "القانون في الطب" لاهور، شيخ بشير اينڊ سنز اردو بازار، ص: 112.

6. فهميده حسين، ڊاڪٽر، "شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ عورت جو روپ" (پي ايڇ ڊي ٿيسز) ڪراچي، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، 1993ع ص: 276.
7. فهميده حسين، ڊاڪٽر، "شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ عورت جو روپ" (پي ايڇ ڊي ٿيسز) ڪراچي، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، 1993ع ص: 277.
8. ڀمڀاڻي، نارائڻ داس، "شاهه جون سورميون" (اسان جو لطيف جلد 1) مرتب: ناز سنائي، حيدرآباد، سنڌي ساهت گهر، 2012ع، ص: 114.
9. سنڌي، حميد، (مرتب) "سرمارئي" ڀٽ شاهه حيدرآباد، شاهه عبداللطيف ڀٽائي ثقافتي مرڪز 1991ع، ص: 205.

امر اقبال

# سنڌي اخبارن ۾ استعمال ٿيندڙ ٻولي

## The Language Used In Sindhi News Papers

**ABSTRACT:**

Perhaps Sindhi Language is one of the oldest languages of the world. It is scriptural document of Ancient Civilization of Indus valley. Sindhi Language is one of the fertilized and rich languages of the world, which contains the quality of absorbing various words of different established languages in a very natural way. Sindhi print media has achieved vital targets of developments through a long journey of evaluation and continuous struggle. Besides this it is observed that Sindhi language is misused in the same, which is a dark side of the mirror. This paper contains that side of this reality.

دُنيا انٽرنيٽ ۽ سوشل ميڊيا جي مختلف ذريعن وسيلي عالمي ڳوٺڙي (Global Village) ۾ ڪڏهوڪو تبديل ٿي چُڪي آهي، اليڪٽرنڪ ميڊيا ذريعي دُنيا جي ڪُنڊ ڪڙڇ جي خبرَ منٽن ۽ سيڪنڊن ۾ گهر گهر پُهچيو وڃي.

سنڌي اخبارون لکن جي تعداد ۾ ڇپجن ٿيون ۽ هر اخبارَ سراسري طرح ڏهن ڪان ٻارنهن ماڻهن جي نظر مان گذري ٿي، ائين اخبارَ هڪ طرف ڄاڻ جي ڪاڻ ٻڌجي در در پهچي ٿي ته ٻي طرف اُنَ ۾ سياست ۽ سماج سان لاڳاپيل ٻين موضوعن تي ادارا، تجزيا، ڪالم ۽ مضمونَ ٻہ پڙهڻ لاءِ ملن ٿا. اخبارن جا خاص ايڊيشن فائن آرٽ، مذهب، راندين، ٻارن جي ادب، عورتن جي مسئلن ۽ ٻين موضوعن جو احاطو ڪن ٿا. ان ڳالهہ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ اخبارون سنڌي ٻولي ۽ ادب جي ترقي ۽ ترويجَ ۾ هاڪاري ڪردار ادا ڪن ٿيون، پر ڏکوئيندڙ ڳالهہ ان وقت سامهون ايندي آهي، جڏهن انهن ئي اخبارن جي صفحن ۾ ٻوليءَ جو بگاڙُ نظر ايندو آهي. انهيءَ بگاڙ جون مختلف صورتون ۽ شڪليون هونديون آهن. علامہ آءِ آءِ قاضيءَ هڪ جاءِ تي چيو:

”سنڌي اخبارون، سنڌي ٻوليءَ جي ڪن بنيادي قاعدن کي نظر انداز ڪري رهيون آهن، ۽ اردوءَ جو نقل ڪري رهيون آهن. مثلاً، اڄڪلهہ سنڌي اخبارن ۾ لکيو ويندو آهي تہ: ”آءٌ ڪنڌيارو مان پيو اچان“ يا ”آءٌ مورو مان پيو اچان“. شهر جو نالو ”ڪنڌيارو“ يا ”مورو“ ٺيڪ آهي، پر هنن جملن ۾ انهن کي ”ڪنڌياري“ يا ”موري“ مان پيو اچان، چئي استعمال ڪرڻو آهي..... سنڌي، بنيادي

طور هڪ لئي واري ۽ سريلي زبان آهي. انهيءَ جو پنهنجو پروگرام آهي ۽ پنهنجو مزاج! اسان کي انهن جي حرمت ڪرڻ گهرجي، جيءَ صورت ۾ زبان جي شڪل بگڙي ويندي. سنڌيءَ ۾ "جوٺيجي" کي "جوٺيجھ" لکڻ ۽ "پٽي" کي "پٽھ"، لکڻ ۽ "ذريعي" کي "ذريعھ" لکڻ بہ غلط آهي". (1)

جيتوڻيڪ علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جي اِها راءِ گهڻو اڳاٽي آهي ۽ انهيءَ صورتحال کانپوءِ هيل تائين سنڌي اخباري صحافت ترقيءَ جون گهڻيون ئي منزلون طئہ ڪيون آهن. ڪمپوزنگ، پيج ميڪنگ ۽ ڇپائيءَ جي حوالي سان سنڌي اخبارن گهڻي ترقي ماڻي آهي ۽ هر دؤر جي گهرجَ جو پورائو ڪرڻ جي گهڻي کان گهڻي ڪوشش ڪئي آهي. پر سنڌي ٻوليءَ جي دُرست استعمال وارو مسئلو اڃان بہ سنڌي اخبارن سان لاڳاپيل آهي.

سنڌي ٻولي زندگيءَ جي ٻين شعبن سان گڏوگڏ صحافت (اخبارن) واري شعبي ۾ بہ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ جي ڀرپور صلاحيت رکي ٿي. ڊاڪٽر غلام علي الانا جي راءِ موجب:

"سنڌي زبان موجوده وقت تعليم ۽ تدريس، علم ۽ ادب، نشر و اشاعت، اخبار، ريڊيو، ٽي وي، فلم ۽ ٻين ذريعن لاءِ بہ بهترين طور ڪم اچي رهي آهي ۽ ان لاءِ بهترين صلاحيتون رکي ٿي. هيءَ زبان هن وقت وسيع، مالدار، شاهوڪار، لغوي خزاني سان ڀرپور ٻولي آهي". (2)

ماضيءَ کان وٺي اسان جا عالم ۽ اديبَ ٻوليءَ جي غلط استعمال واري مسئلي تي فڪر مند رهيا آهن. پروفيسر منگها رام ملڪاڻيءَ مُطابق:

"...... ٻئي پاسي وري "الحق" ۽ "الوحيد" اخبارن جي ايڊيٽرن، سنڌيءَ کي ڏنو وائتو عربي، فارسي جامو پهرائڻ جي ڪوشش ڪئي. اهو ئي ڪارڻ هو، جنهن تان جيٺمل پرسرام ڪراچيءَ ۾، 1941ع وارو "سنڌي ساهت سميلن"، شاعر ڪشنچند بيوس جي صدارت هيٺ ڪوٺايو هو. جنهن ۾ اعلان ڪيو ويو هو تہ سنڌي ٻوليءَ کي، عربيءَ توڙي سنسڪرت جي ناجائز دست اندازيءَ کان بچائڻ گهرجي". (3)

علم، ادب، تعليم، اطلاع ۽ ٻين شعبن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي غلط استعمال تي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڳڻتي بہ پڙهڻ وٽان آهي، جنهن جو اظهار هُن 30 مئي 1992ع تي "ٻارڙو ۽ سنڌي ٻولي" سيمينار ۾ افتتاحي خطاب دوران ڪيو. ياد رهي تہ اسان جي هن مقالي جو موضوع "سنڌي اخبارن ۾ استعمال ٿيندڙ ٻولي" آهي ۽ ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي هن خطاب ۾ صحافين ۽ عام

اطلاعاتي ادارن جي اهلڪارن جي زمينداريءَ جو خاص ذڪر ڪيو آهي. بلوچ صاحب چيو:

"تاريخ جي هن موڙ تي سنڌي زبان ڪي... سڀ ڪان وڏو ۽ خطري وارو مسئلو، ٻوليءَ جي بگاڙ جو آهي، جنهن کي روڪيو نہ ويو تہ اهو ٻوليءَ جي اندروني زوال جو سبب بڻبو. انهيءَ ڪري ضرورت آهي تہ سنڌي ٻوليءَ جي وڌندڙ بگاڙ طرف فوري توجهہ ڏنو وڃي، پوري صوبائي سطح تي ان جي چوڪسي ڪئي وڃي، بلڪ ان جي خلاف اصلاح ۽ تنقيد جا زوردار هٿيار هلايا وڃن. سنڌي ٻوليءَ جي سيني سچڻن ۽ سربراهن خصوصاً استادن، شاعرن، اديبن، صحافين ۽ عام اطلاعاتي ادارن جي اهڪارن کي، هن مهم ۾ڀرپور حصو وٺڻ گهرجي، بلڪ اڳواڻي ڪرڻ گهرجي". (4)

سنڌي صحافت جي جديد کان جديد تر ترقيءَ جي آڌار، سنڌي ٻوليءَ عالمي سطح جي پذيرائي ضرور حاصل ڪئي آهي. ڊاڪٽر غلام علي الانا جي راءِ موجب:

"وڏي فخر جي ڳالهہ هيءَ بہ آهي تہ سنڌي ٻولي، موجوده وقت ۾ تعليم، تدريس، علم ۽ ادب، نشر و اشاعت، اخباري ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا، ٽي وي (ٽي وي ڊرامن، ڊاڪيومينٽرين، ڪمرشل سروس ۽ ائڊورٽائيزمينٽ) ريڊيو، ڪمپيوٽر ۽ سٽلائيٽ جي چئنلن وسيلي، عالمي حيثيت حاصل ڪري چُڪي آهي". (5)

سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۽ ترويج جي باوجود عام طرح سنڌي اخبارن ۾ ٻوليءَ جو ڪيئن ۽ ڪهڙو غلط استعمالُ ٿي رهيو آهي؟ اچو تہ ان جو مختصر جائزو وٺون.

### اخبارن جون پيشانيون (لوح):

اخبارن جي پيشانين (جنهن کي اردو ۾ لوح بہ چيو ويندو آهي) سان گڏ ڪو نہ ڪو نعرو (Slogan) بہ درج ٿيل هوندو آهي، جيڪو اخبار جي نالي ڪڻڻ سان فوراً ذهن تي تري ايندو آهي. جيئن: اردو اخبار "امن" ڪراچي، جي نالي سان گڏ لکيل هوندو هيو: "امن سي محبت، جنگ سي نفرت" ائين سنڌي ٻوليءَ جي مقبول اخبار روزاني "عوامي آواز" ڪراچيءَ، جي نالي سان گڏ لکيل ملندو: "سنڌي ڪمپيوٽر تي ڀهرين مڪمل اخبار" بلڪل ائين مقبول ترين سنڌي اخبار روزاني "ڪاوش" حيدرآباد جي پيشانيءَ تي لکيل ملندو: "هڪ ئي وقت ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر مان شايع ٿيندڙ پهرين سنڌي اخبار" – روزاني

"عوامي آواز" ڪراچي، جي تالي سان گڏ لکيل جملو: "سنڌي ڪمپيوٽر تي پهرين مڪمل اخبار" درست ناهي اِهو: "مڪمل ڪمپيوٽر تي پهرين سنڌي اخبار" هئڻ گهرجي ائين روزاني "ڪاوش" حيدرآباد جي پيشانيءَ تي لکيل هئڻ جملو: "هڪ ئي وقت ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر مان شايع ٿيندڙ پهرين سنڌي اخبار". صحيح نہ آهي ڇاڪاڻ تہ روزاني "ڪاوش" پهرين سنڌي اخبار هرگز نہ ناهي، ها ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر مان هڪ ئي وقت شايع ٿيندڙ پهرين سنڌي اخبار ضرور آهي، ان ڪري اهو جملو هيئن هئڻ گهرجي: "ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر مان هڪ ئي وقت شايع ٿيندڙ، پهرين سنڌي اخبار".

### اردوءَ جو بيجا نقل:

جيتوڻيڪ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڌارين ٻولين جي لفظن کي قدرتي انداز ۾ جذب ڪرڻ جي صلاحيت اعليٰ درجي تي موجود آهي، پر تنهن هوندي بہ ان وقت نهايت عجيب محسوس ٿيندو آهي، جڏهن اخبارن ۾ سنڌي جُملا، اردوءَ مان ترجمي واري انداز ۾ شايع ڪيا ويندا آهن. جيڪي ڪنهن بہ حوالي سان ٺهڪندڙ ناهن هوندا مثال طور:

- هندستان جي ايئرپورٽ تي لهڻ سان مداحن، ضامن عليءَ کي گهيري ورتو (غلط)
- هندستان جي ايئرپورٽ تي لهڻ سان مداحن، ضامن عليءَ کي وڪوڙي ڇڏيو (صحيح)
- ادب زندگيءَ جو آئينو هُجي ٿو (غلط)
- ادب زندگيءَ جو آئينو هوندو آهي (صحيح).
- مورو ۾ سخت گرمي، زندگي مفلوج (غلط)
- موري ۾ سخت گرمي، زندگي مفلوج (صحيح)

### اعرابن جي استعمال جي اڻ هوند:

ڪنهن بہ لفظ جي ٻويان زير، زبر، پيش يا "ءِ" هئڻ سان ان جملي جي متحرڪ هجڻ جي نشاندهي ٿيندي آهي. اِها صرف سنڌي ٻوليءَ جي ئي خاص خوبي آهي. اردو، سرائڪي ۽ اڪثر ٻين ٻولين ۾ اهو قاعدو رائج ناهي. پر اسان جي اخبارن ۾ اهڙين نشانين لکڻ جو رواج ئي ناهي، مثال طور:

- گهٽي ۾ گند جا ڍير، عوام پريشان (غلط)
- گهٽيءَ ۾ گند جا ڍير، عوام پريشان (صحيح)
- اسپتال ۾ دوائن جي شديد کوٽ (غلط)
- اسپتالِ ۾ دوائن جي شديد کوٽ (صحيح)
- بند ٽٽڻ سبب سوين ڳوٺ لڙهي ويا (غلط)
- بندُ ٽٽڻ سبب سوين ڳوٺ لڙهي ويا (صحيح)

**جَمَعُ جا غلط طريقا:**

اخبارن ۾ واحد ۽ جمع جو خيال نہ ٿو رکيو وڃي. اڪثر ڪري خبرن ۽ مضمونن ۾ عربي ۽ فارسيءَ جا عدد جمع استعمال ڪري، سنڌي ٻوليءَ جي حُسن کي ڇيهو رسايو پيو وڃي.

**مثال طور:**

- حڪمرانن کي عوامَ جي جذبات جو خيال رکڻ گهرجي (غلط)
- حڪمرانن کي عوامَ جي جذبن جو خيال رکڻ گهرجي (صحيح)
- سِنڌ جي قدرتي وسائل سنڌ جو حق آهي (غلط)
- سنڌ جي قدرتي وسيلن تي سنڌ جو حق آهي (صحيح)

جڏهن تہ اردوءَ جي اثر هيٺ بہ واحد ۽ جمع جو غلط استعمال عام جام ملي ٿو. مثال طور:

- حڪومت جي تبديليءَ جون افواهون بي بنياد آهن (غلط)
- حڪومت جي تبديليءَ جا افواهَ بي بنياد آهن (صحيح)
- شمشير الحيدريءَ جون آزاد نظمون سنڌي شاعريءَ جو اثاثو آهن (غلط)
- شمشير الحيدريءَ جا آزاد نظم سنڌي شاعريءَ جو اثاثو آهن (صحيح)
- اسان جون ڪاليجون تعليم جو بنيادي مرڪز آهن (غلط)
- اسان جا ڪاليجَ تعليم جو بنيادي مرڪز آهن (صحيح)

**زيرِ اضافت جو اڻ سونهندڙ استعمال:**

فارسي ۽ اردوءَ ۾ زير اضافت جو عام استعمال ملي ٿو. ڪي زمانا فارسيءَ جي اثر هيٺ رهندڙ اسان جي شاعريءَ ۾ بہ زير اضافت جو گهڻو

استعمال ٿيو. جديد سنڌي شاعري (۽ پڻ نثري ادب) زير اضافت جي غير ضروري ۽ اڻ سونهندڙ استعمال مان گهڻي قدر جان آجي ڪرائي ڇڏي آهي، پر اخبارن ۾ اڃان بہ ان جو استعمال ٿئي ٿو. مثال طور:

- وزير اعليٰ جو هي قدم قابل تعريف آهي (غلط)
- وڏي وزير جو هي قدم تعريف جي لائق آهي (صحيح)
- اسان هن ديسَ جي آبياري خون جگر سان ڪئي آهي (غلط)
- اسان هن ديس جي آبياري جگر جي خون سان ڪئي آهي (صحيح)

**انگريزي لفظن جو بي جا استعمال:**

ڪنهن زماني ۾ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ انگريزي لفظن جي بي جا استعمال جي رستي روڪ لاءِ ٽيليويزن کي "ڏور ڏسٽي"، ٽيليفون نمبر کي "پر ڳالهائڻو انگ" جهڙا لفظ متعارف ڪرايا. نون لفظن جو جُڙڻ ۽ سماج ۾ رائج ٿيڻ فطري عمل هوندو آهي، ان کي زوريءَ مڙهي نہ ٿو سگهجي. زور جي مڃيندي هوندي بہ ناهي لڳندي. ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي اها ڪوشش ڪامياب نہ ٿي ۽ اهي لفظ رائج ٿي نہ سگهيا.

پر اُهي سنڌي لفظ جيڪي موجود ۽ واهپي هيٺ آهن، انهن جي جاءِ تي انگريزي لفظن جو بي جا استعمال، سنڌي اخبارن ۾ عام ملي ٿو. مثال طور:

- اسٽوڊنٽس پاليٽڪس پڙهائيءَ جي عمل کي نقصان رسايو آهي (غلط)
- شاگرد سياست پڙهائيءَ جي عمل کي نقصان رسايو آهي (صحيح)
- پاور پاليٽڪس عوامَ جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو (غلط)
- اقتداري سياست عوام جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو (صحيح)

بلڪل ائين ڪنهن ترجمو ٿيل مضمون جي هيٺان لکيل ملندو "Courtesy: BBC Urdu" جنهن کي "بي بي سي اردو جي ٿورن سان" بہ لکي سگهجي ٿو.

**ڌارين صفتن جو عجيب استعمال:**

سنڌي ٻوليءَ ۾ صفتون جوڙڻ جا پنهنجا اصول آهن. اڪثر ڪري اخبارن ۾ غير سنڌي (ڌارين) اصولن تحت صفتن جو اظهار ڪيو ويندو آهي مثال طور:

- عابده پروين عارفانہ ڪلام ڳائي وجد طاري ڪيو (غلط)
- عابده پروين عارفاڻو ڪلام ڳائي وجد طاري ڪيو(صحيح)
- سچل سرمست جو صوفيانہ ڪلامُ سڀني کان نرالو آهي (غلط)
- سچل سرمست جو صوفياڻو ڪلام سڀني کان نرالو آهي (صحيح)
- اداري جي ساليانہ ڪارڪردگي ٺيڪ آهي (غلط)
- اداري جي ساليانى ڪارڪردگي ٺيڪ آهي (صحيح)

## جنس (مذڪر/مؤنث) جو غلط استعمال:

هر ٻوليءَ ۾ ڪنهن بہ شيءِ/ڪردار لاءِ جنس جو تعين الڳ الڳ مسئلو هوندو آهي. ضروري ناهي تہ جيڪا شيءِ اردوءَ ۾ مؤنث طور استعمال ٿيندي هجي، اها سنڌيءَ ۾ بہ مؤنث ٿي هجي. اهڙا ڪيئي مثال آهن، جن جي حوالي سان سنڌي اخبارن ۾ جنس جو غلط سلط استعمال ٿئي ٿو. مثال طور:

- آغا سليم جي وڇوڙي تي منهنجو دل اداس آهي (غلط)
- آغا سليم جي وڇوڙي تي منهنجي دل اداس آهي (صحيح)
- صادق فقير جي آواز گونجي تہ سحر طاري ٿي ويو (غلط)
- صادق فقير جو آواز گونجيو تہ سحر طاري ٿي ويو (صحي)

## اجاين لفظن جو استعمال:

اڪثر ڏٺو ويو آهي تہ اخباري سُرخين/خبرن توڙي ادارين ۽ ڪالمن ۾ اضافي ۽ اجاين لفظن جو استعمال بہ عام جام ٿئي ٿو. بظاهر جُملي جي سونهن وڌائڻ جي چڪر ۾ غلط لفظ ٽُنبيا وڃن ٿا، جنهن سان پڻ ٻوليءَ ۾ بگاڙ پيدا ٿئي ٿو: مثال طور:

- ڀڳت ڪنور رام هڪ صوفي منش ماڻهو هو (غلط)
- ڀڳت ڪنور رام هڪ صوفي منش هو (صحيح)

هتي "صوفي منش" جو مطلب ئي آهي ، "صوفي ماڻهو"

- هيمون ڪالاڻي سنڌ جو سپوت پٽ آهي (غلط)
- هيمون ڪالاڻي سنڌ جو سپوت آهي (صحيح)

هتي "سپوت" جي معنيٰ ئي آهي "سدورو پٽ".

حيرت ان وقت به ٿيندي آهي جڏهن اخبارن ۾ چڱا ڀلا ليکڪ ضميرن جو غلط استعمال ڪندي نظر ايندا آهن. "ڪيس ڪي چيمبر"، "سندس جو گهر" جهڙا عجيب جُملا ٿاهي ٻوليءَ جو بگاڙ ڪيو ويندو آهي. ڀلا "ڪيس چيمبر" ۽ "سندس گهر" جهڙي سنئين سڌي ڳالهه لکڻ ۾ ڪهڙي عربي فارسي آهي؟!

## اشتهارن ۾ استعمال ٿيندڙ ڏکوئيندڙ ٻولي:

اخبارن ۾ شايع ٿيندڙ اڪثر استعمال جي شين/فليٽن جا اشتهار پڙهي ڏاڍو افسوس ٿيندو آهي. ڇاڪاڻ ته اشتهاري ڪمپنين مان ملندڙ اهي اشتهار اصل ۾ اردو ٻوليءَ ۾ تيار ٿيندا آهن. اشتهاري ڪمپنيون، سنڌي ٻوليءَ کان اڻ واقف مترجمن کان اهي اشتعار ڀڳل ٽٽل سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرائي، اخبارن ڏانهن موڪلي ڇڏينديون آهن ۽ اخبارون وري انهن کي جيئن جو تيئن ڇاپڻ تي مجبور هونديون آهن. ائين هي اشتهار هڪ عجيب مسخريءَ جي روپ ۾ سامهون ايندا آهن مثال طور:

- منهنجو حبيب، منهنجو دل (غلط)
- منهنجو حبيبُ، منهنجي دل (صحيح)
- ٽپال ميزبان، وڏائي رشتن جي شان (غلط)
- ٽپال ميزبان، وڏائي رشتن جو شان (صحيح)

## اخبارن ۾ استعمال ٿيندڙ ٻولي ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو ڪردار:

سنڌي لينگئيج اٿارٽي سنڌي اخبارن ۽ رسالن ۾ استعمال ٿيندڙ ٻوليءَ جي صحت کي سڌارڻ ۽ ان کي بگاڙ کان بچائڻ لاءِ وقت به وقت مختلف سيمينار، ورڪشاپ ۽ مذاڪرا ڪرائيندي رهي آهي ته جيئن انهيءَ اهم مسئلي کي منهن ڏئي سگهجي. انهيءَ سلسلي ۾ ڪجهه ڪتاب به شايع ڪيا ويا آهن.

## اخبارن ۾ استعمال ٿيندڙ ٻولي ۽ مالڪن جو ڪردار:

سنڌيءَ ۾ اخبار هڪ صنعت جو درجو حاصل ڪري چُڪي آهي. انهيءَ ڪري اخباري صنعت جي مالڪن کي جُڳائي ته هو اخبار جي مختلف شعبن/سيڪشنن جهڙوڪ: نيوز ڊيسڪ، ايڊيٽوريل پيج، خاص صفحا، مئگزين وغيره لاءِ پڙهيل ڳڙهيل، ٻوليءَ جا ڄاڻو ۽ تربيت يافته ملازم ڀرتي ڪري ته جيئن هو ٻوليءَ جي صحت کي هر قدر تي قائم رکي سگهن.

**اخبار ۾ استعمال ٿيندڙ ٻوليءَ جو بگاڙ ۽ پڙهندڙن جي ذميداري:**

هڪ سنجيده ۽ ٻوليءَ سان محبت ڪندڙ پڙهندڙ تي اهو لازم آهي ته هو جڏهن جڏهن به جتي جتي به، ۽ جنهن جنهن اخبار ۾ به ٻوليءَ سان ڇڏ ٿيل ڏسي، ان جي نشاندهي ڪري، ان اخبار جي انتظاميه کي خط، اي ميل يا سوشل ميڊيا ذريعي آگاهه ضرور ڪري. اهڙي قسم جي مثبت مهم ۾ جيڪڏهن سڀ پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو حصو وٺندا ته، ٻوليءَ جي بگاڙ کي ڪنهن حد تائين ضابطي ۾ آڻي سگهبو ۽ اها هرروپرو جي بگاڙ کان بچي ويندي.

**حوالا:**


(1) قاضي، علام آءِ آءِ ـ 2009ع "سنڌي ٻوليءَ جو درست استعمال" مرتب: تاج جويو ـ حيدرآباد، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي صفحو 10.

(2) الانا، غلام علي، ڊاڪٽر (1987ع) 2005ع ـ "سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس" ـ ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي.

(3) ملڪاڻي، منگهارام، پروفيسر 1955ع "ٿماهي مهراڻ" ڄامشورو ـ سنڌي ادبي بورڊ.

(4) بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر ـ 2009ع "سنڌي ٻوليءَ جو درست استعمال" ـ مرتب تاج جويو ـ حيدرآباد ـ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي.

(5) الانا، غلام علي، ڊاڪٽر 2016ع "سنڌي ٻولي عالمي ڪانفرنس (مقالا)" ـ مرتب: پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين ۽ پروفيسر محمد سليم ميمڻ. ڪراچي، ثقافت ۽ سياحت کاتو ـ حڪومتِ سنڌ.

خاوند ڏنو لاڙڪ

# خيرپور ضلعي جي مهيسر فقيرن جي سنڌي لوڪ شاعريءَ جو مختصر جائزو

# The Brief Review of Mahesar Fakir's Folk Poetry in Khairpur District

**ABSTRACT:**

In regard of literature, knowledge, history and culture, Khairpur district is the hub of literary history like other districts of Sindh. As Khairpur is fertile in classical and modern poetry so it is rich in folk poetry. The creator of folk poetry is commonly known as 'Sughar'. In such 'Sughar Poets' Mahesar Fakirs of Khairpur have played pivotal role. In this fast running era of modern technology there are still common houses 'Otaks' in their villages and communal gatherings 'Kachharyoon' are still going on there with full swing. Mahesar Fakirs of this area are remained Hafiz, Scholars, teachers, poets, men of letters and Sughars. They have been ever remained teachers of 'Mirs (Rulers of Khairpur state) and Peers of district like Peer Pagarah (Grand Peer). In this research work, I have selected Twelve Mahesar Fakir Folk Poets whose form of poetry and their brief life history have been presented.

سنڌي لوڪ شاعريءَ جي سر جٽهارن کي عام لفظن ۾ سگهڙ شاعرن طور ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو، اهڙن سگهڙ شاعرن ۾ خيرپور ضلعي جي مهيسر فقيرن جو اهم ڪردار رهيو آهي.

هن چوٽي جو پسمنظر مهيسر قبيلي جا ماڻهو ۽ موجوده سگهڙ هن طرح ٻڌائين ٿا ته: ورهاڱي کان اڳ هندو ۽ مسلم گڏ رهندا هئا. هڪ ڏينهن هندو ڌرم جون عورتون واهه تي وهنجي رهيون هيون ته سندن نظر هڪ ماڻهو تي پئي هڪ ٻئي کي چوڻ لڳيون جلدي ڪيو ماڻهو ٿو اچي پنهنجا ڪپڙا سنڀاليو. اهو ماڻهو جيئن ويجهو آيو ته اتان گذري ويو پر عورتن ڏانهن اک کڻي نه ڏٺائين. وري عورتون پاڻ ۾ چوڻ لڳيون "ماڻهو نه هو مهيسر هو". چا ڪاڻ ته جيڪڏهن عام ماڻهو هجي ها ته ضرور ڏسي ها. پرهي مهيسر هو سندس ڪنڌ هيٺ جهڪيل هو. هونئن به خيرپور جي تاريخ ۾ مهيسر فقير استاد، شاعر ۽ سگهڙ

طور سڃاتا ويندا آهن. مهيسر خيرپور جي پيرن (پاڳارن) ۽ رياست جي ميرن جا استاد رهيا آهن. مهيسر فقيرن جي شرافت ۽ علمي ذهانت جو اندازو نامياري محقق ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ جي هن راءِ مان لڳائي سگهجي ٿو.

"ميرن وٽ بين عالمن، فاضلن ۽ اديبن کان سواءِ قرآن پاڪ جي ٻارهن حافظن جو عملو بہ موجود هوندو هو جن مان چار ڇڻا سفر خوان ۽ هر هڪ مير وڏي سان همرڪاب هوندا هئا ستدن ٻارن ۽ مستورات کي ديني تعليم ڏيندا هئا اهي حافظ مهيسرن جي خاندان مان هوندا هئا، سچڻ مهيسر، رفيق مهيسر ۽ وڏا مهيسر جي تن ڳوٺن مان مقرر ٿيندا هئا". (1)

لوڪ شاعريءَ جو تعلق عوامي زندگيءَ سان آهي لوڪ شاعريءَ ۾ ڳوٺ، وستي واهڻ ۾ رهندڙ ماڻهن جي دلي جذبن ۽ احساسن جي ابٽار بہ هوندي آهي تہ، سنڌي سماج جي تهذيب ، تمدن، عوامي ڪردارن ۽ عوام جي معصوميت جي جهلڪ بہ نظر ايندي آهي سگهڙ شاعر عام اڻ پڙهيل يا گهٽ پڙهيل هوندا آهن پر سندن عقلي پرواز ايتري وسيع هوندي آهي جو ڇگن پلن پڙهيل لکيل ماڻهن کي بہ ڏندين آڱريون اچيو وڃن.

"لوڪ شاعريءَ ۾ ساخت سٽاءَ ۽ ترتيب جي آزادي هئڻ سبب منجهس رواني سلاست ۽ سلوڻائي حد درجي جي آهي اهو شعر ايترو تہ سليس سادي بناوت وارو آهي جو ڏسڻ يا پڙهڻ سان هر هڪ ايئن محسوس ڪندو تہ هو اهڙا شعر ناهي سگهي ٿو، پر جنهن وقت اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ هڪ سٽ بہ اهڙي تيار ڪرڻ مشڪل ٿيو پوپس، چاڪاڻ تہ خيال جي بلند پروازيءَ کي پهچڻ سليس لفظ ۾ هر ڪنهن جو ڪم نہ آهي" (2)

مهيسر فقيرن جي سنڌي لوڪ شاعريءَ ۾ اهڙن ئي خيالن جو اظهار نمايان نظر اچي ٿو. سندن سنڌي لوڪ شاعريءَ جو سفر هنر واري روائتي لوڪ شاعريءَ ۽ رسمي لوڪ شاعريءَ کان معياري لوڪ شاعريءَ تائين پهچي ٿو. هن مقالي ۾ 12 سگهڙ شاعرن مان هر هڪ جي زندگي شخصيت ۽ سنڌي لوڪ شاعريءَ جي صنفن جا مختلف نمونا پيش ڪيل آهن.

**حاجي فقير مهيسر:**

سنڌ جو سدا حيات سگهڙ شاعر حاجي محمد مهيسر 1901ع ۾ ڳوٺ رفيق مهيسر جي معزز شخصيت الله آندو مهيسر جي گهر ۾ پيدا ٿيو. جڳ مشهور عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو تہ:

"اتي ۾ حاجي فقير مهيسر ڏور جي ڪچهري؛ جو وڏو سالڪ هو ۽ اتي جي سگهڙن جو سرواڻ هو. اتي مان حاجي فقير ۽ سنگت ۾ لاڙ مان پيرو فقير ۽ سنگت جون گڏيل ڪچهريون نهايت ئي ڪامياب ٿيون". (3)

ڏور جو سدا ملوڪ شاعر حاجي فقير سنڌ ۽ بلوچستان جي جهر جنگ ۾ قربن پريون ڪچهريون رچائي استاد سگهڙ بڻيو. سنڌ ۾ سندس ڪيترائي شاگرد اڄ به موجود آهن. ڏور بيت ۾ اڪثر قدرت، سوا لک نبي، خليفا، پنجتن پاڪ، اؤلياءَ سڳورا ئي اهم موضوع هوندا آهن. ڏور جي صنف لاءِ الله بخش نظاماڻي لکي ٿو ته:

"ڏور جي معنيٰ آهي، ڪنهن شيءِ جو ڏوري يعني ڳولي پتو لڳائڻ مطلب ته ڪنهن شيءِ کي ڳول ئي ڳول جيسيتائين ڪو ان جو پتو لڳي". (4)

ڏور ڳولڻ (پڇڻ) تمام ڏکيو هوندو آهي اهي سگهڙ سالڪ ئي ڏور بيت جي اکر اکر، لفظ لفظ کي پرکي پروڙي وجي اصل مقصد ۽ حاصل مطلب تي پهچندا آهن جنهن کي مراد چئبو آهي. حاجي فقير مهيسر جيترو ڏور ڏيڻ جو ڏاهو هو اترو ئي ڏور ڳولڻ جو پارکو هو. سندس دؤر ۾ ڏور جون ڪچهريون عروج تي پهتل هيون. حاجي فقير مهيسر جي وفات 1978ع ۾ ٿي سندس آخري آرام گاهه اتي سنڌ جي تاريخي قبرستان حضرت شيخ طيبؒ ۾ واقع آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهجي ڏور ڪتاب ۾ وڏ ۾ وڏ ڏور بيت جا مثال حاجي فقير مهيسر جا ڏنا آهن. سندس ڏور بيتن جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ڪامل جي ڪامڻ سان ڪري پيو ڪلام،
انهيءَ جو اڳ ۾ ئي پهتل هوس پيغام،
عاشق جو انجام هيو حوت سان "حاجي" چئي.

(بيت نمبر 51) (5)

ڪامل= حضرت امام حسين عليہ السلام.
ڪامڻ = ڳالهه. عاشق = حضرت عباس عليہ السلام

مراد: حضرت عباس عليہ السلام جون جڏهن ٻئي ٻانهون ڪربلا ۾ ڪٽجي ويون تڏهن حضرت امام حسين عليہ السلام ڪيس هنج ۾ کڻي چيو ته عباس! اڄ منهنجي مرضي آهي ته تون مون کي "ادا" ڪري سڏ. حضرت عباس عليہ السلام ورائيو ته، نه آقا! بابي حضرت علي عليہ السلام سان انجام ڪيل

اٿم تہ توهان کي سڏائي "آقا" چئي سڏيندس جي مون توهان کي ادا چيو تہ محشر ۾ واعدي پڄيندڙ ٿي پوندس.

**محمد صالح مهيسر:**

محمد صالح مهيسر، ڳوٺ وڏا مهيسر ۾ پيدا ٿيو هي پنهنجي دؤر جو بهترين سگهڙ ٿي گذريو آهي. صالح مهيسر سنڌي لوڪ شاعريءَ ۾ سينگار جا بيت، ڳجهارتون ۽ ڏور بيت لکيا آهن. سندس سنڌي لوڪ شاعري گهڻي محفوظ ٿي نہ سگهي آهي البتہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڏور ڪتاب جي صفحي 254 تي صالح مهيسر جو هڪ ڏور بيت ڏنو آهي. هن وقت گهڻي تحقيق ۽ جستجوءَ کان پوءِ بہ سندس بہ ڏور بيت سگهڙ محمد عثمان چانڊيو کان 17 اپريل 2016 تي روبرو ڪچهري ڪندي راقم کي مليا جن مان هڪ نموني طور پيش ڪجي ٿو:

ڪوٺ چڙهي ڪامڻي، آئي تماشو ڏسڻ تڪرار
مومل ۾ مهيسر چئي، ڏنئين آگي جو اسرارُ
پڌرو ڪيائين پيءُ اڳيان، احوال اهو اظهار
ڪميني تنهن ڪامن کي، اهو ڏنو اختيار
تہ وڍي سنڌ "صالح" چئي، ڪيوس ڏارئون ڏار
ناهي خبر چار تہ ڪامڻ اها ڪاڏي وئي

مراد: حضرت ابراهيم عليہ السلام کي آڙاهہ ۾ پوندو جڏهن نمرود بادشاهہ جي نينگرِ ڏٺو تہ الله جي قدرت سان اهو باغ بڻجي ويو جڏهن اها ڳالهہ پيءُ سان ڪيائين تہ انهيءَ پنهنجي نوڪرن کي ڪيس مارڻ لاءِ حڪم ڪيو پوءِ انهن چوڪريءَ کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو.

**محمد موسىٰ مهيسر:**

سگهڙ محمد موسىٰ مهيسر 1930ع تي ڳوٺ ڏڙو مهيسرڪمال ڏيرو ۾ پيدا ٿيو. ڏور بيت ۾ سينگار جو ناميارو سگهڙ شاعر ٿي گذريو آهي، سگهڙائپ ۾ سندس استاد حاجي فقير مهيسر هو. محمد موسىٰ مهيسر جي هٿ اکرن سان لکيل سنڌي لوڪ شاعري اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهي، سندس 33 ڏور بيت ساجد مهيسر طرفان 25 اپريل 2016ع تي راقم کي مليا آهن، جن مان نموني طور ڏور بيت هيٺ ڏجي ٿو:

كار كندي كامڻ آئي منجهه اري
تار منجهان نر چڙهيو كامل چٽ كري
ماٽ لڳي موڻي كي ڏسي ظاهر منجهه ذري
اهو ڏيان ڏري كو مذكور هڏائي "موسئ" چئي

مراد : اژدها بلا جو قصو آهي. اژدها بلا جيڪا ٻارن کي کائيندي هئي جڏهن حضرت علي عليه السلام جن جي مٿان آئي ته چيارين كان وٺي چيري ڇڏيائيس.

### عبدالرحمان مهيسر:

سنڌ جو سڄاڻ سگهڙ شاعر عبدالرحمان مهيسر 1 نومبر 1945ع تي حافظ محمد صالح مهيسر جي گهر ۾ پيدا ٿيو. لوڪ ادب جي سهيڙڻ ۾ بلوچ صاحب جو ٻانهن ٻيلي رهيو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو:

"اوئلي دؤر ۾ مرحوم ٻيڙو فقير منهنجو ساٿي ۽ رفيق هو ۽ ان جي وفات بعد ٻئي دؤر ۾ سگهڙ عبدالرحمان مهيسر منهنجو سڄڻ ۽ ساٿي رهيو آهي، جو سگهڙن سان ميل ملاقاتون ٿيون آهن" (7)

عبدالرحمن مهيسر 1964ع تي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان سگهڙائپ واري فن کي پوري سنڌ ۾ ڦهلايو ۽ 1988ع ۾ پروگرام "اوطاقين آواز" جو ڪمپيئر پڻ رهيو، ان کان علاوه 1975ع کان پي ٽي وي جي سنڌي پروگرامن، مهراڻ رنگ، سنڌ سينگار، اوطاق ڪچهري ۽ رس رهاڻ ۾ شامل ٿيندو رهيو، عبدالرحمن مهيسر سنڌي لوڪ شاعري جي مختلف صنفن ۾ طبع آزمائي ڪئي جنهن ۾ حمد، نعت، ٽيهه اکري، منقبت، سينگار، ڏهس، ڏور، هنر، ڳجهارت، معما، ڏٺ پرولي، بيت ۽ ڪافيون شامل آهن. سندس سنڌي لوڪ شاعري تي مشتمل ڇهريون ڪتاب "مهيسر جي مام" 1997ع ۾، ٻيو "مهسير جي موج" 1999 ع ۾ ۽ ٽيون "مهيسر جي مرڪ" 2001ع ۾ شايع ٿيا. عبدالرحمن مهيسر لوڪ ادب جي سلسلي ۾ ٻين مختلف سگهڙ شاعرن جو ڪلام مرتب ڪيو آهي جن ۾ محمد صادق ٿهيم جو ڪلام، حال حيات ضلعي خيرپور جا سگهڙ، سهڻا سخن سومر جا، ڊاڪٽر بلوچ جون قرب ڀريون ڪچهريون، سگهڙن جا سلام ۽ دعائون ۽ ڏات جا ڏيئا سگهڙ ڪريم بخش وسطڙي جو ڪلام مشهور آهن. عبدالرحمان مهيسر سنڌ سگهڙ ادبي پلائي تنظيم جو مرڪزي صدر هئڻ وقت لوڪ ادب جي واڌاري لاء هڪ عملي ڪردار ادا ڪيو سيني سگهڙن کي هڪ

پليٽ فارم تي يڪجاءِ ڪري سنڌ، بلوچستان جي وستي واهڻ ڳوٺ شهر ۾ اوطاق ڪچهريون، مچ ڪچهريون ۽ سگهڙ ڪانفرنسون ڪرايون.

عبدالرحمٰن مهيسر ڪي علمي ادبي تنظيمن پاران جملي چوٽيهه ايوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ مليا جن ۾ لطيف ايوارڊ 1997ع، شهباز ايوارڊ 1997ع ۽ 2002ع، سچل ايوارڊ 1997ع ۽ 2001ع،پاڪستان ٽيليويزن ايوارڊ 2001ع، سورهيہ بادشاهہ ايوارڊ 2004ع ۽ جلال ڪڻي ايوارڊ 2005ع شامل آهن.

"عبدالرحمٰن مهيسر هڪ شخصيت جنهن جا ڪيئي پاسا ۽ رُخ آهن شاعر،سگهڙ، لغت جو ڄاڻو، گفتگو جو ماهر، ڪچهرين جو مور، هر دل عزيز شاعرن ۽ سگهڙن جي سيني ۾ لغت جو خزانو سمايل هوندو آهي ايئن ئي سائين عبدالرحمٰن مهيسر گهمندڙ ڦرندڙ لوڪ ادب ۽ لغت جي لائبرري هو" (8)

"سينگار اصل سنسڪرت لفظ شرنگار مان نڪتل آهي ، سينگار کي هنديءَ ۾ چون سينگهار، جنهن جي معني آهي ناهہ ٺوهہ، سجاوٽ، سونهن هار سينگار، ملوڪت". (9)

سينگار شاعري ۾ سگهڙ سالڪ محبوب جي سونهن، حسن، جواني گفتار رفتار جي ساراهہ ڪندا آهن . سينگار شاعري سرجيندڙ سگهڙ سينگار بيت کي مجازي محبوب لاءِ به لکن ٿا تہ ڪي سگهڙ سينگار جي بيتن کي حقيقي محبوب سان منسوب ڪري عقيدت جو اظهار ڪن ٿا جيئن عبدالرحمٰن مهيسر حقيقي محبوب حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي عقيدت ۾ چوي ٿو:

رُخ روشن محبوب جو، آهي الاهي اسرار ميان
سهڻي صورت سُپرين جي عالم ۾ اظهارُ ميان
پانو پرينءَ اڳيان ڇا چمڪ ڪري چمڪارُ ميان
شمس پاڻ شرمائيو، پسي دلبر جو ديدار ميان
ڪڪر هلي پيو ڪامل سان ڪري، مٿان مينگهہ ملهار ميان
وڃون واپس وري ويون جڏهن نرمل ٿيو نروار ميان
سورتهن پارنهن ڪان سوايو، منهنجي جانب جو جنسار ميان
سو سونهن پريو سردار ميان، ڪندو عنايت عبدالرحمان چئي
(بيت نمبر 03، ص 88)

عبدالرحمٰن مهيسر ڳجهارت جو فن بہ پلي پت جيان ڄاڻندو هو.

"ڳجهارت لفظ سنسڪرت مان نڪتل آهي. اصل معنيٰ آهي گهيہ آرٿ. گهيہ معنيٰ تمام اونهو يا ڳجهو ۽آرٿ معني مطلب يعني تمام اونهي مطلب واري حقيقت جنهن ۾ اونهو راز يا ڳجهہ رکيل هجي" (10)

ڳجهارتن جا ڪيترائي قسم ٿين ٿا جن ۾ سُرائتيون ڳجهارتون ۽ ٻيون سُر ڪانسواءِ سُرائتيون ڳجهارتون اڪثر ڪري سنڌ جي رومانوي داستانن ۽ لوڪ داستانن سنڌ جي سورمين ۽ سورمن سسئي پنهون، نوري ڄام تماچي، ليلا چنيسر، مومل راڻو ۽ عمر مارئي سان منسوب هونديون آهن عبدالرحمان مهيسر جي ڳجهارتن مان نموني طور هيٺ ڏجن ٿيون :

**سسئي پنهون:**

نالو منهنجو جيڏيون هاڻي نالو نہ ٿيو
نالو: جيڻ، نالو: سکيو
پڄڻي: جيڻ منهنجو جيڏيون هاڻي سکيو نہ ٿيو.
ڳجهارت نمبر 2

**عمر مارئي:**

مال جا ڏسن ملير ۾ تہ مارو نالو ڪن
مال جا: ڪڪر، نالو: خوشي
پڄڻي: ڪڪر ڏسن ملير ۾ تہ مارو خوشي ڪن.
ڳجهارت نمبر10 (11)

عبدالرحمان مهيسر سنڌ جو سر موڙ سگهڙ ۽ سالڪ هو سندس وفات 7 مئي 2007ع تي ٿي.

**الله ڏنو مهيسر:**

الله ڏنو مهيسر 1951ع تي ڳوٺ سڄڻ مهيسر ۾ پيدا ٿيو. پاڻ بهترين سگهڙ ۽ نعت خوان آهي. سنڌي لوڪ شاعري جي مختلف صنفن ۾ لکيو اٿس جن ۾ حمد، نعت، مولود، ڳجهارت بيت ۽ ڪافيون شامل آهن. الله ڏنو مهيسر جي تخليقن مان ڳجهارت جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

ٻولي منهنجا ذات ، نالا ڪاٺ جا عضوا
ٻولي: مون، ذات: پير، نالا: لائق، ڪاٺ: لاهہ، عضوا: هٿ
پڄڻي: مون تان منهنجا پير لائق لاهہ مَ هٿڙا.

**حفيظ الرحمٰن مهيسر:**

حفيظ الرحمٰن مهيسر پهرين مارچ 1964ع تي ناميار سگهڙ عبدالرحمٰن مهيسر جي گهر ۾ پيدا ٿيو. ريڊيو ٽيليويزن ۽ سگهڙ ڪانفرنس ذريعي پنهنجي سگهڙائپ واري فن کي عوام تائين پهچائيندو رهي ٿو. سنڌي لوڪ شاعري جون مختلف صنفون لکيون اٿس. جنهن ۾ گفتي جا بيت، سينگار بيت، آجيان جا بيت ۽ معما شامل آهن . معما سنڌي لوڪ شاعري جي اهڙي صنف آهي جنهن ۾ سگهڙ شاعر پنهنجي خيال کي مام ۾ پيش ڪندو آهي.

"معمو جي لفظي معنيٰ آهي ڪا به لڪل شئي يا مشڪل ڳالھ . اصطلاح ۾ ان نظم کي چيو ويندو آهي جنهن ۾ ڪا مخفي يا لڪل ڳالھ هوندي آهي جنهن کي پڙهڻ ڪانپوءِ سلجهائڻو پوندو آهي ". (12)

سگهڙ عبدالرحمٰن مهيسر پنهنجي پٽ حفيظ الرحمٰن مهيسر سان معما ۾ خيالن جو اظهار ڪيو آهي معما جو اهڙو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

آهي معصومن مرڪ، جيڪي پنڌئن منجھ پار
شاهي بازار شهر ۾ تون وجي ٿو وينجهار
ياد ڪري يار أها آڻجانءِ عبدالرحمٰن چئي.

معما جي هن بيت ۾ عبدالرحمٰن پنهنجي فرزند کي مکڻ وٺي اچڻ لاءِ چوي ٿو. شهر ۾ جڏهن حفيظ الرحمٰن مکڻ جي پڇا ڪئي تہ مکڻ سوير ئي وڪامي ويو هو پر مکڻ مان ٺهيل گيھ دڪان تي رکيل هو، شهر مان واپس موٽي پنهنجي والد صاحب کي معما ۾ هن طرح جواب ڏنائين:

بابا وڃي بازار ۾ تنهن جو پڇايم پيرو
سو هليو ويو "حفيظ" چوي سائين صبح سويرو
ڪاڄ ۾ جيڪو ڪم اچي ڪري مان مٺيرو
هيو تنهن جو دڪان تي ديرو اهو چئو تہ آڻي ڏيان.

(13)

**محمد شريف مهيسر:**

محمد شريف مهيسر ولد امير بخش مهيسر تعلقي گمبٽ جي ڳوٺ دڙو مهيسر ۾ 1965ع تي پيدا ٿيو. سندس وفات 8 نومبر 2010ع تي ٿي، سندس سنڌي لوڪ شاعري ۾ ڏور، سينگار، مهل موقعي جا بيت ۽ عاقلاڻا قول ملن ٿا،

"انهن قولن ۾ عاقل سگهڙن پنهجي ڄاڻ موجب نصيحت آميز نڪتا نروار ڪيا آهن، جن ۾ دانائي توڙي ظرافت سمايل آهي" (14)

محمد شريف مهيسر، پنهنجي عقل ۽ ڏاهپ سان عاقلاڻا قول لکي عوام کي سجاڳ ڪندي نصيحت ڪري ٿو ته خبردار پروسو نه ڪر، ڇا تي پروسو نه ڪر سندس شاعري جو اهڙو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

وبهڪ ڊور تي، يار چور تي، ٻئي جي زور تي، پروسو نه ڪر
ٻن ويڙهائو تي، حاڪم ڪائو تي، پاڙي پائو تي، پروسو نه ڪر
وڻ ڇني تي، چور ڪتي تي، ننڊ ۾ ستي تي، پروسو نه ڪر
چور هاريءَ تي، پوليس جي ياري تي، مڪس سواريءَ تي، پروسو نه ڪر
مڙس موٽي تي، اڪ جي سوٽي تي، يار ڪوٽي تي، پروسو نه ڪر
چور جي لباس تي، پتن جي تاس تي، ڪانچ جي گلاس تي، پروسو نه ڪر
دنيا فانيءَ تي، پرائيءَ مانيءَ تي، پنهنجي جوانيءَ تي، پروسو نه ڪر
جهڙجي ڇانو تي، ٺڪر جي ٿانو تي، نوجهوٽن جي وهانو تي، پروسو نه ڪر
مڙس مواليءَ تي، ٺڪر جي پياليءَ تي، کيسي خاليءَ تي، پروسو نه ڪر
منڊي گهوڙي تي، ماٺهوءَ ٻوڙي تي، پرائي جوڙي تي، پروسو نه ڪر

## زاهد حسين مهيسر:

زاهد حسين مهيسر 1965ع تي رفيق مهيسر ۾ جنم ورتو، زاهد مهيسر هڪ ئي وقت اُستاد، نعت خوان، شاهه لطيف جو پارکو ۽ سگهڙ شاعر آهي، سنڌي لوڪ شاعري جي مختلف صنفن تي زاهد پنهنجو قلم وهايو آهي جنهن ۾ حمد، نعت منقبت، مناجات، سينگار، هنر، ڏهُس ۽ سي حرفي سان گڏوگڏ سنڌ جي رومانوي لوڪ داستانن جي سُرن تي پڻ شاعري ڪئي اٿس. زاهد مهيسر صاحب ڪتاب سگهڙ آهي سندس لوڪ شاعري تي مشتمل ڪتاب "چمڪيو چوڏهين چنڊ" 2008ع ۾ سيد انعام علي شاهه پيلهاڙوي مرتب ڪيو آهي ڪتاب جي مهاڳ ۾ ناميارو اسڪالر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو:

"زاهد حسين علمي جستجو ڪانسواءِ سلوڪ ڏانهن به مائل آهي، "زاهد" سندس ذاتي نالي ۾ سمايل آهي ۽ سندس تخلص به "زاهد" ئي آهي. درويشن جي درگاهن جو به سيلاني آهي ۽ پنهنجي نالي آڏو فقير لکي فيض ماڻي ٿو" (15)

ڏهس سنڌي لوڪ شاعري جي اُها صنف آهي جنهن ۾ سگهڙ شاعر هڪ ئي شي جا ڏهه نالا پيش ڪندا آهن ڏهس جي وصف بيان ڪندي الله بخش نظاماڻي لکي ٿو:

"ڏهس" سنسڪرت لفظ "دشن" مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي "ڏه" ڏهس ٻه ڏور ۽ سينگار وانگر هڪ سنڌي بيت جو قسم آهي مگر هن قسم جي بيت ۾ خاص خصوصيت اها آهي، جو سڀ ڪنهن قسم جي نالن جي ادائگي ڏهن لفظن ۾ ڪئي ويندي آهي، انهيءَ ڪري هن فن کي ڏهس نالو ڏنو ويو آهي". (16)

زاهد مهيسر جي لوڪ شاعري مان ڏهس جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

محبوبن لاءِ ميو آيو سنجن سان سينگار جي
اهو عاشق اٺ سنبيرو قربن منجهه قطار جي
لالڻ چڙهيو ليڙي تي پو صلواتون ويون سار جي
چانگي سندي چانس سان ويا هنڌ مڙئي هبڪار جي
گوهر گئونري گامن سان پيو ڏات ڏٺي ڏيکار جي
هنڌين ماڳين هاڪ هلي وئي هُڄ سنڌي هسوار جي
ڪرهي وڏي ڪٿر ماٿي آقا جي اسرار جي
جمل جانب ساڻ جڙي پيو جوت پلي جنسار جي
چمر چمان چمر شهنشاهي شُتر جي چمڪار جي
مديني ۾ مهري ماهي پريت سان ويا پار جي
تونگر توڏي هو تڪڙو تهدل تات تنوار جي
ڏاهو ڏاگهو ڏونهين گهر ۾ ڏات چوان ڏاتار جي
اها عنايت الاهي ٿي ڪنواٽ ۽ قربدار جي
واڳون ورائي والي آيو بغُدي بات بهارجي
سالن وارا سور لهي ويا سونهن پسي سردار جي
محبت من ۾ مست مدامي "مهيسر" منثار جي
زاهد ظاهر ذوق انهيءَ ۾ گهڙيون ويون ڪجهه گهارجي
اڄ گهڙيون ويون ڪجهه گهار جي (17)

مٿي ڏنل ڏهس نامي جي بيت ۾ زاهد مهيسر اُٺ جا ڏهه نالا جيئن: ميو، اُٺ، چانگو، ڪرهو، جمل، شتر، مهري، توڏو، ڏاگهو، ڪنوات شامل ڪيا آهن.

## فياض حسين مهيسر:

فياض حسين مهيسر 1 فيبروري 1970ع تي ڳوٺ رفيق مهيسر ۾ نياز حسين جي گهر ۾ جنم ورتو سنڌي لوڪ شاعري جي مختلف صنفن ۾

طبع آزمائي ڪئي اٿس جنهن ۾ حمد، نعت، منقبت، سينگار، پهاڪا، واقعاتي بيت، ڏور بيت، ڳجهارتون ڳرو، چيلو ۽ ڏهس نامو شامل آهن.

فياض مهيسر سگهڙائپ جو فن پنهنجي ڏاڏي حاجي فقير کان سکيو. 1985ع کان پي ٽي وي جي مختلف پروگرامن ۾ شامل ٿيندو پيو اچي. فياض مهيسر جي شخصيت ۽ ذهانت جو اندازو ڪيس مڃتا طور مليل ايوارڊن ۽ سرٽيفڪيٽن مان بہ لڳائي سگهجي ٿو. ڪيس ڪيترائي ايوارڊ ملي چڪا آهن جنهن ۾ لطيف ايوارڊ، شهباز ايوارڊ ۽ سچل ايوارڊ شامل آهن. فياض مهيسر ڳجهارت ۽ ڏور بيت کي پڃڻ ۽ ڳولڻ جو ڏانءُ پڻ رکي ٿو. سندس لوڪ شاعري ۾ هڪ طرف محبت ۽ پائيچاري جو سبق سمايل آهي تہ ٻئي طرف نصيحت ۽ هدايت تي چيل بيت نوجوان نسل ۾ سجاڳي جو شعور پيدا ڪن ٿا.

دين اسان کي درس ڏنو آ محبت مساوات،
فتنو تنهن ۾ فياض چئي، نہ ٿو جڳائي جملات
امن سان اقرار ڏينهن هجي يا رات
پيار لاءِ پرور پيدا ڪئي آ ڪُل هيءَ ڪائنات
محنتي محتاج نہ ٿئي ڪنهن دُرس وڏيس درجات
ادا جنهن دل ذڪر ذات صفات سو مرڪي مهيسر چئي

**خليل الرحمٰن مهيسر:**

خليل الرحمٰن مهيسر جو جنم 8 فيبروري 1973 ع تي ڳوٺ رفيق مهيسر ۾ ٿيو، ديني تعليم سان گڏ سگهڙائپ جو فن بہ پنهنجي والد سگهڙ سالڪ عبدالرحمٰن مهيسر کان ورثائين. پاڻ سنڌي شاعري جي مختلف صنفن تي لکي رهيو آهي لوڪ شاعري جي صنفن ۾ گفتي جا بيت، سينگار، ڳجهارت، هنر، ڏٺ، بيت ۽ ڪافيون لکيون اٿس. پاڻ سنڌ سگهڙ ادبي پلائي تنظيم جو مرڪزي صدر آهي سڄي سنڌ ۾ سگهڙ ڪانفرنسون، اوطاق ڪچهريون رچائي لوڪ ادب جي واڌاري لاءِ پاڻ پتوڙي رهيو آهي. پاڻ پي ٽي وي ۽ ريڊيو پاڪستان جي وسيلي پنهنجي سگهڙائپ جون فني ۽ فڪري صلاحيتون اجاگر ڪندو رهي ٿو. ڪيس ڪيترائي مڃتا طور ايوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن جن ۾ بہ پيرا سچل ايوارڊ 2009ع ۽ 2013ع، لطيف ايوارڊ 2010ع، شهباز ايوارڊ 2011ع ۽ جلال ڪٽي ايوارڊ 2010 شامل آهن. خليل الرحمٰن جي سنڌي لوڪ شاعري ۾ خدا جي وحدانيت جي واکاڻ سان

گڏوگڏ انسان ذات لاءِ امن پيار ۽ محبت جو پيغام سمايل آهي سندس لوڪ شاعري مان سر سسئي جو بيت نموني طور پيش ڪجي ٿو.

ڪوهيارو ڪيچ ڏٿي، ڪيئن ويهان وساري،
پيتر باھ برھ جي، ويو پاروچل پاري،
جدائي هاٿي جانب جي، ڳنڍي ٿي ڳاري،
سرتيون سڪ سيني ۾، ڪيئن گهڙي سگهان گهاري،
ٿو ساھ سدا ساري، خان کي تہ "خليل" چوي.

**فاضل مهيسر:**

سگهڙ شاعر فاضل مهيسر 1965ع تي ڳوٺ سچڻ مهيسر جي ارباب مهيسر جي گهر ۾ پيدا ٿيو. فاضل مهيسر پاڻ بہ پهاڪو بيت، ڏور بيت لکي سگهڙ شاعر بڻيو، سنڌ جي مختلف ڳوٺن ۾ ڪچهري پروگرامن ۾ شامل ٿي سگهڙائپ جو فن ڦهلائيندو رهي ٿو، سندس سنڌي لوڪ شاعري ۾ انسان ذات کي پاڻ سڃاڻ جي تلقين، انا ۽ خودشناسي کان پري رهڻ جي هدايت ملي ٿي، فاضل مهيسر خدا جي وحدانيت جي واکاڻ ڪندي ۽ پنجتن پاڪ سان عقيدت جو اظهار ڪندي چوي ٿو:

ڏيان ڪر ڌرتي ڏي چڙ وڏي وڏائي،
جن خود سڏايو خان سي خاڪ چڙيا ڪائي
لا الله الا الله جي وات ڪر وائي
پيار ڪر پنجتن سان تہ ٿيئي سولي سٺائي
جن بهادرن ڀاڳ ڀلائي ، اُتي فائق ڪندو فاضل چوي

**رحمان ڏنو مهيسر:**

رحمان ڏنو ولد خاوند ڏنو مهيسر ڳوٺ رفيق مهيسر ۾ 1982 ع تي پيدا ٿيو، شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين ننڍپڻ ۾ پنهنجي ناني سگهڙ عبدالرحمٰن جي گهر ۾ گذاريائين، ساٿس رهائيون رچائيندي سندس لاڙو لوڪ شاعري ڏانهن ٿيو. رحمان ڏنو پيشي جي لحاظ کان قانوندان آهي سندس شاعري جي لکيل صنفن ۾ ناصحانہ بيت، آجيان جا بيت ۽ گفتي جا بيت شامل آهن، سندس سنڌي لوڪ شاعري مان آجيان جو بيت نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

پلي آئين پلا پرين، ڪيئي ڪروڙين احسان،
ساھ منھنجو سرھو ٿيو، ويا اندر مان ارمان،
صورت تو سوائي آ، سورج ڪان سلطان،
الله جي امان، رھندين "رحمان ڏنو" چئي.

بيت نمبر 1
(18)

رحمان ڏنو مھيسر آجيان جي بيتن ۾ محبوب سان مخاطب ٿيندي پنھنجي محبوب کي ڏسندي خوشي جي جذبن ۽ احساسن جو اظھار ڪري ٿو ۽ کيس الله جي امان ۾ رھڻ لاءِ دعائون ڏيئي ٿو. آجيان جي بيتن ۾ اڪثر سگھڙ شاعر اڇڻ واري کي خراج پيش ڪندا آھن . آجيان جا بيت سگھڙ شاعرن جا خاص موضوع رھيا آھن.

حوالا:


1. حامي عطا محمد حامي، ڊاڪٽر، "خيرپور جي ميرن جو ادب ، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو"، ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1994ع ص: 193
2. نظامائي، الله بخش، "لوڪ ادب جي ارتقائي تاريخ"، ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي ،1971ع ص: 18
3. مھيسر، عبدالرحمٰن، "مھيسر جي مار"، ڳوٺ رفيق مھيسر ضلع خيرپور، 1997ع، ص: 8,7
4. نظامائي، الله بخش، "لوڪ ادب جي ارتقائي تاريخ"، ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1971ع، ص: 40
5. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، "ڏور"، ڄامشورو، سنڌي ادبي بورڊ (1970) 2005ع، ص: 534
6. ايضاً، ص:283
7. مھيسر، عبدالرحمٰن، "مھيسر جي مار،" ڳوٺ رفيق مھيسر ضلع خيرپور ، 1997ع، ص: 8
8. ميتلو، آفتاب عالم، "سگھڙ عبدالرحمٰن مھيسر جي شخصيت ۽ علمي ادبي خدمتون"، (مونوگراف) ايم اي سنڌي ، سنڌي شعبو، شاھ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، 2008ع، اڻ ڇپيل، ص:25

9 نظامائي، الله بخش، "لوڪ ادب جي ارتقائي تاريخ"، ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي ،1971ع ، ص: 46
10 ايضاً ، ص: 29،28
11 مهيسر، عبدالرحمٰن، "مهيسر جي مام"، ڳوٺ رفيق مهيسر ضلع خيرپور ، 1997ع، ص: 121،120،119
12 عباسي، ظفر، "سنڌيءَ ۾ شاعريءَ جون صنفون ۽ صنعتون"، حيدرآباد سنڌ لينگويج اٿارٽي 2007ع ، ص:172
13 مهيسر عبدالرحمٰن، "حال حيات ضلعي خيرپور جا سگهڙ"، خيرپورميرس ، سنڌ سگهڙ ادبي ڀلائي تنظيم ، 2003ع ، ص:39
14 بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، "پروليون، ڏٺون، معمائون ۽ ٻول"، ڄام شورو سنڌي ادبي بورڊ ، (1965ع)، 2007ع، ص: 255
15 لڪياري ، سيد انعام علي شاهه، "چمڪيو چوڏهين چنڊ"، خيرپور ميرس ، زاهد اينڊ برادرس ، 2008ع ، ص : 7
16 نظامائي ، الله بخش ، "لوڪ ادب جي ارتقائي تاريخ"، ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي ،1971ع ، ص:44
17 لڪياري ، سيد انعام علي شاهه ، "چمڪيو چوڏهين چنڊ"، خيرپور ميرس ، زاهد اينڊ برادرس ، 2008ع ، ص : 74
18 مهيسر عبدالرحمٰن ، "حال حيات ضلعي خيرپور جا سگهڙ"، خيرپورميرس ، سنڌ سگهڙ ادبي ڀلائي تنظيم ، 2003ع ، ص:147

عائشہ حسن ڏاريجو

# ماهتاب محبوب جي ڪهاڻين جو نفسياتي پهلو (خاص مطالعو)

# Analysis of Psychological Aspect of Sindhi Short Stories of Mehtab Mehboob (Selected Analysis)


## ABSTRACT:

Mehtab Mehboob is one of the Sindhi story writers who occupies important place in Sindhi literature because she has not only different aspects of prose but also successful in it. She started writing in 1960s decade and became successful and famous in 1970s and 1980s decades. She is one of the short story writers who brought innovations in sindhi short story, which reveal truth, factuality and comedy.When we analyse the short stories of Mehtab Mehboob, it is observed that the arrow of truth is thrown in right direction in the form of comedy, which brought success for her.

In her writings the real village life characters are created in such a beautiful way that readers sometimes feel that these character are wonderfuly in front of him. She revealed in her story that unconventional customs are like ulcer for sindhi society, which have caused hollowness in sindhi society.


ماهتاب محبوب 14 جولاءِ 1950ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو، ابتدائي تعليم "سينٽ ميريز ڪانوينٽ" ۽ "مدرسة البنات" مان حاصل ڪرڻ کانپوءِ گورنمينٽ گرلز ڪاليج حيدرآباد مان گريجوئيشن ڪيائين. ماهتاب محبوب ٻالڪپڻ کان ئي ادبي سفر جي شروعات ڪئي، ٻارائي ادب تي لکڻ ۽ ڪهاڻين جو ترجمو ڪرڻ کان پوءِ باقاعده طور تي ادب ۾ داخل ٿي، سندس شروعاتي لکڻيون نئين زندگي ۽ ٻين مختلف رسالن ۾ اينديون رهيون، سندس پهرين ڪهاڻي "ڪڏهن ائين به ٿيندو آهي" نئين زندگي ۾ شايع ٿي.

ماهتاب محبوب نثر جي سڀني صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي، جنهن ۾ مقالا، مضمون، ناول، ڪهاڻيون ۽ سفرناما شامل آهن. سندس سڀني لکڻين ۾ ٻولي وڻندڙ ۽ سليس آهي، ماهتاب محبوب جي سڀني ڪهاڻين جو اگر جائزو

ونداسين تہ معلوم ٿيندو تہ سندس ڪهاڻين جا ڪردار نج سنڌي ماحول جا آهن جيڪو سندس لکڻين جو خاص خاصو آهي. ماهتاب محبوب جيڪي ڪردار عوام اڳيان آندا آهن سي ڪي نوان تہ ڪونہ آهن پر جنهن انداز سان هُن ڪردارن جي "نفسياتي" پهلوئن کي ظاهر ڪيو آهي ۽ مسئلن جي نشاندهي ڪئي آهي اُن سان هڪ تہ پڙهندڙ کي ڪهاڻي پڙهڻ وقت ڪردارن کي سمجهڻ ۾ آساني ٿئي ٿي ۽ ٻيو تہ هي ڪردار اُن (پڙهندڙ) جي آس پاس ڦرن ٿا. ان لاءِ دلچسپيءَ وارو عنصر بہ پيدا ٿئي ٿو ۽ ڳجهن رازن تان پردو بہ کڄي ٿو.

ماهتاب محبوب جي ڪهاڻين جا چار مجموعا آيا آهن جن ۾ "مني مراد"، "لهر لهر زندگي"، "پلصراط" ۽ گڏيل ڪهاڻين جو مجموعو "چانديءَ جون تارون پرهہ کان پهرين"، سندس ڪهاڻين جو ترجمو اُردو کان علاوه ٻين مختلف زبانن ۾ بہ ٿيل آهي.

سندس ڪهاڻين جو غور سان مطالعو ڪيو وڃي تہ معلوم ٿيندو تہ ماهتاب بحيثيت هڪ عورت ڪهاڻيڪار هوندي عورت جي مختلف مسئلن تي بہ لکيو آهي تہ وڏي جُرئت ۽ سچائي سان عورت جي نفسيات کي بہ وائکو ڪيو آهي، هُن جنهن مهارت سان گهريلو مسئلا پيش ڪندي عورت جي ڪردار کي "طنز مزاح" واري انداز ۾ آندو آهي اُهو انداز ٻين سنڌي عورت ڪهاڻيڪارن وٽ توهان کي گهٽ ملندو. چوتہ هر ليکڪ جو انداز بيان پنهنجو هوندو آهي.

گڏيل ڪٽنب ۾ رهندي هڪ عورت جو ٻي عورت سان ٽڪراءُ روز جو معاملو آهي پر اهو ٽڪراءُ جڏهن تضاد واري رنگ ۾ رنگجي ٿو تہ هڪ اهڙو مسئلو ٿي ڪَرُ ڪڍي ٿو جنهن سان رشتا ناتا، گهر ۽ زندگيون تباهہ ٿي وڃن ٿا، اهڙن تضادن ۾ سس نُنهن جو تضاد، ڀن ڏيراڻين جو تضاد، ڀن ساهيڙن جو تضاد (ڀهاڄون)، ايتري قدر جو ڀن سڳين ڀيڻن جو تضاد. اُن سان گڏوگڏ ماهتاب محبوب جي ڪهاڻيءَ "چانديءَ جون تارون" ۾ ننڍان جو ڀاڄائي سان تضاد ايتري قدر وڌي وڃي ٿو جو سندس ڀائٽي راحت جي زندگي تباهہ و برباد ڪري ڇڏي ٿو. هن ڪهاڻيءَ ۾ ماهتاب محبوب عورت جي اُن نفسياتي پهلو کي عيان ڪيو آهي جيڪو ضد، هٺ ۽ اَنا جي صورت ۾ نظر اچي ٿو. هن ڪهاڻيءَ ۾ راحت جو ڪردار ڀائٽي جو ۽ ڏياڻ (جيڪا راحت جي پنجويهہ سال پالنا ڪري ٿي) پڦي جو ڪردار آهي. راحت وڏيري جي هڪڙي لاڏلي ڌيءَ آهي جنهن جو خاندان ۾ ڪو مناسب رشتو نہ آهي هُوءَ تنهائي ۽ اڪيلائپ ۾ رهندي نفسياتي طور هسٽريا ۾ هلي وڃي ٿي، اهڙا ڪردار سنڌ جي حويلين، وڏيرن جي ڪوٺن ۽ عام خاندانن ۾

اسان کي ملن ٿا.

"سائين نيائي؛ جو بار لاهيو کٿي اهڙي حالت ڏني نٿي وڃي، هڪڙي ته اڪين آڏو اٿئون. ٿڌائس (ڏياڻ) ڪمري مان پڻڪ پڌي ورتي، يڪدم راحت ڪُٽل جي حوالي ڪندي ڪوٺي؛ ۾ وارد ٿي، آءُ به ته ستن پائرن جي هڪڙي پيڻ هئس، مونکي ڪائي هڏ ڪري ڇڏيو تڏهن چيو ٿي ته اهو ڪهڙو جائو آهي جو پڳ پڌي وچ ۾ ويهندو؟ اسين ست پائر ڪو مري ويا آهيون ڇا؟ اسان جو هڏ چم ويٺي ڪاٽ، راڄ ويٺي ڪر هاٿي پنهنجو اولاد اٿو ته سيڪ تو اچيو ته بار لاهيون. سو آءُ به مٿي ڪونه آهيان. اجا ويٺي آهيان. تون به خوش نه ٿي پاڃائي ته ڪو راحت لاٿون لهندي ۽ تون اڪين سان ڏسندين؛. آءُ جيستائين جيئري آهيان اهو هرگز نه ٿيڻ ڏينديس". (1)

هن ڪهاڻي؛ ۾ ماهتاب محبوب عورت جو اُهو روپ ڏيکاريو آهي، جيڪا پاڻ سان ٿيل ڏاڍ ۽ ناانصافي جو بدلو راحت جي معصوم زندگي مان وٺڻ چاهي ٿي. راحت جيڪا اڪيلائپ ۽ تنهائي؛ ۾ رهندي رهندي هاڻي اِهڙي لِڪ لِڪوٽي ڪيڏي آهي جنهن ۾ سندس ڪردار ماهتاب باغي عورت جو ڏيکاريو آهي جيڪا ڪليل فضا ۾ جيئڻ چاهي ٿي.

"سائس گڏ هڪ سگهارو ۽ مضبوط نوجوان هو، جنهن جي ڪهري ڇاتي؛ ۾ منهن لڪائيندي هوءَ ان شاهراهه جي وسيع ۽ تيز وهڪري ۾ گهٽو تمام گهٽو اڳتي نڪري وئي". (2)

هن ڪهاڻي؛ ۾ ماهتاب محبوب مختلف نفسياتي پهلوئن طرف ڌيان ڇڪايو آهي جنهن ۾ هڪ عورت ٻئي عورت کان انتقام وٺي ٿي ۽ آخرڪار راحت اُن گُهٽ ۽ ٻوسات واري ماحول مان باغي ٿي اِهڙي راهه اختيار ڪري ٿي جنهن ۾ خاندان وارن جي رُسوائي هڪ طرف ۽ عورت تي بدنامي وارو داغ ٻي طرف. راحت اُهو سڀ ڪجهه پنهنجي آزاد زندگي گذارڻ خاطر ڪري ٿي جيڪو هن ٻئي معيار واري سماج ۾ خوش گوار نموني ملڻ مشڪل هيو. هن ڪهاڻي؛ جو ٻيو نفسياتي پهلو "ڏياڻ" جو انتقام هيو، پر جي هُوءَ انتقام واري راهه نه اختيار ڪري ها ۽ ڪشيده ماحول کي پنهنجي نرمي ۽ عقل سان ٺڏو ڪري ها جيڪو ٿي پئي سگهيو، ڇوته بهترين انتقام اِهو آهي ته ماضي؛ کي مدِ نظر رکي حال کي بهتر بڻايو ۽ هن مردن جي سماج ۾ انهن مدي خارج ريتن رسمن جي ور، ٻئي "ڏياڻ" چڙهڻ نه ڏيو.

هن ڪهاڻي؛ ۾ ماهتاب محبوب مختلف ٻين مسئلن طرف ڌيان ڇڪايو

آهي، جنهن ۾ حويلين جا قانون، ريتون رسمون، عورتن لاءِ ٻٽو معيار، عورت جو عورت سان انتقام وارو ڪردار ۽ انهن سڀني وجوهات جي ڪري عورت جو باغي ٿيڻ. اِن موضوع تي مختلف ڪهاڻيڪارن پنهنجون ڪهاڻيون لکيون آهن، جنهن ۾ عورتن سان ٿيندڙ مختلف مسئلن کي نروار ڪيو ويو آهي ۽ ان ڪردار جا مختلف نفسياتي پهلو بيان ڪيا ويا آهن. ڏٺو وڃي ته ماهتاب محبوب عورتن جي مسئلن، رومانيت واري جذبي، سندس سان ٿيندڙ ويساهه گهاتين ڪان اڳان به اڳتي ٿي هڪ ماهر نفسيات وانگر عورت جي اندر جي احساسن، شدت، ان شدت جي گهرائي ۽ ان جي پوندڙ اثرن جو باريڪ بينيءَ سان مطالعو ڪيو آهي، ڪٿي هن عورت جي فطرت کي موضوع بڻايو آهي ته ڪٿي غربت مان پيدا ٿيندڙ مختلف جذبن جيئن حسد، ساڙ، حوس، (گناهه) وڏيرن جي اوطاقن تي پلجندڙ پيٽن جو ذڪر ڪيو آهي ته ڪٿي هِتان جي ڳالهه هُتان ڪرڻ وارين عورتن جي نفسيات کي پڌرو ڪيو آهي، ماهتاب محبوب جي ڪهاڻين مان ڪجهه ڪهاڻين ۾ ٻٽو روپ رکندڙ عورتن جو به ڪردار ملي ٿو جيڪا "ڪنهن جو گناهه ڪنهن جي مٿي تي چاڙهي ٿي، سندس اِهڙين ڪهاڻين مان "خيران" هڪ آهي.

"تون ڦڪر نه ڪر ممون...... گر نه ڪر. جي پار نه ڪريو، ته مان پڌرو ڪري ڇڏيندس ته پار ماستر جو آهي".(3)

اڃان اڳتي اچون ته اسان کي ماهتاب محبوب وٽ اِهڙا ڪردار به ملندا (عورت جا) جن جي ڳالهين ۾ ڏنگ وارو احساس شامل هوندو آهي ۽ وقت ايندي هُو ڏنگ هٽي ڪڍنديون آهن. اِهڙن ڪهاڻين مان سندس ڪهاڻي "نڪ" تمام اهم آهي، جنهن ۾ ڪا وڏ گهراڻي ڇُوڪري جڏهن تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ نڪري ٿي ته سندس ٿي خاندان جون عورتون اُن تي ۽ ڇُوڪري جي والدين تي ڪيئن آڱريون کڻن ٿيون.

"پر چوريءَ هٽي اسان جو اُوچو ڳاٽ پجي وڃو ـ ست پيڙهيون ڪاريون ڪري ڇڏيائين، هاڻ ڪهڙو منهن کڻي برادريءَ ۾ هلنداسين، سڀ ڪو آڱريون کڻندو ته اِجهي اهي آهن، فلاڻا وڏ گهرا ڪامورا جن جي نينگريءَ..... هيانءَ هجنيئي ٻڏڻ جهڙو ته ٻڌ، ڏيرهن جي جواڻ جماڻ ٻارهين ورهين جي ڌيءَ اسان جو نڪ وڍائي اسڪول ۾ پڙهڻ ويئي آهي".(4)

ڪجهه ڪردارن تي سندس ماحول ۽ تربيت جو اثر ڏيکاريو ويو آهي ڇوته انسان ماحول مان گهڻو ڪجهه سکندو آهي ۽ آهسته آهسته سندس طبيعت ۾ اُهي شيون شامل ٿي وينديون آهن. مثال جي طور تي ڳوٺاڻن مائٽن تي ڳوٺاڻي ماحول جو

عڪس نمايان نظر ايندو آهي جيئن ڳالهه ٻولهه جو انداز، ڪائڻ پيئڻ ۽ اوڍڻ جو طريقو، مزاج، بهادري هيڻائي وغيره وغيره، بلڪل ائين شهرين تي شهر جي شوخيءَ جو رنگ غالب نظر ايندو آهي. انسان جتي رهي ٿو ۽ ماحول مان جيڪو ڪجهه سکي ٿو سُو سندس سڀاءَ ۾ شامل ٿيندو وڃي ٿو، اهڙن ڪهاڻين ۾ سندس اهم ڪهاڻيون ٻُليڻن، خيران، سوڙا واتر، ڪارو نانگ، نڪ، ناسور، واريءَ سندو ڪوٽ، منو پٽ، ڪامريڊ صوف، ذهنيت نئين مارئي، "مهڻي مونڪي" تمام اهم ڪهاڻيون آهن. ماهتاب محبوب جڏهن اِهي ڪردار تخليق ڪيا آهن ته وڏي باريڪ بينيءَ سان سندن "اُچار" تي محنت ڪئي آهي. ٺيٺ سنڌي پهاڪا، عورتن جي ڳالهائڻ جو انداز، ڳوٺاڻي عورت جو ڪاڏي پيتيءَ سان شوق ۽ وڏي ڳالهه ته ڏکي سُکي ۾ جڏهن هڪٻئي سان ملن ٿيون، ڏوراپا ڏين ٿيون، يا ڳوٺاڻي عورت جي روئڻ جو انداز جنهن کي "پاڙ" ڪڍڻ چوندا آهيون. وڏي مهارت سان قلم جي ذريعي اُهي ڪردار تخليق ڪري پڙهندڙن تائين انهن جي نفسيات پُهچائي آٿائين.

"مهڻي مونڪي" واري ڪهاڻي ۾ ٻن ڪردارن جو پاڻ ۾ ڳالهائڻ وارو انداز تمام بهترين انداز ۾ ٻڌايو ويو آهي. "بس ادي، قسمت جو ڦِٽي ته اُٺ چڙهي وڃون ڪاٺي ۽ جي پاڳ تو نهي ته دال منجهان سيرو!..... ڪٽي جي جهار ڪٽي جي جهرڪي. رهي راهوجا، ٻهي ٻاهوجا، تڏهن ٻه ڪُتي ڪنوري جن جي".(5)

هن سڄي ڪهاڻيءَ ۾ پڙهندڙن کي "طنز مزاح" واري اُها گفتگو ملندي جنهن سان هڪ طرف ته هُو کلي کيرا ٿيندا ٻئي طرف ڪردارن جي نفسيات کي سمجهي پوءِ راءِ قائم ڪندا، ڇوته ڳوٺاڻي عورت وٽ نه تعليم آهي ۽ نه ڪو پڙهيل لکيل ماحول. گهر ۽ ٻنيءَ جي ٿڪائيندڙ ڪم کان فارغ ٿي جيڪا فرصت ملندن سا هڪٻئي جي گهر اچي وڃي مختلف تازين خبرن تي حال احوال ڪري مڙئي پيون ونڊر ڪنديون. ٻيو انهن وٽ ونڊر جو ڪو سامان ميسر آهي ڪونه، سُو ماهتاب محبوب گهڻو قدر ڳوٺاڻي عورت جي نفسيات کي مختلف رُخن سان ڏسي پوءِ پڙهندڙن تائين پهچايو آهي. اِهڙين ئي ڪهاڻين مان سندس ڪهاڻي "ٻُليڻن" تمام اِهم آهي. ٻُليڻن، قرآن شريف پڙهائڻ واري اُستاد جو عُرف عام آهي جيڪا مختلف حويلين مثال جي طور تي نوابن، رئيسن، وڏيرن ۽ ڪجهه جهجهي آمدني رکندڙ گهرن ۾ وڃي نيائين کي تعليم ڏيئي ٿي، سندس کائڻ پيئڻ ٻه انهن جي ذمي ته سُودي صرف مان ڪجهه ڏوڪڙ بچت ٿين اُهي ٻه ٻُليڻن جا. هر ڳوٺ يا نيم شهري پاڙن ۾ اهڙا ڪردار عام جام آهن جيڪي پنهنجي اندر کي وندرائڻ لاءِ مختلف ڳالهين کي هيٺ مٿي بيان ڪري تازن خبرن تي پاڻ ٺيڪا ٽپڻي ڪنديون آهن ۽ حويلين جي بند عورتن کي ٻه هڪ قسم جي

معلومات ميسر ٿيندي آهي.

"اُستاد ڪا خبر چار؟ رئيسياڻي پلنگ تي ليٽيندي پڇيو، ڪيس به خبرون ٻڌڻ جي چوس پئجي وئي هئي...... امان خبرون مڙيئي خير جون، ڪالهه جا وڃان ڪٺي وڏيري الهندي جي گهر، سو پئي خدا جي در تي توبهن ڪريان...... ڇو ڇا ٿيو؟ رئيسياڻي جي خبرن سان دلچسپي وڌي. بس امان، هوندي سوندي به الله شل ڪنهن کي اهڙو نه ڪري، ڇنل ڪتون گهر ۾ ڪو تيڙ سليقي سان نه رکيل، ڇٽيو نه زالن کي افعال ئي ڪونهي، گهران ميرن ڪپڙن جون ڳنڍيون ٻڌيو وڃن پاڻ جي در تي ڌوئڻ". (6)

ان کان علاوه مردن جي نفسياتي پهلوئن کي اجاگر ڪندي ماهتاب "نئين مارئي" ڪهاڻي تخليق ڪئي آهي جنهن ۾ هُن، هڪ اهڙي مرد جي نفسيات ڏيکاري آهي جيڪو شهر سان تعلق رکي ٿو ۽ ساوڻ جي مُند ۾ پهاڙن جو سير ڪرڻ لاءِ ڪوهستان جي ڊاڪ بنگلي ۾ ترسي ٿو. ڊاڪ بنگلي ۾ چوڪيدار جي ڌيءَ جي دوست "پني" سندس ڌيءَ جي مري وڃڻ ڪانپوءِ سندس خدمت ڪندي آهي، پني ڳوٺ جي سادي، سُلجهي ۽ خوبصورت ڇوڪري آهي ۽ زيبو ڪيس ڌيءَ سُوني وانگر پاليندو آهي. هڪ ڏينهن هڪ شهر جو مسافر ڊاڪ بنگلي ۾ ترسيو. (سوني سوير جو کير ڪٽي زيبو ڏي ايندي هُئي)

"هي وري ڪهڙو شهري آهي، جيڪو اک کٽي به نٿو ڏسي!..... تون هتي فوٽو ڪاهڻ آيو آهين"؟ پنيءَ البيلائيءَ سان پڇيس..... مونجو فوٽو به ڪاهيندين؟ "ها"، هُن ڪنڌ جُهڪائي ڇڏيو. "بابا تو جو هيءَ مسافر نه ڪو ڏاڍو چڱو ماڻهو ٿو ڀائنجي، پنيءَ ٻارن جهڙي معصوميت سان پنهنجو خيال ظاهر ڪيو". "سيئي شهري ٻاهران اهڙا ٿيندا آهن پر اندران....."

"نه بابا! هي نه اندر جو به اُجرو ٿو ڀائنجي........." اڄي "ڪافي تيار ٿي وئي!" نوجوان مسافر سگريٽ پٽ تي اُڇلي، پنيءَ ڏانهن هٿ وڌايو، پر سندس آڱريون ڪوپ بجاءِ پنيءَ جي پوري، نرم ۽ نازڪ هٿ ڏانهن وڌڻ لڳيون، پنيءَ کي ائين لڳو ڄڻ ٻرندڙ سگريٽ سندس هٿ تي اچي پيو هجي". (7)

هن ڪهاڻيءَ ۾ جن ڳالهين طرف ماهتاب محبوب ڌيان ڇڪايو آهي ان ۾ هڪ ته مرد جي خاص ڪري شهري مرد جي نفسيات کي اُن واضح ڪيو آهي ته ڪيئن شهري مرد هڪ سادي ۽ معصوم عورت کي پنهنجو ڪرڻ لاءِ چار وڃائي ٿو ۽ اهڙو روپ اختيار ٿو ڪري جيڪو عورت کي پسند اچي ۽ آهسته آهسته پنهنجي اِصليت تي اچي ٿو. ٻيو نفسياتي پهلو، ليکڪ (پنيءَ) هڪ

ڳوناٺي عورت جي معصوميت ڏيکاري آهي جنهن کي ڪري ڪوٺي جي سُڃاڻپ ناهي ۽ هُو پنهنجي اُجري اندر وانگر شهري مرد کي به اِئين اُجرو سمجهي ٿي. تيون نفسياتي پهلو جنهن کي ڪهاڻي جي نالي سان ئي سمجهيو وڃي ٿو "نئين مارئي". ماهتاب اُهو ٻڌائڻ چاهيو آهي ته ڪوهستان جي هيءَ پني به ٿر جي مارئي وانگر مارن سان ناتو نڀائي ٿي، پر عمر جو ڪردار اڄ به ناهي بدليو بس طريقا تبديل ٿيا آهن. ان کان علاوه سندس ٻين اهم ڪهاڻين مان "ڪارو نانگ" تمام بهترين ڪهاڻي آهي جنهن ۾ ماهتاب محبوب اُن عورت جي نفسيات کي وائکو ڪيو آهي جيڪا هٿرادو ٻيبي ٿي "تعويذ ڌاڳا" ڏيڻ جو ڪم ڪري ٿي، ڦالَ ڪڍڻ کان ڌنڌي جي شروعات ڪري ٿي ۽ آهسته آهسته ٻئي شهر لڏي وڃي "ڪارو نانگ ست قرآن" ٻيبي بڻجي وڃي ٿي ۽ ائين سندس ڌنڌو چوٽ چڙهي وڃي ٿو ۽ هر ڪنهن جي وات ۾ علڻ ماءُ جو نالو آهي.

"علڻ ماءُ جنهن گهڻن ئي مرشدن جا هٿ ڌُوئاريا آهن ۽ پاڻ مرشدن جي نانيءَ جي نالي سان مشهور آهي، سا پٽ کي دلداري ڏيندي، ٽپ ڏيئي ڪٽ تان اُٿي وڃڻ لڳي، اکين ئي اکين سان آيل مهمانن کي کيڪاريائين ڪنوار کي ڳراٽڙي وجهي چيائين! "امان ـ ڏهه خميسون پري رهيون، تون هفتو اصل رهه ئي ٻيبي سڳوريءَ سان اڪيلي، سڳوري جي دُعائن سان هن مهيني ۾ ئي تون اميد سان ٿينديَن، سسڻس ۽ نورل ماءُ کي چيائين "وڃه نه وڃايو، چڏي وڃو ڪنوار کي هينئر ئي". (8)

هن ڪهاڻي جي نفسياتي پهلوئن کي ڏٺو وڃي ته هڪ طرف ته غربت طرف ماهتاب محبوب اِشارو ڪيو آهي ته غربت جي سبب ڪري ڪيئن علڻ ماءُ، سندس پٽ ۽ پيا گهر جا ڀاتي هن ڪوڙ جا حصيدار ٿين ٿا ۽ هُو اِن فعل کي غلط يا صحيح رُخ ۾ ڏسڻ ئي نٿا چاهين چوته "بک داناهه به ديوانا ڪري وجهي ٿي". ٻيو نفسياتي پهلو سنڌي ماڻهن جي نفسيات کي ظاهر ڪري ٿو ته ڪيئن ساده ۽ مسڪين ماڻهو هر درد ۽ مرض جي شفا تعويذ ڌاڳي کي سمجهن ٿا. هن ڪهاڻي کي لکي سال ٿيا پر اڄ به صورتحال ساڳي آهي. اڄ به اولاد خاطر جوان عورتون پيرن ۽ سيدن جي (جيڪي تعويذ ڌاڳي جو ڪم ڪندا آهن) حويلين ۾ چلا ڪاٽين ٿيون ۽ انهن ڪُوڙن عاملن وٽ چا ٿئي ٿو هيءَ ڪهاڻي ان سچي صورتحال تان پردو کڻي ٿي. سُو علڻ ماءُ جي ڪرامتن مان هيءَ ڪرامت سڀني کان اِهم سمجهي وڃي ٿي جنهن ۾ هڪ مهيني اندر نئين ڪنوار حمل سان ٿي وڃي ٿي.

**نتيجو:**

ماهتاب محبوب جون سيئي ڪهاڻيون گهڻو ڪري نچ سنڌي ڳوٺاڻي زندگي تي لکيل آهن، جنهن ۾ هُن مختلف طريقن سان مشاهدو ماڻي ۽ وڏي جُرئت ۽ ايمانداري سان سچ جي بنا تي ڪردارن کي تخليق ڪيو آهي. اهو چوڻ ۾ ڪو حرج ناهي تہ سندس ڪهاڻين جا ڪردار حقيقت تي مبني آهن، ماهتاب ڪردارن کي ڪو بيو ويس ناهي پهرايو پر هن نچ سنڌي ڪردارن کان اهو سچ چورايو آهي جيڪو اصل حقيقت ۾ تہ توهان کي "طنز مزاح" واري صورت ۾ ملندو پر ان جو "داخلي پهلو" انهن ڪردارن جي نفسيات کي پڌرو ڪري ٿو، جيڪي اسان جي اِردگرد گهمن ٿا. ماهتاب محبوب جيئن ڏنو بلڪل اِئين ڪردارن کي تخليق ڪيو آهي. سندس ٻوليءَ تي ڌيان ڏنو وڃي تہ بلڪل اُن ڪردار تي ٺهڪندڙ آهي جيئن ٺڙ جو يا جابلو لهجو، اُترئين سنڌ جو يا لاڙ وارو لهجو، ايتري قدر جو هڪ سرائيڪي ڪهاڻيءَ ۾ ٻوليءَ جو استعمال وڏي مهارت سان ڪيو ويو آهي جنهن کي پڙهڻ ڪانپوءِ هي اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ماهتاب محبوب وٽ ڪردارن جي نفسيات کي پرکڻ جو خاص هُنر آهي، سندس ڪهاڻين ۾ پهاڪن ۽ چوڻين جو استعمال بہ ڪهاڻيءَ جي قد ۾ اُجان اِضافو ڪري ٿو چوتہ ڪردارن جي ماحول جو جائزو وٺي سندن مزاج مطابق لکڻ بہ وڏي اهميت رکي ٿو.

ماهتاب محبوب جي ڪردارن جي هر "خاص" فعل پٺيان ڪونہ ڪو سبب ڪهاڻيءَ ۾ ضرور بيان ٿيل هوندو آهي، جنهن ڪري سندس ڪجهہ ڪردار حالتن اڳيان بي وس ڏيکاريا ويندا آهن، ڪجهہ باغي ٿي انتقام وٺندا آهن تہ سندس ڪجهہ ڪردار حالتن جو وڏي دليريءَ سان مقابلو ڪندا آهن. ماهتاب محبوب جي ڪردارن مان ڪجهہ ڪردار ٻڪئي پيٽ کي پالڻ لاءِ مختلف رستا ڳوليندا آهن پوءِ انهن رستن تي هلندي ڪٿي ڪنڊا بہ لڳيو وڃن ٿا تہ ڪٿي پير زخمي بہ ٿي پون ٿا جنهن جو علاج پچتائڻ ڪانسواءِ ڪجهہ ناهي. اِهڙين ڪهاڻين ۾ ماهتاب محبوب ڪجهہ سماجي مسئلن طرف اِشارو ڪيو آهي جنهن کي اگر اسان چاهيو تہ اهي دُرست ٿي سگهن ٿا، پر ماهتاب ڪجهہ ڪردار اِهڙا بہ ڏيکاريا آهن جيڪي مسئلن کي بهتر بڻائڻ بنا اُلٽو فضول ڪمن ۽ پين جي زندگين ۾ اِجاين جهاتين پائڻ ۾ وقت وڃائين ٿا جنهن ڪري معاشرو وڏيڪ بُرائين جو شڪار ٿئي ٿو. سماج ۽ سماج جا مُک ٿنڀا تہ عورت سان ٻٽو معيار رکن ٿا. ڪيس وَڪر سمجهن ٿا پر ماهتاب جي ڪهاڻين مطابق هڪ عورت، بحيثيت هڪ عورت هوندي، ٻئي عورت سان ڪيتريون نااِنصافيون ڪري ٿي، جنهن جي ڪري هُو پاڻ بہ مختلف مسئلن جو شڪار رهي ٿي تہ اُن جهڙيون ٻيون عورتون

ٻہ رهن ٿيون. ماهتاب محبوب پنهنجي طنز و مزاح وارين لکڻين ذريعي مختلف حقيقتن، سچائين تان پردو ٻہ کنيو آهي تہ سوال ٻہ اُٿاريا آهن. جنهن کي پڙهڻ وقت اسان کي اندازو ضرور ٿئي ٿو، پر اسان اُنهن حقيقتن کي نظر انداز ڪري اڳتي وڌي وڃون ٿا.

ڳوٺن ۾ بااِخلاق، انسان دوست، همدرد، تهذيب يافتہ ۽ سُگهڙ زالون ۽ مرد جام آهن پر ماهتاب محبوب اُنهن ڪردارن کي پڙهندڙن اڳيان آندو آهي (مرد ۽ عورتن) جن کي پڙهندي، پڙهندڙ لُطف اندوز ٿئي ٿو ۽ سماج جي اَنيڪ براين، هٺ ٺُوڪين ريتن رسمن، بدعتن ۽ ڪُڌن عملن کان واقف ٿئي ٿو. ڇوتہ ادب سماج جو آئينو آهي ۽ هُو مختلف لکڻين سان سماج جي خامين توڙي خوبين کان واقف هُوندي عوام ۾ اهو شعور جاڳائي ٿو جيڪو هُن کي ظلم، ڏاڍ، جبر ۽ ٻٽي معيار خلاف آواز اُٿارڻ لاءِ جاڳائي ٿو. هُن کي سوچڻ لاءِ مجبور ڪري ٿو. ۽ هڪ اُتساهہ پيدا ڪري ٿو (ادب جنهن جي ڪري انسان ۾ غلط ۽ صحيح شيءِ کي پرکڻ وارو جذبو جاڳي ٿو.

ماهتاب محبوب پنهنجن ڪردار ذريعي اُنهن ننڍين ننڍين ڳالهين، رسمن رواجن ۽ مختلف وهمي عقيدن، بدعتن ۽ ٻٽي معيار طرف ڌيان ڇڪايو آهي جنهن جي هجڻ ڪري سنڌي سماج پٺتي پيل آهي، هُن وجوديت يا رُومانيت واري فلسفي ۾ ويهي رُوئڻ ۽ اندر جي ڪيفيتن هٿان يرغمال ٿي مختلف مسئلن ۾ ڦاسي پوڻ بدران ننڍين ننڍين مسئلن طرف ڌيان ڇڪايو آهي جنهن ۾ هڪ فرد جي ۽ سندن ڪُٽنب جي خوشحالي آهي. ماهتاب جا ڪردار پنهنجن حسرتن تي رُوئي ماتم ڪرڻ ۾ سڀ ڪجهہ نٿا سمجهن پر اُنهن پنهنجي اندر اِنسان جو ٻيو پاسو ڳولهي لڌو آهي جيڪو روزمره جي خوشين جي تلاش ۾ آهي، ننڍين، ننڍين ٽوڪن ۽ مُسڪين ۾ آهي، ها! هن ڪجهہ سماج جا اِهڙا ڪردار بہ ڏيکاريا آهن جيڪي سماج لاءِ "ناسُور" آهن، جنهن جو ڏيکارڻ جو سبب سماج کي براين کان واقف ڪرڻ آهي ۽ اُهو هجڻ بہ کپي ڇوتہ هڪ ليکڪ کي سماج جي چئني طرفن جي ڄاڻ هجڻ ضروري آهي. بهرحال اُهو ضرور چئي سگهجي ٿو تہ ماهتاب محبوب کي سنڌي ماڻهن جي نفسيات جي چڱي ريت سُڃاڻ آهي ۽ هُن اُنهن پُهلوئن کي ڪردارن ذريعي عيان بہ ڪيو آهي. هُن سماج جي بااصلاحيت ڪردارن جي بہ حُوصلا اِفزائي ڪئي آهي تہ پنهنجي طنز و مزاح ذريعي سنجيده مسئلن طرف بہ ڌيان ڇڪايو آهي، اُن ڪري اُهو چئي سگهجي ٿو تہ ماهتاب، حقيقتن کي نروار ڪندي سچائي سان ڪردارن جا نفسياتي پهلو عيان ڪيا آهن، اُهو ان لاءِ تہ جيئن سندس پڙهندڙ اُن تي ڀرپور نموني تبصرو بہ ڪري تہ پنهنجي

ماضي ۽ حال کان واقف بہ رهي جيڪو سنڌس ڪهاڻين جو خاص پيغام آهي.

حوالا:

1. محبوب ماهتاب، "چانديءَ جون تارون پرهہ کان پهرين"، ڪهاڻي "چانديءَ جون تارون"، حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن، ڇاپو: ٻيون، سال جولاءِ 1999ع، ص84،83.
2. ايضاً، ص86.
3. ايضاً، ڪهاڻي "خيران"، ص29.
4. ايضاً، ڪهاڻي "نڪ" ص67،65.
5. ايضاً، ڪهاڻي "مهٽي مون کي"، ص159،141.
6. ايضاً، ڪهاڻي "ٻليتن"، ص31.
7. ايضاً، ڪهاڻي "نئين مارئي"، ص229،228.
8. ايضاً، ڪهاڻي "ڪارو نانگ"، ص 78.

رقيہ عامر

# شاھ لطيف جا سورما
# Heroes of Shah Latif

**ABSTRACT:**

Shah Latif expresses the notive perple people in poetry and dedicated his love and sympathy for them. Before Latif mostly other poets expressed supernaturalism religious people, kings, soldiers, generals, riches and royal class in their poetry and due to their living style and Latif also discuss's the dignity of people and title them their heroes. But when we read the Latif's poetry we observe that Latif denies those old fundamentals and expresses simple poor and laborer people in his verses and title them his heroes, because he knows that such people with patients and balance mature can achieve by challenges.

Let's take an example from his poetry his character "Moriro" which is typical character who physically is a week person, and disable man but faces the troubles of sea and find out his dead brothers from the Deep Sea of the Kalachi, and never care for his life and face bravely the rhythm of the sea and fight with crocodile and prove him a brave hero Shah Latif symbolizes his characters a qualifies in his imagination. They possess the high regard in Sindhi society and they have a particular value which reflects in their characters. His character interprets the values of considered as hero. His characters are group of qualities there wants psychologically emotions are possessed a separate importance. In such a group everyone is hero for example Khahori, Matara, Jogy etc. A women said that:

جوڳيڙآ جهان ۾، نوري ۽ ناري،
ٻري جن ٻاري، آءُ نہ جيئندي ان ريءَ.

**شاھ لطيف جا سورما:**

1: حامي هادي هاشمي، حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم 2: حضرت امام حسين عليہ السّلام 3: حر 4: پنهون 5: ميهار 6: راڻو 7: ڄام تماچي 8: چنيسر 9: ڄام سپڙ چوٽاڻي 10: ڄام جکرو اوڍاڻي يا ڄادم جکرو 11: ڄام مهڙ نوتيار 12: ڄام جکرو گهڙراءِ 13: ڄام انڙ 14: ڄام راهو 15: ڄام ڪرن 16: ڄام اوڍو سمون 17: لاکو ڦلاڻي 18: ابڙو اڙٻنگ سمو، 19: ابڙواگهامر 20: راءِڏياچ ويراڻي 21: ٿانور پنّي 22: راوت رٺمل 23: پونروبداماڻي 24: ڪارائڙوڪونتر 25: مورڙو

26: هيجل 27: ڪاهُوڙي 28: رامڪليءَ جا جوڳي 29: متارا 30: لوهار 31: عاشق 32: ڪاپائتي/ ڪوري 33: غواص 34: ملاح/ناکٿا/گهاتو/مهاڻا.

سنڌ ڌرتيءَ تي اهڙا اعليٰ گڻ رکندڙ انسان پيدا ٿيا آهن، جن کي سنڌ ڌرتيءَ جا "سورما" سڏجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو. لطيف جي ڪلام ۾ عورت سورمين جي ڪردارن بابت تمام گهڻن محققن گهڻو ڪجهہ لکيو آهي پر لطيف جي مرد سورمن جي ڪردار تي محققن جي نظر تمام گهٽ پئي آهي. "هاڻي اهو ڏسڻو آهي تہ، لطيف جي انهن "سورمين" جي جاکوڙ جي منزل ڇا آهي؟ (1)

جنهن جي حاصلات لاءِ اهي سورميون جبل، جهر جهنگ لتاڙي ڪشالا ڪڍن ٿيون؟، قيد ڪاٽي، درياهہ پار ڪن ٿيون، ڏينا ٻاري وٽن واٽنيون ٻڌن ٿيون. انهن جو نصب العين ڪهڙو آهي؟. انهن سورمين جو نصب العين، جاکوڙ ۽ منزل اهي"سورما" آهن، جيڪي "مرد" آهن. "اهو مرد عام مرد نہ آهي. اهو هڪ آئيڊيل مرد آهي".(2)

اها ڪيئن خبر پوي تہ اهي مرد ڪي خاص خوبين وارا اعليٰ گڻ رکندڙ انسان هئا؟ لطيف جي ڪلام ۾ اهي سورما واقعي ايترا مهان هئا؟ جو انهن آئيڊيل جوروپ اختيار ڪيو. اهڙن آئيڊيل انسانن جي حاصلات لاءِ اهي سورميون جاکوڙيندڙيون نظر اچن ٿيون. لطيف انهن سورمين جي واتان انهن سورمن جي عظمت جو اظهار ڪرائي ٿو.ان ڪان وڌ بہ ڪابہ ڪسوٽي نہ ٿيندي تہ پوءِ اهي مرد ڪردار واقعي "سورما" آهن؟. لطيف جا اڪثر سورما، خود جي ايجاد نہ آهن، پر اهي لطيف کان اڳ ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ ڪن خاص نوٽن سان نظر اچن ٿا.ان ڳالهہ جي وضاحت ڪندي معمور يوسفاڻي لکي ٿو: "اسان جي ملڪ جا سورما جيڪي پنهنجي سٺن گڻن ۽ اعليٰ خاصيتن سبب مشهور ٿيا، انهن جا نالا اسان کي آڳاٽي دور کان ملن ٿا" (3)

لطيف ڪنهن بہ شهنشاهہ جي شان ۾ قصيدہ نہ چيا آهن. پر ديس جي دليرن، سورهيہ سرويچ سپاهين، جيڪي وطن جي شمع تان پتنگن وانگر سر گهور ڪندا آهن. انهن مانجهي مٺيادارن، سخي سردارن جي صفتن جي ساراهہ ڪندي، سندن دليريءَ تي داد ڏيندي، ڪين دعائون پڻ ڪيون آهن. هن مقالي ۾ لطيف جي انهن سيني مرد "سورمن" جو ذڪر ڪجي ٿو، جيڪي ڪنهن خاص قسم جي اعليٰ گڻن ڪري مشهور هئا.انهن ۾ ديس ڌڻي بہ آهن، تہ ڪجهہ انهن دليرن جي دليريءَ جو بہ ذڪرملي ٿو، جيڪي وقت جي حاڪمن سان انسانيت جي عدل ۽ انصاف، حق ۽ باطل جي تفريق خاطرسرصدقو ڪندي، مرڻ کان اڳ مري، جانب جو جمال حاصل ڪيو. لطيف جا اهي ئي سورما آهن.

سورهه مرين سوڀ کي ته دل جا وهم وسار!

### 1: حامي، هادي، هاشمي، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم:

لطيف پنهنجي ڪلام ۾ جنهن هستيءَ سخي سردار جي سخاوت، صداقت، صبر، ۽ سورهيائي جو سڀ کان پهريائين ذڪر ڪيو، ان سورمي جو شان سڀني کان سرس آهي. ان امام الانبياء جي شان ۾ لطيف وضاحت ڪندي چوي ٿو:

مُهَڙ مڙني مُرسلين، سرس سندس شانُ،
"فڪان قاب قوسين اودنيٰ"، اِيُ مُيسر تِيس مڪانُ،
اِيُ آڳي جو اِحسان، جنهن هادي ميڙيُم هھڙو.

(سربلاول،د2)

ان هادي هاشميءَ جي لاءِ الله ڪريم، قرآن پاڪ جي سورت الانبياء جي هڪ آيت ۾ فرمايو آهي ته: "وما ارسلناڪ الا رحمت اللعالمين" يعني "۽ اسان اوهان کي جملي جهانن لاءِ رحمت ڪري اماڻيو آهي". سموري عالمن جي لاءِ رحمت، جنهن ۾ سڀئي آسمان ۽ ڌرتي، ملائڪ، نبي، ماڻهو جن ۽ ڪائنات جي هر ذري جي هر شئي لاءِ رحمت ئي رحمت، برڪت ئي برڪت آهن. الله پاڪ جي ان ارشاد ڪيل آيت جي تضمين ڪندي، هڪ حصي کي لطيف سر بلاول جي پڇاڙيءَ واري هڪ وائيءَ ۾ هن طرح بيان ڪيو آهي.

رحمتً للعالمين، اهڪي اڳهه ٿيندو.

ڪائنات جي محبوب هستي، محمد مصطفيٰ احمدِ مجتبيٰ صلي الله عليه وسلم، سموري ڪائنات جو ڪارڻي خدا جي هيڪڙائي ۽ وحدانيت جي وائي کي ڦهلائيندڙ، گنهگارن کي بخشائيندڙ، عالمينن کي امن، سلامتي ۽ رحمت رسائيندڙ، ڪائنات جي خلقت جو ڪارڻ آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي ڪارڻي لفظ بابت راءِ آهي ته، ڪارڻي، (سن) ڪارڻڪ، جو ڪنهن ڳالهه جو ڪارڻ يا سبب بڻجي. ڪارڻي لفظ جون ٻيون به معنائون آهن، گماشتو، عام مختيار، وسيلو، بچائيندڙ، شفيع وغيره حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن الله پاڪ جي وحدانيت ڦهلائڻ جو ڪارڻ آهن. پاڻ ڪريم جن قيامت ۾ گنهگارن جي شفاعت جو ڪارڻ ٿيندا. انهيءَ ڪري ڪين "ڪارڻي" ڪوٺيو وڃي ٿو. هن ڪائنات جي خلقت جو سبب اها مبارڪ هستي آهي، جنهن جي صدقي هي جهان جڙيو ۽ سڀني نبين سڳورن جو سردار آهي. سر بلاول ۾ ته لطيف خاتم الانبياء و

المرسلين، رحمت للعالمين، سيدنا محمد رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي واکاڻ ۾ ڪيئي بيت ۽ وايون چوندي فرمائي ٿو:

(1) شفاعت جا شفيع جي ، تنهن ۾ ڦير هڏ نہ آهي،
(2) مير محمد ڪارڻي، آڙيا چوٽائي،

(بلاول وائي)

شفاعت شفيع جي عظيم، عام ۽ ڪبريٰ آهي. جنهن ڪري دوخي بہ جنت جو ماڳ ماڻيندا.هڪ حديث مبارڪ ۾ آهي تہ: منهنجي شفاعت، وڏن گنهگارن جي لاءِ آهي.لطيف هڪ بيت جي سٽ ۾ ان جو مفهوم هن طرح پڌايو آهي:

ربِ هَب لي اُمتي، چڙهيو چانڻ چئي.

(بلاول،د1)

رب هب لي امتي جو مطلب آهي "اي منهنجا پالڻهار، مون کي منهنجي اُمت بخش فرماءِ . يعني منهنجي امت جا گناهہ معاف فرمائج ۽ يقيناً پنهنجي امت کي سمورا اوکا اڙانگا لڪ لنگهائي پار پهچائيندا.آمين".

لاٿائين لطيف چئي، عالمَ تان اهڪ،
پانڊپ سين نہ پاڙيان، سوين پيا سردار،
آهي مثل مينهن جي ، سخي تنهنجي سارَ،
حاتم هڙده هزار، جهڙ تنهن جي جهپيا.

"پانڊپ" جي معنيٰ سردار ۽ سرواڻ آهي، حقيقت ۾ پاڻ سونهارن جي سخاوت وڏڦڙي مينهن کان بہ اتم ۽ اعليٰ آهي. جنهن تان هزارين حاتم صدقي ۽ قربان پيا ٿين.

2: حضرت امام حسين عليہ السّلام:

لطيف جو هي سورهيہ سورمو، ديس ڌرتيءَ جو نہ آهي، پر هن سورهيہ حق ۽ باطل جي جنگ ۾ سڄو ڪٽنب، دوست، ساٿين سميت سرجي قرباني ڏئي، دين اسلام ۽ انسانيت جو عَلمُ بلند ڪيو. هن سورهيہ جي سورهيائيءَ جو ذڪر، لطيف سر ڪيڏاري ۾ ڪندي، ڪربلا جي سموري واقعي بيان ڪرڻ بجاءِ، فقط حسيني ڪردار جي سورهيائپ کي موضوع سخن بڻايو.ان وقت انصاف جي تقاضا ڪرڻ چڻ تہ گناهہ هيو، حق جي ڳالهہ بغاوت هئي.جيڪو سچ چوڻ جي سگهہ ساريندو، سماج ان کي باغي سڏيندو. جي سماج ۾ ڪوتاهين خلاف آواز اٿارڻ

بغاوت آهي؟ حق ۽ باطل يعني ڪوڙ ۽ سچ جي مخالفت ڪرڻ وارو باغي آهي؟ پوءِ اها.

"باغيءَ جي ڪردار جي بلنديءَ ۽ سندس ڪم جي اهميت جو مڪمل ادراڪ ٿيڻ تائين، اهو واقعو پنهنجي حقيقي رنگ ۾ سمجهي نٿو سگهجي. باغي دنياداريءَ نوارين سلامتي ۽ سهولتن جي راهن کي ڇڏي، بغاوت جي ڪٺن راهه جون سختيون جنهن سونهن ۽ سهولت سان برداشت ڪن ٿا، اهو راز سمجهڻ جي ضرورت آهي". (4)

امام حسين يزيد جي انهن جڙتو سماجي قدرن جي خلاف بغاوت ڪئي، حق ۽ سچ جو ساٿاري ٿي اسلام جي مقرر ڪيل قانونن جي حمايت ڪندي سر جان جي قرباني ڏيڻ کان نہ ڪيٻايو. حسين اهڙو سورمو آهي، جنهن ان معاشرتي ڏاڍائيءَ خلاف حق ۽ سچ جو ساٿ ڏئي بغاوت ڪئي، توڙي جو ڪيس پنهنجو سمورو الهہ تلهہ قربان ڪرڻو پيو. ڪربلا جي ميدان تي يزيد جي لڪين فوجي لشڪر آڏو، حسيني لشڪر جي ٻاهتر سورمن بهادريءَ جا اهي جوهر ڏيکاريا، انهن دليرن جي دليريءَ جي منظر ڪشيءَ کي لطيف هيئن بيان ڪري ٿو.

ڪربلا جي پڙ ۾، خيمان ڪوڙيائون،
جهيڙو يزيد سامهون ، جنبي جوڙيائون،
مُنهن نہ موڙيائون ، پسي تاءُ ترار جو.
(ڪ،د2،ب2)

ٻئي هنڌ انهن سورمن جي سورهيائي ۽ بهادريءَ جو ذڪر ڪندي لطيف چوي ٿو:

بهادر گڏيا بهادرين ، ڪڙڳ ڪِلولِ ڪن،
وِجهن ڌڙ ڌڙن تي ، هاڪارين هڻن،
ڪرن، ڪنڌ نچن ، رڻ گجيو راڙو ٿيو.
(ڪ،د3،ب4)

لطيف حق ۽ سچ تان سر ڏيندڙ بهادر انسانن جو عاشق ٿو ڏسجي. حق ۽ باطل جي ان تصادم ۾ جيڪي صورتحال پيدا ٿي، ان دنيا جي تاريخ ۾ قرباني، همت بهادريءَ جي هڪ لازوال داستان رقم ڪري مثال قائم ڪيو. حق خدا جي صفت آهي، ۽ خدا جي محبت ۽ اطاعت، حق جي لاءِ لڳن ۽ قرباني کي اڀاري ٿي. حق سان محبت در حقيقت خالق حقيقي سان محبت ۽ عشق جو مظهر آهي.ان عاشق سورهيہ سورمن کي ساراهيندي لطيف چئي ڏنو تہ:

ڏاڙهي رت رتياس، ڏندَ تہ ڏاڙهونءَ گل جئن،

چوڏهينءَ ماه چنڊ جئن، پڙ ۾ پاڳڙياس،
ميڙي ۾ محمد جي، مُرُ مَرڪي ماس،
تنهن "سورهه" کي شاباس، جو متّي پڙ پرزا ٿئي.
(ڪ،د5،ب9)

### 3: حر:

حر اهو سورمو آهي، جنهن حسيني حق ۽ سچ جي آواز تي لبيڪ ڪيو. "حر جڏهن يزيد جي لشڪر ۾ هيو ته سندس طاقت عام سپاهيءَ جهڙي هئي. پر جڏهن حق ۽ سچ جو ساٿاري ٿيو، ته ان احساس سندس شمشير ۾ بي پناهه قوت اوتي ڇڏي ۽ سچ جو هي سپاهي ٻه ڪيترن جا ڪنڌ ڪيرائي حق ۽ سچ خاطرسرخرو ٿيو. لطيف سچن سورهين ۽ بهادرن جي احوال ۾ حر کي ناهي وساريو.لطيف هن ڪردار جي اهڙي عظيم تبديليءَ کي انساني فطرت جي صلاحيت طرف منسوب ڪري ٿو.جيڪا اتي هميشه موجود رهي ٿي.هڪ دفعو سچ سڃاڻڻ کان پوءِ ان ۾ تحرڪُ پيدا ٿئي ٿو". (5)

حر جهڙا سورهه جڏهن حق ۽ سچ کي سڃاڻي ان جي حمايت ۾ هر قرباني ڏيڻ لاءِ تيار هوندا آهن، تڏهن لطيف جهڙو شاعر هيئن چوڻ تي مجبور ٿئي ٿو:

حُر هلي آئيو، مانجهي مردانو،
آهيان عاشقُ آڳ جو، پتنگُ، پروانو،
مان راضي ٿئي رسولُ ربَ جو، نبي تو نانو،
هي سر سمانو، گهوٽ! متّان ٿي گهوريان.
(ڪ،د5،ب6)

### 4: پنهون:

سسئي ۽ پنهون وارو "واقعو مڪران ۾ بلوچن جي آمد کان اڳ جو آهي. ۽ اهو دور اتي سماٽ قبيلن جي آباديءَ جو دور هو. هن قصي کي سڀ کان پهرين سنڌ جي پانن، پٽن ۽ منگتن ڳاهن سان ڳايو، جنهن بعد اهو سنڌي شاعريءَ جو عام موضوع بڻيو". (6)

پنهون هڪ شهزادو سماٽ قبيلي سان تعلق رکندڙ آري ڄام، ڪيچ جي حاڪم جو دادلو ۽ سڀ کان ننڍو پٽ هو. پر ان جو تعلق ۽ عشق، هڪ غريب ڌوٻياڻيءَ سان آهي. جيڪو سسئي جي حسن جي هاڪ ٻڌي پنهور پهتو. سسئيءَ جي عشق ۾ شاهاڻا ٺٽ ٺانگر سڀ عيش عشرتون ڇڏي، ڌوٻي ٿيڻ کي اهميت

ڏني ٿو. پنهون، پنهنجي سماجي اسٽيٽس (status) کي ڪابہ اهميت نہ ڏني، پر محبوب کي ماڻڻ لاءِ محنت ۽ مزدوري ۾ عيب ۽ عار محسوس نہ ڪيو. پر پنهنجي خانداني روايتن جي خلاف ٿي، ڏوٻي سڏائي ڏوهڪو ڪم ڪرڻ کي پسند ڪيو، اها سڀ جدوجهد محبوب جي حاصلات لاءِ هئي. ان جي ذهن ۾ سرداري ۽ معتبري يا ذات پات جو مت ڀيد نہ هو. پنهون، جو ڪردار انساني برابري، جو تصور پيش ڪندي، حقيقي "سورمو" نظر اچي ٿو. ان ۾ اهڙا تہ اعليٰ گڻ آهن، جو لطيف سسئي، جهڙي سورمي، جي واتان چورائي ٿو، اها پنهل جي جتي برابر بہ پاڻ کي نہ ٿي سمجهي.

جيهي جي تيهي، ٻانهي ٻاروچن جي،
حجت هوت پنهون، سين، مون ڪميڻي، ڪيهي،
اصل آري، جام جي، پلئہ آئون پيئي،
هوءِ جا پائن پير ۾، تنهن جتيءَ نہ جيهي،
وساري ويهي، تن ڪيچن کي ڪيئن رهان؟

(ڪوهياري د 4، ب 6)

سسئيءَ جي ان عاجزيءَ مان واضح آهي، تہ پنهون، ۾ ڪو خاص گڻ ضرور هوندو، اهو هڪ آئيڊيل مرد ڪنهن خاص سبب جي ڪري هوندو. جنهن جي محبت ۾ سسئي جبل جهنگ، اڙانگا لڪ لتاڙي ٿي. پنهجي پنهل جي وڃڻ کان پوءِ چئي ٿي. "پچاڻا پرين ، ڪجي بس پنيور کان!"، "پيئر هن پنهور ۾ دوزخ جو دونهون!"، "اول آخر آءِ ، هلڻ منهجو هوت ڏي!". لطيف پنهون، جهڙي مرد کي هڪ آئيڊيل مرد ۽ سورمو هجڻ جي تصديق ڏيندي چوي ٿو، سسئي پنهنجي پنهل لاءِ سڄ قبولڻ لاءِ تيار آهي:

"ساجن ڪارڻ سڄ ، مڙ قبولي سسئي!"

## 5: ميهار:

لطيف جو هي سورمو، عزت بيگ، ميهار، ساهڙ جي نالي سان سڃاڻجندڙ، اهو امر ڪردار آهي. جنهن محبت ۾ سڀ وسيلا وڃائي، پاڻ گروي رکي، غربت ۽ لاچاريءَ جون صعوبتون سهي ٿو. پر محبت جي راهہ تان نہ ٿو هٽي.

"ميهار دنياوي نث ۽ تونگري آڏو آڻ نہ مڃي.هن پنهنجي سماجي حق جي حقيقت سمجهي هئي، ۽ هو ان حق جي حصول لاءِ سڌو ٿي بيٺو.سندس بيباڪي ۽ حوصلي ٿلا کي ڏيجاري چڏيو هيو.جنهن سبب هنن سازش رستي

سهڻيءَ جو ٽڪڙو رشتو ڪيو هيو. ميهار سهڻيءَ کي سيلابي ۽ طوفاني لهرن کان بچائڻ جي ڪوشش ۾ پاڻ کي عشق جي نانءُ تي ارپي ويو" (7).

اهو ئي سبب آهي جو لطيف سهڻيءَ کي ميهار کان سواءِ ناپاڪ ٿو سمجهي. ان جو ميهار سان ملڻ پاڪائيءَ جو سبب آهي."ساهڙ ڏاران سهڻي، نسوري ناپاڪ، نجاست ناه ڪري، انين جي اوطاق، هوءَ جي کير پياڪ، پاسي تنين پاڪ ٿئي". "جي پرينءَ پاسي هوءِ، تہ ڪَر توڏيءَ تڙ ڪيو". سهڻيءَ جو ازل کان ساهڙ سان سنگ ٿيل هيو. "ساهڙ جا سينگار ازل کان اڳي هئا". "ميثاقان ميهار سين لڏيون مون لائون". لطيف وٽ ميهار جو ڪردار هڪ اعليٰ درجي جو آهي، هڪ آئيڊيل مرد جو ڪردار آهي.جنهن ڪري، لطيف سهڻيءَ جي زباني، ان سورمي جي لاءِ هيئن بيان ڏئي ٿي تہ:

ساهڙ مون جئن سرتيون ، جي ڏسو سيئي،
تہ سمهو ڪين سُک ئي ، وَر پاسو ڏيئي،
مؤنهان اڳيئي، گهڙو، سيئ گهڙا ڪئي!.

### 6: راڻو:

لطيف جو هي سورمو هڪ نرالي ڪردار جو مالڪ، جنهن ۾ بردباري، سهپ ۽ صبر، بهادري، اصول پرست، عقل ۽ بصيرت جو ڪامل نظر اچي ٿو. ڪاڪ ڪنڌيءَ ڪيترن جوڌن جوانن جون قبرون هيون، ڪي سامي، سنياسي، جوگي ٿي جهر جهنگ رلي ويا. اتي هن اڻ موٽ ڪردار کي ڪاميابي ملي. مومل جهڙي بي پرواهہ حسين عورت کي جنهن جي طبيعت ۾ عاجزي ۽ محبت جهڙو عنصر نہ هو، ان جي اکين ۾ تبرون هيون. راڻي جهڙي عاشق جي عشق ۾ اهڙي تہ سوگهي ٿي، جو اها اڏول عورت انڪساري ۽ عاجزيءَ سان پرچڻ پرچائڻ جون پچارون ڪندي پنهنجي مداين تي ڳوڙها ڳاڙيندي رهي ٿي. اهو راڻي جو ڪمال آهي. جنهن جي محبت جو ڪان ڪيس ڪپار ۾ لهي ويو. اها پاڻ راڻي جي محبت ۾ گهايل ٿي پئي، جنهن گهڻن عاشقن کي گهائي وڌو، اڄ پاڻ کي گهاءُ لڳس.جنهن لاءِ لطيف چئي ٿو:

گجر گهڻا گهائيا ، پاڻا لڳس گهاءُ،
مينڌري ملاءِ، لڳس ڪان ڪپار ۾
(داستان ٽيون)

لطيف جي هن سورمي جي اها انفراديت آهي، جو مومل کي مال ملڪيت حاصل ڪرڻ لاءِ نٿو ماڻي، نه ئي عام رواجي عاشقن جيان مومل جي عشق جو خمار ڪيس ٻانهون ٻڌائي ٿو. مومل کان ناراض ٿي، ڪاڪ محل ڇڏي هليو وڃي ٿو.

"راڻي جي ڪردار ۾ فيصلي ڪرڻ جي قوت موجود آهي. لطيف هن ڪردار ذريعي سنڌ جي سماج جي اصلوڪن قدرن کي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.جنهن ۾ مرد توڙي جو Dominant آهي، پر پوءِ به عورت جو استحصال نه ٿو ڪري. هي ڪردار پنهنجي ڪرت ذريعي عشق جي آفاقي قدرن کي پڻ اجاگر ڪري ٿو" (8).

## 7: چام تماچي:

"لطيف وٽ چام تماچي عوام جو حقيقي ليڊر آهي، جنهن وٽ وڏ ماڻهپ جي شيخي نه آهي ۽ چارو ڪلهي تي ڪيو ڇيرن جي وچ ۾ جهلي رهيو آهي. جنهن جي اڳيان سميون سومريون، جي اوچي ڳاٽ اچن ٿيون، سي اهم نه آهن. ان کي صرف ڪنجهر ڇاين جي تات آهي ۽ وٽس گند سان گوڏين پريل ماڻهو، مٽي تي ڪکيءَ هاڻيون ڪاريون ۽ هٿن ۾ ڇڇيءَ هاٿا ڇج ساڻ ڪري، ڪاريون ڪوجهيون صبح ۽ شام اچن ٿيون. راڻين ۽ سمين، حڪمران قوم جي وڏن ماڻهن لاءِ ڪا جاءِ نه آهي، هن گندرن کي ڳاڏيءَ چاڙهي ڪٺي نوازيو. هن انهن کي سچائي ٻانهن ۾ پنهنجي محبت جو ٻيڙو ٻڌو آهي ۽ کين مڏ مڪڙا مڙيئي معاف ڪري ڇڏي اٿس". (9).

مي هٿ ۾ مکڙي، چام هٿ ۾ چار،
سڄو ڏينهن شڪار، ڪينجهر ۾ ڪالهه هو،
عشق ائين ڪري، جيئن چارو چام ڪلهي ڪيو.

"چام تماچي پيار سهاري هڪ ٻي ڪڏي سماجي روايت خلاف پڻ بغاوت ڪري ٿو ته، سگ، سڳاوتي اميرن ۽ غريبن، حاڪمن ۽ محڪوم درميان هئڻ ڪاٻه برائي گهٽتائي يا بي عزتي نه آهي.چام تماچي امرائن جي انهي خود ساخته نظريئي کي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو سنڌ جي تاريخ جو اهو انوکو مثال آهي.
"مي مڇي مارا، سمي سيئي سڻ ڪيا" (10)

**8: چنيسر:**

لطيف چنيسر کي هڪ غيرت مند مرد جي حيثيت ۾ بيان ڪيو آهي. چنيسر بظاهر ته سادو ليڪن حقيقت ۾ وڏو دانا ۽ بردبار پتار آهي. ليلا جون اوائلي خطائون ڏکي ٿو. پر هار تي هرڪجي، ور مٿائن وارو حرف رکي ڪيس ڏهاڳ ۽ پڻ شهر نيڪالي ڏي ٿو. چنيسر پنهنجي زال هٿان محبت ۾ ٻي عورت جي شرڪت برداشت نه ڪئي، پاڪ محبت ۾ شرڪ گناهه آهي، شرڪ کان پاڪ محبت غيرت آهي. ان ڪري چنيسر هڪ غيرت مند مرد هيو. جنهن ڪري هي سورمو پنهنجي محبت ۾ شرڪت برداشت نٿو ڪري. اها فضيلت ئي عام مرد کان چئوڻ تي آهي. جيڪا چنيسر هڪ سورمو سڏڻ تي مجبور ڪري ٿي. اهو ئي سبب آهي جو ليلا کي هيئن چوڻو پئي ٿو:

چنيسر جو رنگ، ٻرنگو لوڪ ٻيو،
ٻولا! ٻيل مَ مون، ڪانڌ! ڪميڻيءَ آهيان،

سڪ تنهنجي سُپرين! پيري وڏيس پون،
مون ور تونهين تون، تون ور! وهون ڪيترين.

**9: ڄام سپڙ چوٽائي:**

سمن سردارن جي سخا ۽ ڏاتاريءَ جا ڳڻ اڄان تائين ڳائجندا اچن، پر انهن ۾ ڄام سپڙ چوٽائي پنهنجي دور جو وڏو سخي ۽ ڏاتار ٿي گذريو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ان راءِ جو آهي ته، " ٻين سردارن سخا ڪئي ته پنهنجي نالي وڌائڻ لاءِ ڪئي، پر سپڙ ڄام سخا ڪئي ته پنهنجي نالي وڌڻ لاءِڪا نه ڪئي پر ڪيرت وارن جي قدرداني ۽ ڏکين ۽ ڏڏن کي ڏان ڏنا". (11)

لطيف ان سخي سورمي جي سخا کان متاثر ٿيو ۽ سندس ساراهه هن طرح ڪندي فرمائي ٿو:

ڏاتار ته تون، ٻيا مڙئي مڱڻا،
مينهن مُندائتا وسڻا، سدا وسين تون،
جي گهر اچين مون ، ته ميربائي ماڻ لهان
(پرڀاتي)

### 10: ڄام جکرو اوڍائي يا ڄادم جکرو:

لطيف سر بلاول ۾ ڪيترن ئي سخي سردارن جي سخا کي سارهيو آهي. ڄادم جکرو ڪڇ جي علائقي جو وڏو سردار، بهادريءَ ۽ سخا ۾ حاتم ثاني سمجهيو ويندو آهي.

جکرو جسَ ڪرو، ڀيا مڙئي مَل،
مٿي اِن مرسل، اصل هئي ايتري.
(بلاول)

ان جي سخا جو هڪ انوکو انداز، جو هر سوالي جو سوال پورو ڪرڻ، هر وٽو يا ڪشتو پري ڏيڻ کان سواءِ انهن سڀني ايندڙ ويندڙن کي کلي ڪيڪارڻ، سخا ۽ دان ڏيڻ مهل پاڻ اُڀي پيرين بيٺو رهڻ. ان ڪري لطيف چئي ڏنو ته:

اڄو آيا نڄ! سمي وائي وات ۾،
هٿان ڄادم جکري وٽي وڄ مَ پوءِ،
پي پي سو پُر ٿئو، جو حاتم پاسي هوءِ.

ڏٺي ڄادم جکري ڀيا چٽ چڙهن ڪين.
جکري ڇهو جوانُ، ڏسان ڪو نہ ڏيهہ ۾!
(سر بلاول)

### 11: ڄام مَهڙ نوتيار:

هي سورمو سورهيہ بهادريءَ جي ڪري تمام گهڻو مشهور هيو. معمور يوسفانيءَ جي راءِ آهي تہ، هي "سمن جي نوتيار جي نک جو سورهيہ سردار هو جڏهن هن جي جُوءِ ۾ سومريون آيون تہ انهن کي مان ڏنائين ۽ سندن آجيان ڪيائين پنهنجي خاص لشڪر جي حفاظت ۾ انهن کي اڳتي روانو ڪيائين ۽ پاڻ پنهنجو لشڪر وٺي بادشاهي لشڪر جي سامهون ٿيو ۽ دشمن کي اڳتي اچڻ نہ ڏنائين. جنگ ۾ مهڙ پندرهن هزار شهيد ڪرايا، جنهن بعد پاڻ بہ شهيد ٿي ويو.اهڙي طرح مهڙ ڄام نوتيار سورهيہ سڏجڻ لڳو.اهڙي سورهيہ سورمي کي لطيف هن بيت ۾ هيئن بيان ڪيو آهي.

سمو سوائي، ڀهون ڀتنئان اڳرو،
دانهه جي درٻار ۾، ورتي ٿي وٿي،
ڳهڻ ڳالهائي مهڙ سڀ ملهائي ويا

(12)

## 12: ڄام جکرو ڳهڙراءِ:

سمون ڄام جکرو گنگا جر راءِ عرف ڳهڙ راءِ پنهنجي دور جو مثالي سخي ۽ ڏاتار هو. هن کي گنگا جرراءِ ۽ ڳهڙ راءِ جي لقب سان سڏيندا هئا. لاڙ جي پاتار بندر جو رهاڪو هو، جنهن کي قديم دور ۾ گنگا جو هڪڙو وهڪرو آباد ڪندو هو. جنهن جا آثار اڄ به موجود آهن. ان ڪري هن کي "گنگا جرراءِ" سڏيندا هئا. سندس حڪومت جي حد پاتار کان ٻرڙي تائين ڇڻي وڃي ٿي، ۽ سندس سخا جو مينهن پاتار کان ٻرڙي تائين ايترو ته وسندڙ هيو، جو ڄام جکري گنگا جر راءِ عرف ڳهڙ راءِ جو نالو ٻڌڻ سان سوالين کي اها پڪ هوندي هئي ته سندن سوال ڪرڻ سان مراد جلد پوري ٿيندي. انهيءَ دور ۾ سنڌ اندر جکري گنگا جر راءِ جهڙو سخي ٻيو نه هئو.جنهن لاءِ لطيف فرمائي ٿو:

ڪوهه نه جهارين جکرو، جنهن ڏيهه ڍيا ڏيئي،
جي لڏي ٿئي لينهمن ۾، سالن ۾ سيئي،
سمي سيئي، طاماعو تارڪيا.

آءُ جکري جيهو، پرس پسان ڪو نه ٻيو،
وائي جنهن جي وات، ۾ ڏيو ۽ ڏيو،
وڃي ڇو نه ويهو، ان در مٿي مڱڻان.

## 13: ڄام اڻڙ:

ڄام اڻڙ هڪ مشهور سورهيه ۽ ڏاتار ٿي گذريو آهي. هي سورمو سائلن کي وڏي عزت ۽ مان سان رهائي، ڏان ڏيندو هو.ان اهڙي روش لاءِ لطيف فرمائي ٿو:

اڻڙ ۾ آس گهڻي، تهان وڏيرو ڊپ،
اي مڱڻهارن مپ، جو نه موٽائي مڱڻا.

لطيف مڱڻن کي اڻڙ جي در تي ليلائڻ جي صلاح هن طرح ڏئي ٿو.

چارڻ! چوٽائي مٿي، ڪيرت ڪ ڪماءِ،
لنگها تون ليلاءِ، اڳيان، انڙ چر جي!.

**14: چام راهو:**

هي سورمو سمن جي سخي ڏاتارن جي نڪ جو آهي. سندس سخاوت کي پڻ ۽ پانن پنهنجي ڳاهن ۾ ڳائي مشهور ڪيو. لطيف هن سخي سورمين سخاوت جيڪا ملڪن ۾ مشهور هئي، سر بلاول ۾ بيان ڪندي فرمائي ٿو:

راهو تنهنجي ريت، پر ڪنڊين ئي پڌري،
گهڻا گهوڙي چاڙهيا، تو مسافر مسي
پچين ڪانه وڏيت، جي آيا سي اگهيا
(بلاول د:1_ب:11)

**15:چام ڪرن:**

لطيف چام ڪرن کي پڻ سخي سردارن ۽ ڏاتارن ۾ شمار ڪندي، هن سخي سورمي جي لاءِ منگتن جي واتان چورائي ٿو ته، ان جيهو ڏيهه ۾ ڏاتار نه ڏٺو، نه ٻڌو.

اکين سوئي اوڙکيو، جو ڪنين سوم ڪرن،
ماءُ منهنجو من، چام پسندي پتيو.
(بلاول،د:1،ب8)

**16: چام اوڍر سمون:**

لطيف جو هي سورمو نه صرف سورهيه سرويچ هو، پر وڏو سخي ۽ مهمان نواز پڻ هو. ان جي انهن خاصيتن کي لطيف هن طرح بيان ڪري ٿو.

تون اوڍر، تو اوڍڪو، تون اجهو تون آڳ،
هت پڻ تنهنجو تڪيو، هت پڻ تنهنجو ماڳ،
سي لوڙيون ڏين نه لاڳ، جي اجهي آيون ابڙي.
(بلاول،د3،ب1)

**17: لاکو ڦلاڻي:**

هي سنڌ جو سورهيه پنهنجي سخاوت ۽ بهادري، سبب ڪافي مشهور آهي.جنهن کي لطيف پنهنجي ڪلام ۾ هڪ سورمي جي حيثيت سان بيان ڪيو

آهي.لاکي ڦلاڻيءَ جي سموري ڳالهه تفصيل سان. لطيف کون ٿو ٻڌائي پر هن جي زندگيءَ جي مختلف پهلوئن کي پنهجي ڪلام ۾ واضح ڪري ٿو.جنهن لاءِ معمور يوسفاڻي لکي ٿو ته:

"ڄام لاکو سنڌ ۽ ڪڇ جو اهوسورهيه هو جنهن کي لطيف سائين تمام گهڻي وضاحت سان ڳايو آهي. سندس بيان ۾ اسان کي ڪڇ ۽ سنڌ جا ڪيترائي جاگرافيائي اهڃاڻ پڻ ملن ٿا. جيئن: ڀڄ، ڪڙير، ٻني، لوڻي ندي، هبو جبل، پانوڙ، چوٽاڻ، ڀِٽ، ٻڊام، ڏهر، لاکا سر، ٻيلا، گهاڙي، چوڏهين چارا، وغيره جن جي ڄاڻ اسان لاءِ هڪ قيمتي سرمايو آهي".(13)

لطيف ان جي سخا ۽ سورهيائي کان تمام گهڻو متاثر آهي، جنهن لاءِ سر ڏهر ۾ چوي ٿو:

لاکا لک سُجهن، پر ڦلاڻي ڦير پيو،
جنهن پر راڻا راڄيا ڪوٽ ڏڻي ڪنبن،
جنهن جو جاڙيجن، ستي سنئچو نه لهي.

## 18: ابڙوسمو:

لطيف ابڙي سمي جي بهادريءَ جي پڻ واکاڻ ڪئي آهي. جنهن سومرن جي سامن مٿان سر گهور ڪيو. بهادر سرويچ جي لاءِ لطيف چئي ٿو.

جي اڄهي آيون ابڙي، تنهن وڏي ڄام ڄمار،
ٻاجهه جنهين جي ٻار، انئي پهر اگوندرا،
(بلاول،د3،ب5)

سرٺين جي سک لئي، سانگ ڪنئي سردار،
جي آيون ابڙي آڌار، سي سنگ نه ڏينديون سومريون.
(بلاول،د3،ب4)

## 19: ابڙواگهام:

لطيف جو هي سخي سورمو پنهنجي سخاوت ۽ ڏاتاريءَ جي ڪري تمام گهڻو مشهور هو.پارڪر جو ڄام ابڙو اگهام "سماٽ قوم جي دل شاخ مان اگهام نک جو چيو وڃي ٿو. سندس رهائش چوٽاڻ جي پٽ واري بهترين علائقي

ڀرهئي. لطيف هڪ بيت ۾ سپڙ ڄام جي ذڪر سان گڏ، هن سخي سورمين جي تعريف پڻ ڪئي آهي.

ابڙو اگهامن ۾، سپڙ جيئن ٻيلي،
سي ڀٽ ڪنهن نہ پوٺيا، جي ٿو پڙپيلي،
سچڻ سانوڻ مينهن جيئن ، رُجون ٿو ريلي،
اچن جي ويلي، تن ٻرَ بخشي ڀٽ ڏٿي.
(14)

## 20: راءِڏياچ ويرائي:

لطيف جي هن سخي سورمي جو نرالو انداز آهي، ٻين سخي سردارن جي سخاوت مهمان ڪارائڻ، سوالين جون مختلف گهرجون پوريون ڪرڻ، سامن تان سر ڏيڻ، سنڌ جي سخاوت جا گڻ رهيا آهن. مهمان جي مزمانيءَ ۽ سواليءَ جي سڌن تي سر ڪيي خيرات ڪرڻ، اها فقط سنڌ جي سپوت راءِ ڏياچ جهڙي سخيءَ جو ڪم آهي.

"راءِ ڏياچ جي سازجي سُر تي، ڏيڻ جي انوکي ۽ عظيم عمل کي سلام" (15).
جيڪو واعدو وفا ڪرڻ لاءِ سُر تي سِر گهور ڪندي چوي ٿو.

مٿي اُتي منهن جي، جي ڪوڙين هونِ ڪپار،
تہ واري واري وڍيان، سسيءَ کي سَو وار،
تہ پڻ تند توارَ، مونهان مٺاهين مڱڻا.
(سورٺ)

## 21: ٽانور پٽي:

لطيف هن سخي سورمي کي سر سارنگ ۾ ڳايو آهي. ٽانور پٽي پنهنجي سخاوت ۽ مهمان نوازيءَ جي ڪري مشهور هو. ضلعي ٿرپارڪر جي ڪلات "ٻدام" ۽ "سامروٽي" وري ايراضي تي مشتمل هو. هن جي گاديءَ واري شهر جو نالو "گوندي" هو، جنهن کي سخاوت سبب "گنج گوندي" سڏيو ويو. جڏهن ان علائقي ۾ ڏڪار سبب، اتي جي رهاڪن سان گڏ، ٽانور پٽي ۽ سندس زال بہ ديس بدر ٿي، پورهيو ڪرڻ تي مجبور ٿي پيا. لطيف سنڌ جو سير ڪندي، جڏهن ان علائقي مان گذريو تہ ان سخي جي سخاوت بابت ڪيس خبر پئي تڏهن هي قوي پنهنجي ڪويتا ۾ هن ريت بيان ڪيو تہ:

"گام "گوندي گنج". ابر ۾ اهاءِ ٿيو،
پسي ۾ پرين جي، ڏور ٿيا
شال وسندا سنجهه، اتي اوهيرا ڪري
صراحيون سارنگ، پلٽيون رات "بدام" تي.
(سارنگ، مرتب، علامہ آءِ آءِ قاضي)

هڪ ٻئي بيت ۾ لطيف ٿانور پٽيءِ جو نالو پڻ استعمال ڪيو آهي، جڏهن مجبوريءِ ۾ زال مڙس کي گونگو ۽ اءِ چاٿايو هو. انهن جو بيان لطيف هن انداز ۾ ڪيو آهي.

ٿانور اُٿي پس! ڏيهہ ڪونڌڙي وچڙي،
تنين ڪارڻ وس، جن وَرَ متائي پائر ڪيا
(سرسارنگ،مرتب، م.ع ڏيپلائي)

## 22: راوت رٺمل:

رٺمل راٺوڙ پنهنجي دور جو وڏو جري بهادر شخص هو. هن جي بهادريءَ ۽ سورهيائي سبب ڪيترائي هاٺا هن جي جوءِ مان مال ڪاهڻ جي جرئت نہ ڪندا هئا، پر اتان (چوريءِ جو) مال ڪاهي لنگهڻ بہ ڏوهہ سمجهندا هئا. لطيف ان سورهيہ جي تعريف هن طرح ڪئي آهي.

ساڄي ٿيا سنگڙي، رٺمل هاٿ ڪري،
وڙهندي مر ويريين، ڪوڏ ڪينسان ڏي.
(16)

## 23: پونرو بدامائي:

پونرو بدامائي بهادري ۽ سورهيائيءِ سبب گهڻو مشهور هو. هن جي علائقي مان ڪنهن لولڙائو جي جرئت نہ هئي جو ڪنهن جي مال کي ميري اک ڪئي ڏسي. ان کان سواءِ اتي شڪار ڪرڻ تي پابندي پڻ هوندي هئي. سندس شهرت جواهو عالم هو، جو سندن خانداني نالي جي پويان، سندن رهائش وارو اهو علائقو "بدامائي پٽ" ۽ بدام جي نالي سان مشهور ٿي ويو. لطيف بہ دعائيہ انداز ۾، انهيءِ نالي کي هن طرح زنده رکيو آهي.

اڄ رسيلا رنگ، بادل ڪڍيا برجن سين،
ساز سارنگيون ، سرندا، وڄائي پر جنگ،

صراحيون سارنگ ، پلتيون رات "بدام" تي.

(17)

هڪ بيت ۾ لطيف هن سورهيہ جو نالو هن طرح بيان ڪيو آهي.

اڄ گهر جين يار، بداڻي پونرا!
ڪاڇي ٻئي پار ، اڇي ويرين ويڙهيا.

اڄ گهرجين هتِ، بداڻي پونرا!
مٿان پڳيءَ پتِ، ويرين واٽون لاٿيون.

(18)

## 24: ڪارائڙوڪونئر:

هي سورهيہ وڏو پهلوان ۽ غريبن جو غم خوار، مسڪينن ۽ محتاجن جو مددگار انسان هو. جڏهن هن ڪارائڙي بهادر جو سڄ سنڌ ۾ سارو سنگهار ڪي مليو، تڏهن ان جي وني ڪپوريءَ جيڪي پار ڪڍيا، ان حقيقت ڪي لطيف هن ريت بيان ڪيو آهي.

ڪاريل جي ڪوڏ، مون تنگر گهڻا نهاريا،
پينگهي پيو لوڏ ، سر سمي چام جو.

(19)

## 25: مورڙو:

لطيف جو هي سورمو عام غريب پرهيت طبقي مان ڪنيل آهي. جيڪو جسم ۾ جڏڙو، پر عقل ۾ گهڻن کان اڳرو آهي. جتي وڏي عقل ۽ علم وارا "گهڻ چاڻ" يعني علامہ منجهي ٿا پون، اتي هڪ جڏڙو، نبل ضعيف ۽ ڪمزور ڪر ڪٿي اٿيو تہ بازي ڪٽي ٿو وڃي. چو تہ هو رڳو "چاڻ"، "علم" يا "سوچ" ۽ فڪر تي نہ ٿو پاڙي، پر ان سان گڏ عملي جدوجهد پڻ ڪري ٿو. ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ دشمن ڪيڏو بہ طاقتور چونہ هجهي، پر رڳو علم ذريعي ان ڪي مات نہ ٿو ڪري سگهجي. پر علم ۽ عقل سان گڏ عمل جي پڻ ضرورت پوي ٿي. لطيف "گهڻ چاڻ" جي ترڪيب پڙهيل عالم، يا علامہ جي معنيٰ ۾ استعمال ڪئي آهي.

(20)

لطيف جو سورمو مورڙو جسم ۾ جڏڙو، ڪمزور، وسوڙيل آهي، پر سندس ڏاهپ، همت، عقل ۽ شعور کي هڪ سگهاري ڪردار ۾ عام انسانن جي لاءِ مهان شخصيت جي تصور ۾ آندو آهي.

گهنگهريا گهڻ چاڻ، موڙهي مٽ مهائين،
ويا گڏجي وير ۾، پيا منهن مهراڻ،
اڳيان پويان تاڻ، ويا ويچارن وسري
(گهاتو،د1،ب1)

26: **بيجل**:

لطيف جو هي سورمو هڪ چارڻ آهي، جيڪو حڪومت ۾ طوفان مچائي محل ۾ زلزلا ٿو آڻي. جنهن سرندي جي سريلي تان تي راءِ کي ريجهائي سر جي صدا هنئي. لطيف جو هي عجيب ڪردار نظر اچي ٿو، جنهن کي اڪثر شارحين مرشد جي تمثيل ۾ آڻي معرفت جي معنيٰ ڏني آهي. هڪ طرف لطيف راءِ ڏياچ جي سخا کي سراهيندي، سر ڏيڻ لاءِ اتساهيندي ۽ همٿائيندي نظر اچي ٿو، ائين لڳي ٿو جڻ سر سورٺ جي جوڙڻ جو مقصد ئي راءِ ڏياچ کان ساز تي سِر ڏيارڻ جو آهي. انهيءَ سموري عمل ۾ بيجل وسيلو بہ آهي تہ سِر وٺندڙ بہ آهي.جيئن هن بيت ۾ لطيف چئي ٿو.

آءُ مٿاهون مڱڻا! چڙهي ۾ چوڏول،
توکي گهوٽ گهرايو ، راجا منجھ رتول،
بيجل توسين ٻول، وهائي وڃڻ جي
(سورٺ:د، 3)

متي ري، ملوڪ، جي چارڻ نہ چرندو،
جهونا ڳڙھ جهرندو، پوندي جهانءِ جهروڪ ۾.

محلين آيو مڱڻو، ڪٽي ساز سري،
لڳي تند تنبير جي، پيا ڪوٽ ڪري،
هنڌين ماڳين هوءِ ٿي، تنهنجي بيجل! دانهن ٻري،
جهوناڳڙھ جهري، پندي جهانءِ جهروڪ م
(سورٺ: د،3)

### 27: ڪاهُوڙي:

لطيف جي ڪلام ۾ جتي هڪ فرد سورمو آهي، اتي ڪجھ اهڙا ڪردار به آهن جيڪي اجتماعي سورمن جي حيثيت رکن ٿا. جيڪي "ڪن خاص عادتن، اطوارن، نفسياتي ڪيفيتن ۽ قدرن وارن شخصن جو هڪ گروهه، ان گروهه ۾ سڀ جا سڀ سورما آهن. جيئن ڪاهوڙي". (21)

ڪاهوڙين خفيءَ سين سوجهي لڌو سبحانُ،
ويئون پَسِ پُٺيءَ، ڪيرون ڪاهوڙين جون،
سوارا سندءِ ڪٺيءَ، ڪاهوڙي ويا،
مون ڪاهوڙي لکيا، گهرين نه گهارين،
ڪاهوڙين ڪٺيءَ، ساجهُر پڌا سندرا،
ڪاهوڙين اُهڃاڻ، انگ نه سڄي اڳڙي.
تان وتئن ويهي آءُ، اڳڻ ڪاهوڙين جي،
جوش ڏٺائو جيءُ ڪي، لڪائي لوڪاءُ،
ڏوٿين ڪنهن ڏڪاءُ، سُمهي سُڪ نه ماڻيو.
(ڪاهُوڙي: د، 1)

### 28: رامڪليءَ جا جوڳي:

لطيف سر رامڪليءَ ۾ جوڳين جي عادتن رهڻي ڪهڻيءَ ۽ عملي زندگيءَ جو چٽيءَ طرح ذڪر ڪيو آهي. هي به اجتماعي ڪردار آهن، جنهن ڪري هن سر جا سڀ جوڳي سورما آهن. انهن جي لاءِ لطيف چئي ٿو.

جوڳيڙا جهان ۾، هٿا منجهه حمامِ،
آرامان اُرڳُ ٿيا، اوڏا نه آرامِ،
ڪيائون قيام، اٿون نه جيئندي اُنِ ري.
(رامڪلي: د،1)

### 29: متارا:

متارن جو ذڪر لطيف سر ڪلياڻ ۾ ڪيو آهي، هي به ڪوئي هڪ ڪردار نه پر هڪ گروهه آهي. "اهي اجتماعي سورما، ڪڙي ۽ قاتل جا هيراڪ گهڻا آهن". (22)

لطيف انهن اجتماعي سورمن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو.

آئي اُتر واءُ، موڪيءَ مَتْ اُپٽيا،
مَتارا تنهن ساءُ، اچن سِرَ سنباهيو.
(ڪليات: د،4،ب،8)

## 30: لوهار:

لطيف جا هي سورما پڻ اجتماعي حيثيت رکن ٿا. "لوهار سنڌ جي اوائلي پورهيتن جي لڙيءَ ۾ پويل آهي. هي طبقو صنعت ۽ حرفت جو خالق آهي، جن کي لطيف گهڻي اهميت ڏني آهي.خاص طور سر يمن ڪلياڻ ۾ سندن نسبت آڳڙيا جي نالي سان آهي". (23)
اهي سڀ لطيف جا سورهيه سورما آهن.

اڄ آڳڙيا آئيا، سوڌا سِرائي،
اڄ آڳڙيا آئيا، سائو ڪي سُجاڻ،
پڇائي پهاڻ، جن رسايو رُک کي،
تنين سندو چاڻ، آهي آڳڙين کي.
(يمن ڪلياڻ:د3،)

## 31: عاشق:

هي انوکا ۽ اجتماعي سورما، لطيف جي ڪلام ۾ هڪ گروهه جي صورت ۾ نظر اچن ٿا. اهي سچ جي سوريءَ تي سو سو را چڙهڻ ۾ ڪاميابي ۽ قرار محسوس ڪن ٿا. اهي ته هيراڪ آهن هميشه سچ جو زهر پيئڻ جا، انهن جي عادتن جي لطيف سر ڪلياڻ ۾ هن طرح نشاندهي ڪري ٿو.

عاشق زهر پياڪ، وِهُ ڏسي وِهُسن گهڻو،
ڪڙيءَ ۽ قاتل جا، هميشه هيراڪ،
(ڪليات: د،2)

## 32: ڪاپائتي/ ڪوري:

لطيف جي هنن سورمن جو سچو ڏينهن ڪم ئي ڳنڍڻ آهي. اهي محبت جهڙي نازڪ نيهن جون تندون اُٽڻ ۽ جوڙڻ ۾ مصروف اهي اجتماعي سورما

آهن. انهن جي تڙن تي هلڻ لاءِ عام و خاص انسانن کي دعوت ڏيندي لطيف چئي ٿو.

هلو هلو ڪوريين، نازڪ جن جو نينهن
ڳنڍين سارو ڏينهن، چنڻ مور نہ سڪيا!

33: غواص:

لطيف جا هي سورهيہ بهادر سورما، جيڪي سمنڊ جي خطرناڪ لهرن کان نہ ٿا ڊڄن، پر ان جي تري ۾ وڃي هيرا لال ليي ٿا اچن.اهي پڻ اجتماعي سورما آهن.انهن جي عادتن کي لطيف هن طرح بيان ڪري ٿو.

اي گت غواصن ، جئن سمنڊُ سوجهيائون،
پيهي منجهہ پاتار جي ، ماڻڪ ميڙيائون،
آڻي ڏنائون، هيرو لال هٿن سين.
(سرسريراڳ،د2)

34: ملاح/ناکئا/گهاتو/مهاڻا:

لطيف جا هي اهي سورما آهن، جن کي ڪيترن ئي مختلف نالن سان سڏيندي، محبت جو اظهار ڪيوآهي.انهن سورمن جي سوڀ کي لطيف اجتماعي سوڀ سمجهي ٿو.جنهن ڪري انهن اجتماعي سورمن ملاحن، ناکئن مهاڻن، گهاتن بهادر جي لوڏ، لکن ۾ پڌري نظر ايندي، انهن جي تعريف هن طرح ڪري ٿو.

(1) گهوريندي گهور پيا، اگهور گهوريائون،
(2) ميڪر مارياڻون، ملاحن مُ سنرا.
(3) ڪاهي وڃو ناکئا ، ڪريو ٻُري تي ٻچ!
(4) آئين جا لڏو لوڏ ، ايءُ پر گهاتوئڙن جي،
(5) ڪَن ڪلاچي ڪوڏ، سک نہ ستا ڪڏهين.
(سرگهاتو)

اهي سڀ جن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، اهي لطيف جا سورما آهن. انهن ۾ ڪجهہ هڪ فرد جي صورت ۾ سورمو آهي تہ ڪي اجتماعي ۽ گروهہ جي شڪل ۾ ملن ٿا، جن کي هن مقالي ۾ مختصر پر جامع طور بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. اهي سڀ سورما پنهنجي خاص ۽ انفرادي حيثيت سان،

ڪنهن نہ ڪنهن عمل ڏانهن ۽ خاص عادتن ۽ خاصيتن جي ڪري سورمي جي حيثيت رکن ٿا." اها نئين انوکي ۽ عجيب ڳالھ لطيف جي شاعريءَ ۾ Establish ٿي. هڪ فرد بہ سورمو ٿي سگهي ٿو. پر ڪن خاص عادتن، اطوارن، نفسياتي، ڪيفيتن ۽ قدرن وارن شخصن جو هڪ گروھ ، ان گروھ ۾ سڀ جا سڀ سورما آهن.(24) جنهن لاءِ لطيف جو چوڻ آهي تہ، ٻري جن ٻاري آءُ نہ جيئندي ان ري!.

**حوالا:**


1: لطيفي، سليم پنّو،"آءُ نہ جيئندي ان ري"، بشمول: "ههڙا سيڻ سڄير"، ڄامشورو، پڙهائي، لٽرري ايجوڪيشنل اينڊ سوشل ويلفيئر سوسائٽي، 2002ع، ص 33.

2: ايضا،ص 34

3: يوسفاڻي، معمور، "ست سورھ ڏھ ڏاتار"، شڪارپور: مهراڻ اڪيڊمي، 2010ع ص19.

4: سومرو شهناز ڊاڪٽر، "شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ جاڪوڙي جي اهميت"، ڪراچي: سنڌي شعبو، ڪراچي يونيورسٽي، 2008ع ص 227.

5: سومرو، شهناز ڊاڪٽر، "شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ جاڪوڙي جي اهميت"، ڪراچي: سنڌي شعبو يونيورسٽي، 2008ع ص 231.

6: يوسفاڻي، معمور، پلي اسد جمال ڊاڪٽر، "ڀٽائيءَ جو مطالعو"، شڪارپور، مهراڻ اڪيڊمي ڊسمبر 2005ع، ص 138.

7: سومرو، شهناز ڊاڪٽر، "شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ جاڪوڙي جي اهميت"، ڪراچي: سنڌي شعبو يونيورسٽي، 2008ع ص .269

8: سومرو، احمد، "شاھ لطيف جي ڪردارن جو نفسياتي اڀياس"، ڪراچي: "ڪلاچي تحقيقي جرنل"، ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽي، جلد تيرهون شمارو ٻيو، ڊسمبر 2010ع، ص .67

9: جي ايم سيد، "پيغام لطيف"، ڪنڊيارو،روشني پبليڪيشن 1988ع، ص .232

10: لطيفي، سليم پنّو، " آءُ نہ جيئندي ان ري" بشمول: "ههڙا سيڻ سڄير"، ڄامشورو، ڀٽائي لٽرري ايجوڪيشنل اينڊ سوشل ويلفيئر سوسائٽي، 2002ع، ص 66.

11: بلوچ، نبي بخش ڊاڪٽر: "شاھ جو رسالو" مقدمو، جلد ٽيون، ڀٽ شاھ ثقافت ڪلچر سال 1994ع، ص 35.

12: يوسفاڻي معمور، "ست سورھ ڏھ ڏاتار"، شڪارپور: مهراڻ اڪيڊمي، 2010ع ص .42

13: يوسفاڻي معمور، "ست سورهہ ڏهہ ڏاتار"، شڪارپور: مهراڻ اڪيڊمي، 2010ع ص 94.
14: ايضاً،ص 53.
15: بلوچ، عنايت، "مضمون: سُر جو غوغاءَ، سر جو سودو ۽ پٽائيءَ جو بيان" سرسورٺ، مرتب، تاج جويو،ص، 47.
16: يوسفاڻي معمور، "ست سورهہ ڏهہ ڏاتار"، شڪارپور: مهراڻ اڪيڊمي، 2010ع ص 26.
17: ايضاً، ص، 30.
18: ايضاً، ص، 34.
19: ايضاً،ص، 23.
20: عباسي تنوير،"شاهہ لطيف جي شاعري"، ڪنڊيارو:روشني پبليڪيشن، 2000ع ص: 293.
21: ايضاً،ص 278.
22: ايضاً،ص 278.
23: سومرو شهناز ڊاڪٽر،"شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ جاڪوڙي جي اهميت"، ڪراچي: سنڌي شعبو يونيورسٽي، 2008ع ص 32.
24: عباسي، تنوير، "شاهہ لطيف جي شاعري"، ڪنڊيارو:روشني پبليڪيشن، 2000ع ص: 278

ذوالفقار علي جلباڻي

# شاهہ سچل ۽ سامي جي ڪلام ۾ هڪجهڙائيءَ جو فلسفو

# Homongenity Of Philosophy In The Poetry Of Shah, Sachal And Sami

**ABSTRACT:**

Shah, Sachal and Sami deliver message of same philosophy Shah, Sachal and Sami are indeed highly relevant and needed in to day`s Sindh driven by the mystical thought , saturated and permeated in the enchanting poetry of Shah, Sachal and Sami this land is full of sainty mutual understanding, idealism, interfaith co- existence an urgent needs our society. Mysticism or Tasauf , or Vedaanta is the basic philosophy of this land.Many thinkers are of the view that this philosophy is based on the Existentialism thought process which avolves naturally like seeds . This paper is based on a comperative study of the message and art of Shah Sachal and Sami. In other words , Vedaanta and mysticism are studied with a view to explain truth and veraiety.

مذڪوره موضوع بابت شاهہ سچل ۽ سامي؛ بابت انهيءَ ڳالهہ کي ضروري سمجهندي اها ڪوشش ڪئي ويندي تہ سڀ کان پهرين شاهہ عبداللطيف ڀٽائي تي جيڪو علمي ادبي ڪم ٿيو آهي، انهيءَ جو تعارف پيش ڪيو وڃي، تہ جيئن اسان جي نون پڙهندڙن ،نوجوان نسل توڙي تحقيق سان چاهہ رکندڙ محققن لاءِ مواد کي ڳولڻ ۾ آساني پيدا ٿئي. شاهہ ، سچل ۽ سامي جي دؤر وارين حالتن جو صحيح رخن سان ڏس پتو ملي سگهي، تاڪہ ڪوجنا ڪندڙ محققن بنيادي ماخذ طور مواد جي فراهمي آساني سان ٿي سگهي، سڀ کان پهرين آءٌ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ بابت ٿيل ڪم جو هيٺ تعارف ڏيڻ ضروري سمجهان ٿو.

## عبداللطيف ڀٽائيؒ:

جنم 1689ع (1102هجري)، وفات (1752ع . 1165هه) شاه عبداللطيف ڀٽائيؒ، سنڌي زبان جو قومي شاعر آهي. شاه جي ڪلام جي ڪتاب کي ”شاه جو رسالو“ چيو وڃي ٿو. شاه جي ڪلام تي محققن پنهنجي پنهنجي نموني ۽ علم مطابق ڀئي پرک ڪئي آهي. هر هڪ عالم جي ڪم جو انداز ۽ معيار قيمتي آهي، جنهن کي قدر جي نگاه سان ڏسجي پرکجي پڙهجي، ته جيئن نون رخن سان حقيقتون سامهون آڻي سگهجن شاه صاحب جي ڪلام کي سڀ کان اول درجي واري حيثيت سائين عبدالعظيم عرف وڏل شاه جي هٿ جي لکيل ”گنج“ کي آهي ان تان باقي محققن مدد ورتي آهي. شاه صاحب جي وفات (1752)114 سالن کانپوءِ 1866ع ۾ يورپي عملدار ڊاڪٽر آرنيسٽ ٽرمپ ليزگ (جرمني) مان شاه جي ڪلام جو پهريون متن ڇپرايو ۽ جن عالمن شاه عبداللطيف ڀٽائي صاحب جي زندگي ۽ فن فڪر تي ڪم ڪيو انهن عالمن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا، ميران محمد شاه، مير عبدالحسين خان سانگي، لعل چند امر ڏنو مل، ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، مرزا قليچ بيگ، پيرومل مهر چند آڏواڻي، پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي، غلام محمد شاهواڻي، مولانا دين محمد وفائي، علامه آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، شيخ اياز، سائين جي . ايم سيد، هرومل سدا رنگاڻي، علامه عمر بن محمد خان دائود پوٽو، محمد ابراهيم جويو، عبدالڪريم سنديلو، محمد سومار شيخ، نجف علي شاه ڪمتر نقوي، منظور نقوي، معمور يوسفاڻي، جيٺمل پرسرام گلراجاڻي، نياز همايوني، ڊاڪٽر تنوير عباسي، ليلا رام وطڻ مل، موتيرام جوتواڻي، ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، محمد عثمان ڏيپلائي، ڊاڪٽر فهميده حسين، ڊاڪٽر موتي پرڪاش، اينيمري شمل، عبدالڪريم سومرو، عبدالواحد آريسر، پروفيسر ڊاڪٽر تهمينه مفتي، ڊاڪٽر غلام مصطفي کهڙو، ڊاڪٽر پرسو گدواڻي،ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر شاهنواز سوڍڙ، ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو، ڊاڪٽر مُرليڌرجيٽلي، فقير امداد علي سرائي، جڳديش لڇاڻي، هولارام هنس، ڊاڪٽر احسان الحق ڀنڀاڻ، تاج جويو اهم آهن. تاج جويو لکي ٿو ته:

”جيڪو تنقيدي معيار ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ پيرومل آڏواڻي جو آهي، ان مون کي عملي طرح وڏيڪ متاثر ڪيو آهي. شاه جي بيتن جي صحيح پڙهڻيءَ ۽ لفظي صحت، نحوي بناوت ۽ لفظن جي ڌاتو ڪوش جي ڏس ۾ ڊاڪٽر

گربخشاڻي،مرزا قليچ بيگ،ڀيرومل مهر چند آڏواڻي، علامہ آءِ . آءِ قاضي ڪلياڻ آڏواڻي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ٻين وڏو ۽ جس جوڳو ڪم ڪيو آهي،سندن سوچن سان اختلاف ته ڪري سگهجي ٿو، سندن راين ۽ مفروضن تي تنقيد به ڪري سگهجي ٿي، پر سندن پيار جي پورهئي،صداقت ۽ چاهَ کي رد نہ ٿو ڪري سگهجي"(1)

ڊاڪٽر تهمينہ مفتي لکي ٿي تہ: "شاهہ صاحب ڪائنات ۾ ڦهليل رنگن، روپن، فطرت ۽ موسمن جي تبديلي کي شعر ۾ ڀرپور نموني ۾ پيش ڪري ٿو. ڪونجڙيءَ جو ڪرلاٽڻ،اڪ جو ڦلاڙڻ، نيل ڪنول، تيل عطرعنبير سان واسيل تن، شاهہ صاحب جي احساساتي روشن جي نمائندگي ڪن ٿا". (2)

شاهہ صاحب پنهنجي دور جي جيڪا ترجماني ڪئي آهي،ان جي فڪر ۽ پيغام ۾ دنيا جي سيني ماڻهن جا معاملا ۽ مسئلا آهن،ان جي لاءِ تہ لطيف کي اها معياري حيثيت حاصل آهي، جو هر طبقي جو انسان ان کي پنهنجو شاعر ٿو سمجهي،ان جي شاعري ۾ جيڪي رنگ پريل آهن، انهن ۾ ڪٿي بہ تضاد نظر نہ ٿا اچن.ان انساني ڪردارن وسيلي ماڻهن کي جدوجهد ۽ حق سچ جو ساٿ ڏيڻ جي صلاح ڏني سندس ڪلام ۾ آيل ٻن صنفن "بيت ۽ وائي" وسيلي عالمي فڪر جي پرچار ڪئي آهي، شاهہ جي شاعريءَ جو انداز هڪ وهندڙ نديءَ وانگر هو،ان جي ربط ۽ هزارين دلين کي راحت ۽ سڪون بخشي

**عبدالوهاب عرف حضرت سچل سر مست:**

جنم 1739ع 1152هجري وفات 1827، 1829ع حضرت سچل سر مست سنڌي ٻوليءَ جو عظيم شاعر ۽ صوفي بزرگ ٿي گذريو آهي، اڄ تائين سندس ڪلام تي عالمن تحقيقون پئي ڪيون آهن، جن عالمن سچل جي ڪلام تي تحقيق ڪئي آهي، انهن ۾ ڪي هي آهن، رشيد احمد لاشاري، مولوي حڪيم صادق راڻيپوري، علي اڪبر درازي، ڊاڪٽرعبدالڪريم سنديلو، عثمان علي انصاري، ڊاڪٽر عطا محمد حامي، آغا صوفي، مرزا علي قلي بيگ، علي گوهر قاضي، محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر نواز علي شوق، ڊاڪٽر تنوير عباسي، ڊاڪٽر طاهر تونسوي (اردو ۾) ڊاڪٽر ابراهيم خليل نقوي (اردو ۾) پروفيسر بي . ايچ ناگراڻي ڊاڪٽر مخمور بخاري، ڊاڪٽر مهر خادم، ڊاڪٽر تهمينه مفتي، سچل سائين جي ڪلام جي فڪر تي اهم ڪم ڪيو آهي، حضرت سچل سائين جا خاص موضوع هي آهن، وحدت نامو، مرغ نامو، روجهہ بابت بيت، پورب بابت

بيت، وحدت بابت بيت، حقيقت بابت، ڪلام ۾ شاعريءَ جو صنفون ٽيهه اڪري، ڏوهيڙو، جهولڻو، وراڻ ، ڪافي، مسلسل دوها، سورٺو، دوهو سورٺو، گهڙولي، مرثيو، جهولڻو ڪافي، ريختہ، غزل، مثنوي، قطعات، ۽ ٻيا ڪوڙ سارا داستان ۽ موضوع پڻ آهن.

## ساميءَ، چين راءِ:

جنم: 1743ع شڪارپور وفات: 1850ع ساميءَ سنڌي ۽ هندي شاعريءَ مهان ۽ ويدانتي شاعر هو. اسان جي سنڌي شاعريءَ جي ٽمورتي شاهه، سچل سامي سنڌي شاعريءَ اڻ ٽٽ حصو آهن. ساميءَ جي ڪلام تي جن ناليوارن عالمن ڪم ڪيو آهي، انهن ۾ مختصر طور هيٺ ڏجن ٿا. محمد ابراهيم جويو، بي . ايچ ناگراڻي، لالسنگهه اجواڻي، رشي ڏيارام گدومل، هيرو ٺڪر، ڪوڙو مل، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، پرڀداس رامچنداڻي، ڊاڪٽر تهمينه مفتي اهم آهن. جن شاهه، سچل ۽ ساميءَ تي تحقيقي ۽ تاريخي ڪم ڪيو آهي.

"برابر شاعر سچا شاعر تاريخ جا فرشتا سڏيا ويا آهن، تاريخ بني نوع انسان جي ۽ پڻ قومن جي، فرشتا انهيءَ ڪري، جو هو، ماڻهن کي ۽ قومن کي خطرن کان آگاهه ڪن ٿا. انهن جي من جا مونجهارا لاهين ٿا، ۽ سندن ٽتل هانءَ ٺارين ٿا، ۽ ان ڏس ۾ انهن لاءِ هو عمل جون راهون روشن ڪن ٿا، خير ۽ ماڻهپي جون، اميد جون، محبت جون ۽ قربانيءَ جون، جن تي هلي، اهي نجات پائين ٿا، دنيا جي ٻين قومن وانگر سنڌي قوم پڻ ڀاڳ واري آهي، جو هنن وٽ پنهنجا اهڙا شاعر موجود آهن. اسان جي ڪلاسيڪي دور جي انهن سدا حيات شاعرن جي صف اول ۾ سامينءَ جو شمار ٿئي ٿو... ساميءَ جو دل جان سان مطالعو، اوترو ئي ضروري آهي، جيترو شاهه جو ۽ سچل جو ٻين پنهنجن سچن شاعرن جو، انهيءَ ڪري اسان لاءِ اول درجي جي قومي فرضن ۾ داخل آهي"(3)

سچ پچ بہ تہ شاهه، سچل ۽ ساميءَ پنهنجي پلاري وطن ۽ ان جي سهڻن سڀاجهن ماڻهن ۽ سندن سچي پلائيءَ ۽ پل شناسائيءَ جي اٿاهه چاهه ۽ اڻ ميو پيار دل ۾ رکي ڳايو آهي. هنن جو سنيهو انهن لاءِ اهو آهي تہ، اوهين هڪ اهڙي تهذيبي ورثي جا مالڪ ۽ امين آهيو، جنهن ۾ انسان جي برابري ۽ نيڪي سڀ کان اعليٰ قدر آهن جنهن ۾ ڪا بہ اوچ نيچ ڪونهي، جنهن ۾ هر انسان ٻئي انسان جو ڀاءُ آهي،پوءِ هن جو ڪهڙو بہ رنگ هجي، ڪهڙو بہ نسل هجي، ڪهڙو بہ مذهب يا ڌرم هجي، سنڌ انساني تهذيب جي انهيءَ اعليٰ آدرش جو

تجربيگاهه آهي". (4)

"ساميءَ جا شبد به جٽڪ قواعد ڪري رهيا آهن. هڪ هڪ ڪي پنهنجو شان آهي سيني ڪي گڏي پنهنجو پيڪر آهي. شاهه جا بيت آيتون آهن، الهام آهن، ساميءَ جي سلوڪن جي اها دعوا ٿي نه ٿي سگهي، ڇاڪاڻ ته ساميءَ ۾ نه آهن سورما نه سورميون نه نرڳ نه سرڳ، نه هوءَ دنيا نه هي دنيا نه، الس فقط اندر ۾ جهاتي، ساميءَ سلوڪن ۾، سچل جي بيتن ۽ ڪافين جي مستي نه آهي، ڪشش نه آهي، بيخودي نه آهي، پر سچل جي ڪلام ۾ جيڪا لهر آهي ته ساميءَ جي ڪوتا ۾ شاعرن جي رنگين مزاجيءَ جي جهلڪ به ڪانهي" (5)

"شاهه سائين نجات آدم جو جهنڊو ان وقت بلند ڪيو جڏهن بادشاهن، جاگيردارن، ملن ۽ پيرن جي خلاف شاهه عنايت جي مضبوط ۽ مقبول عوامي تحريڪ ويجهڙ ۾ چيپاڻي وئي هئي، هڪ هٽ مان اڃان جهنڊو ڪريو به نه هو، جو ٻئي هٽ اهو جهنڊو جهلي ورتو، شاهه سائين عوام جي غمن کي شاعريءَ جي زبان ڏئي دنيا پر ۾ شاهه عنايت جي جدوجهد کي جواز بخشيو. شاهه سائين پڙهيل طبقي مظلوم هارين لاءِ آواز بلند ڪيو. ڳوٺن جي فراموش ڪيل آباديءَ جو نوحو ڳايو. تنگ دست هارين ۽ بيگار ۾ پيڙجندڙ، محنت ڪشن جون جهوپڙيون ڏيکاريون، خانه بدوش ڏنارن، اوٺارن دريا ۾ چار اچليندڙ مائهن ۽ پيڙيائن (جي دکن) کي بيان ڪيو، ملاحن جا گيت لکيا... گهوڙارن، ڪنيارن، نيرولين، راڳين، ويراڳين ۽ ٻين مٽيءَ سان رشتو جوڙيندڙن کي پيار ڪيو. اهڙي ريت شاهه سائين مراعات يافته سادات، صوفين، قلندرن ۽ جاگيردارن تي ٻڌل طبقي کان پاڻ کي جدا ڪري ڇڏيو، جو ته اهي شاهه عنايت کي شهيد ڪرڻ جا ذميدار هئا". (6)

"سچل سر مست حافظ قرآن به هئا، صوفي فڪر ۽ روحاني سکيا سندن ڪلام کي نئون انداز ۽ رنگ عطا ڪيو. سر مستي ڪلام جي خاص خاصيت بنجي وئي سندن ڪلام نه صرف سنڌ واسين کي پر سڄي انسانيت کي، هڪ لڙيءَ ۾ پوئي ڇڏيو سندس ڪلام مذهبي ٻيد ڀاو کان بچائي ٿو، سچل سر مست تارڪ الدنيا ڪونه هئا، نه ڪي هو مست هو، سندس زندگيءَ جي حالتن مان خبر پوي ٿي ته، هو ايڪانت پسند، منفرد سڀاءُ رکندڙ شخصيت هو، غور فڪر لاءِ ۽ قدرت جي مشاهدي ماڻڻ لاءِ اڪيلو جهر جهنگ ۾ گهمندو هو. صبر ۽ فڪر سندس طبيعت ۾ شامل هو. پنهنجي حياتي ۾ ڪڏهن به ڪو جانور ذبح نه

ڪيائين ۽ نہ ئي نشوواپرايائين. جوانيءَ ۾ نماز جو پابند ۽ ورد ۾ مشغول رهندو هو". (7)

سامي ننڍي هوندي کان وٺي سادن جي سنگت ۾ رهيو. سندس بي چين طبيعت، سک ۽ شانتي جي ڳولا ۾ رهي. سامي ان وقت اڻ لڀ ۽ ناياب سوچن جي تمنا ۽ چاهہ ڪري ٿو. جڏهن سنڌ جون حالتون تمام خراب هيون ڪلهوڙن ۽ ميرن جي وقت طوائف الملوڪي وارو دورهو. جنهن ۾ هن مهان انسان روحاني سکون جي ڳولها ڪئي. هت اهڙي سماج ۽ سنسار جو سپنو ڏٺو جنهن جي سوڀ شايد ايندڙ صدين ۾ ٿئي. اهو تصور ۽ خيال انڊو پاڪ جي ٻين عظيم انسانن پڻ ڏٺو جن ۾ ڪبير ۽ بابا فريد جي شاعري ماحول کي سرهاڻ سان ڀري ڇڏيو. ڀڳتي واري دور جي شاعرن دادو ديال "1604، 1544ع" ۽ پر اٿنات "1606، 1581ع" انساني ذات جي روحاني اخلاقي سک بخشيو ۽ سک پرٺي سماج ۾ تصور ڏنو ساڳيو اثر ۽ تصور گرونانڪ "1539، 1449ع" بلهي شاهہ، شاهہ ڪريم، شاهہ عبداللطيف ۽ سچل سائين ڏنو. سندن سڪيا جا اثر واضع نظر اچن ٿا. سامي پڻ ان آدرش کي ڪٿي اڳتي هليو سندس شاعري وسيلي انسان ذات کي اهو رستو ڏيکاريو ويو آهي، جيڪو انساني عظمت ڏي وٺي وڃي ٿو". (8)

محمد ابراهيم جويو لکي ٿو تہ، "سنڌ جا هي عظيم شاعر مذهبي ماڻهو هئا. خاص طرح انهيءَ معنيٰ ۾ تہ هنن پنهنجي پيغام لاءِ مذهبي اصطلاح کي پڻ ڪم آندو آهي، پر هنن اهو پيغام سنڌي ٻوليءَ ۾ ۽ سنڌي جي ماڻهن کي ڏنو آهي. جن کي ان جي ضرورت هئي. شاهہ ۽ سچل کي ڪافي ڪجهہ اسلام سمجهائڻو هو ۽ ساميءَ کي ڪافي ڪجهہ هندو ڌرم ۽ ٽنهي کي خالص مذهب جي (اڻ ڏٺي ۾) ايمان واري اصل الاصول کي سمجهڻو سمجهائڻو هو، شاهہ سچل ۽ ساميءَ جي شاعريءَ ۾ ڳانڍاپو. شاهہ، سچل توڙي ساميءَ جي شاعريءَ جي اڀياس ڪرڻ ڪانپوءِ هرڪو ان ڳالهہ جو حامي آهي تہ شاهہ، سچل، سامي صوفي شاعر آهن. انهيءَ ٽمورتي شاعرن جو ڪلام مکيہ موضوع تصوف آهي" سنديون خواهشون ختم ڪرڻ جو پيغام مکيہ موضوع آهي. معرفت الاهي حاصل جو ڏس هنن جي شاعري ۾ ملي ٿو، شاهہ جي ڪلام مان اهڙو شعر شاهدي طور پيش ڪجي ٿو

صوفيءَ صاف ڪيو، ڏوئي ورق وجود جو،
تها پوءِ ٿيو، جيئري پسڻ پرين جو،

هن شعر ۾ لوڀ، لالچ، حرص، هوس ختم ڪرڻ جي تلقين ٿيل آهي. انسان جڏهن هن دنيا ۾ پيدا ٿئي ٿو. ته انسان جي ارد گرد ڪيئي اهڙيون شيون آهن، جيڪي اسان کي پاڻ ڏانهن ڇڪين ٿيون. انهن گمراهه ڪندڙ شين کان پاسو وٺڻو آهي، جيڪي ظاهري لذت واريون آهن. جيئري پرينءَ کي ماڻڻ واري صلاح انهن کان پري رهڻ ۾ آهي، شاهه جي ڪلام ۾ وحدت ڪثرت، دنيا ۾ بي رغبتي وغيره جو درس آهي. شاهه جي ڪلام ۾ ڌرتي جي گلن ٻوٽن سان پيار ملي ٿو، هاري، لوهار، آڱڙيا، ڪنيار، ڪاپائتي، ڏوبي، مهاڻا، پنهوار، مارو ماڻهو، غواص، صراف، وينجهار، ڪوري، واڍو، ڪاتب، جت، وڻجارا، اهم موضوع آهن، شاهه جا سمورا موضوع اڃا اجرا پليدائي ۽ گندگي کان پاڪ آهن، ته اتي وري سچل سر مست جو ڪلام وڏي جرئت ۽ بيباڪي جو علمبردار آهي ان ۾ وحدت ڪثرت وحدت الوجود جي وضاحت به ملي ٿي، جيڪا توحيد ۽ تصوف جو اهم نڪتو آهي.

محبت جي مڪان ڪئون لاهوتي لنگهن،
واديءَ ۾ وحدت جي دانهن پير ڌرن،
تومان وجي وڃ مئون، ته ڪي پاڻ پسن،
شڪ يقين ٿي ويو، برابر چون،
هادي مريد هڪ ٿيو، تفاوت نه ڪن،
عابد ۽ معبود سو هڪ نگاهه پسن،
پاڻ پسي،پاڻ بيهي،پاڻ ٿي سجدو ڪن،
پاڻ مڙيو ٿي پاڻ ٿيو،نوڙي نوڙت ڪن،
پاڻ اتي پاڻ ويهي، پاڻ رموز رکن،
پرجهه، مڙيو ٿي پاڻ ٿيو،غير نه پسن،

(سچل سر مست)

هنن بيتن ۾ سلوڪ جي راهه جي تصوف واري منزل ۽ اندر اجارڻ ۽ غير ڏانهن نه نهارڻ جي ڳالهه ڪيل آهي، صوفي صاف ڪيو واري متبادل پيغام سامي هيئن ٿو چئي:

مايا پلائي وڏا، جيءَ پرم ۾،
سامي ڏسي ڪو نه ڪو، منهن مڙئي پائي
جنهن کي اوديا تند مئون ستگر جا ڳائي
سو ويهي وڃائي، نگارو نر پاڻ جو

لوڀ، لالچ وارو فڪري فلسفو سمجهائيندي سامي لطيف وارو اهو ئي هوڪو ڏني ٿو. ننڊ نہ ڪجي ايتري، تہ سامي، اڳيان وقت جو نگارو ٿو وڄي تہ شاهہ لطيف ستي هڏ سهائڻ واري ڪاپائتي کي اٿاري ٿو، تہ اٿ هڏ نہ سهاءِ سپائي وقت گذري ويندئي هٿ هڻندي ۽ سينگار ڪي سگهندين.

اکر پڙهہ الف جو ٻيا ورق سڀ وسار
اندر تون اجار ، پنا پڙهندين ڪيترا.
(شاهہ)

جي تو بيت ڀانئيان، سي آيتون آهين،
نيو من لائين، پريان سندي پار ڏي.
(شاهہ)

ويد پراڻ پڙهي ڪري، ٿو لوڪ ريجهائين ،
سپريان جي سڪ ۾، جهاتي نہ پائين
چاهہ نہ چکائين، تون پسين پرين کي.
(سامي)

**سچل سائين فرمائي ٿو:**

روز ازل استاد اسان نون، هڪ سطر پريت دي پاڙهي،
سا مين دل دي تختي اتي ، چاهہ وچون لک چاڙهي،
"سچل" عشق بيا نہ ٿيوي، توڙي هووس چٽي ڏاڙهي.

شاهہ سچل توڙي سامي جي پيغام ۾ بنياد پنهنجي مذهب ڏانهن ڇڪي ضرور ٿو، پر تنهي جو پرين هڪڙو ئي آهي،جنهن ۾ هنن ڪي اسلام ۽ هندو مت سمجهائڻو هو. هنن جي ڪلام ۾ اجتماعي مفاد آهن.

1 . شاهہ صاحب وٽ مذهبي ذريعو آيتون آهن.
2 . سچل وٽ مذهب جو ذريعو مرشد ۽ قرآن پاڪ آهي.
3 . سامي وٽ مذهبي سکيا جو ذريعو ويدانت آهي، هو ظاهري تعليم تي فخر نہ ٿو ڪري. عالمي اصول آهي، تہ جن انسانن وٽ پنهنجيون ڇهہ شيون آهن اهي ئي انسان جي بنيادي شناخت آهي.

1 . نسل
2 . قوم

3 . مذهب
4 . ٻولي
5 . رياست
6 . تهذيب

ان وسيلي ماڻهو پنهنجي تاريخ کي منتقل ڪندو رهي ٿو.انهن شين کي سانڍي لکي اڳتي وڌائيندو رهجي، نہ تہ قدر شناسائي جهڙن اعليٰ معيارن کي وڃائي ويهندا سين.
سامي چوي ٿو تہ:

"مورک ڇڏ گمان، ڪايا، مايا، ڪل جو،
جيي وٺ جاڳي ڪري، پيد ٻنان ڀڳوان،
اچي هٿند ۽ اوچتو، ڪال قهاري ڪان،
سامي سڀ جهان ، ماري جنهن مٽي ڪيو"
(10)

سامي چوي ٿو تہ: مورک ٻي عقل مايا دولت ۾ عقل ڪانسواءِ مگن ۽ ٻنان هوش مستان مست رهن ٿا، هوش ڪانسواءِ ۽ اڪيون پٽيل اٿن خدا جو خوف دل ۾ نہ اٿن، جڏهن ان قهار، "الله جو هڪ نالو" جو ڪان اوچتو لڳندن، جنهن تہ ڪيئي ماڻهو مٽي دوز ڪري ڇڏيا آهن، انسان کي شعور سجاڳ عقل سان رهڻو آهي. انهن ٽنهي بزرگن جو پيغام ۽ ڪلام انهيءَ فڪر ۽ فلسفي جو حامي آهي، اڄ جي نوجوان کي شاه سچل سامي جو پيغام پڙهڻ گهرجي جنهن مان هزارين نصيحت ڀريا نڪتا ۽ سبق ملي سگهي ٿو.

حوالا:


1. جويو تاج "سر سارنگ درست پڙهڻيون ۽ سماجي ۽ فڪري پهلو" تحقيقي جرنل، "پڙاڻي" (نمبر6) خيرپور، سنڌي شعبو، شاه عبداللطيف يونيورسٽي، 1999 (ص 56 ۽57 )

2. مفتي تهمينہ ڊاڪٽر "شاه جي رسالي ۾ منظر ۽ احساس" پڙاڻي "جرنل" نمبر . 6 خيرپور، سنڌي شعبو، شاه عبداللطيف يونيورسٽي، سال 1999ع ص 92

3. "ساميءَ جا سلوڪ" مرتب، پروفيسر، سٽاڻ، پہ اڪر، بي . ايچ ناگراڻي، شاه

عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جنوري 2015ع، ص 26

4. ايضاً ص . 32

5. ايضاً ص . 52

6. ڊاڪٽر، احسان دانش، "شاهه لطيف ۽ سندس دور جون سماجي حالتون" ڇهه ماهي، تحقيقي جرنل "ڪارونجهر" ڪراچي، سنڌي شعبو، وفاقي اردو يونيورسٽي آف آرٽس، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي، جون 2015ع (ص 84)

7. ڊاڪٽر، مفتي تهمينه، "سچل سر مست ۽ ساميءَ جو فلسفو" (تحقيق) ڪنول پبليڪيشن قمبر 2015ع ص 21 ۽ 22

8. ايضاً ص. 71 . 72

9. ساميءَ جا سلوڪ ، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ، مرتب، بي . ايچ ناگراڻي، سهيڙيندڙ محمد ابراهيم جويو، سچل، سامي، (ص . 646)

10. ايضاً (ص771 )

عبداللطيف انصاري

# سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ وارين تحريڪن ۾ رشيد ڀٽيءَ جو ڪردار

# The Role Of Rasheed Bhatti In The Movements For The Defence Of Sindhi Language

**ABSTRACT:**

Since ancient period, the ill-wishers and enemies of Sindh have persistently tried to decimate Sindh, Sindhi nation and Sindhi culture. The attempts to ransack Sindhi culture either through external attacks or through internal nefarious designs have ever been nullified by Sindhis. The greatest threat to Sindhi language in 20th century was posed when post-partition process of migration started. Consequently, emigrants in Sindh used religion and state to usurp hold on Sindh and gave the impression that there should be one language to create national integration. Withstanding all sorts of threats for centuries, the Sindhi language was threatened internally this time. To check this threat literary people, students and political workers took to streets. Various aware associations, student organizations, and intellectual circles took practical steps in the movement to defend Sindhi language. Rasheed Bhatti, a renowned literary figure of Sindh, an intellectual and political worker, also played an unforgettable role in such movements. May it be the Movement against One Unit, or the Movement against the decision of Karachi University, or the Progressive Movement, Rasheed Bhatti stood in forefront alongside the literary people and students. In such a way, various movements for the defense of Sindhi language were ushered.

Rasheed Bhatti termed the progressive people as the real defenders of Sindhi language. According to him, people of such ideology had the basic principle that use of difficult diction should be forsaken in creative literature and language of common people should be used instead. Usage of Arabic and Persian words should be minimized or ceased from creative works, and those words of other languages which have been already internalized should be made compatible with Sindhi sound system and pronunciation patterns.

Rasheed Bhatti used the platform of various literary and political organizations to augment the movements for the defense of language and among them Sindhi Adabi Sangat was the foremost one. During his tenure as Secretary General, Rasheed Bhatti activated the Branches of Sindhi Adabi Sangat. He greatly encouraged the young poets and literary people. Whenever Sindhi language and Sindhi culture encountered a difficult time, Rasheed Bhatti remained at the forefront to defend.

عالم آشڪار آهي تہ اوائلي دؤر کان وٺي سنڌ جي مَٽ گُهرن ۽ سنڌ دشمنن پاران سنڌ، سنڌي قوم ۽ سنڌي ثقافت کي ختم ڪرڻ جو ڪوششون ٿينديون رهيون آهن. ڪڏهن بيروني حملن جي وسيلي تہ ڪڏهن اندروني سازشن تحت. مطلب تہ سنڌي ثقافت کي تاراج ڪرڻ جي هميشہ کان ڪوشش ٿيندي پئي اچي.

سنڌ دشمن عنصر، هڪ منظم سازش تحت سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ کي، پنهنجي وجود لاءِ خطرو سمجهي مختلف حربا استعمال ڪري سنڌي ٻوليءَ کي ختم ڪرڻ جي ناپاڪ ڪوشش ۾ مصروف آهن. ڪنهن وقت لساني نفرتون ڦهلائي، اقليتي مظلوميت جا ڳوڙها ڳاڙي، اقتداري ايوانن جي خوشامد ڪري، مذهب جو غلط استعمال ڪري سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي روشن مشعل کي وسائڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا آهن. سنڌي ثقافت ۽ ٻوليءَ سان اهڙي قسم جا رويا گهڻي پراڻي تاريخ ٿا رکن. ڪٿي شاھ بيگ ارغون جي قبيح شڪل ۾ ، ڪٿي مدد خان پٺاڻ جي صورت ۾ تہ ڪٿي وري پاڪستان ٺهڻ کان اندروني سازشن جي شڪل ۾ هر وقت سازش ۾ مصروف عمل آهن.

ٻوليءَ جي وجود لاءِ سڀ کان وڏو خطرو تڏهن پيدا ٿيو جڏهن ننڍي کنڊ کي ٻہ ٽڪر ڪيو ويو. هڪ ٽڪر پارت بڻيو تہ ٻيو پاڪستان. ورهاڱي کان پوءِ لڏ پلاڻ جو عمل شروع ٿيو. جنهن سبب سنڌ ۾ آيل ٽولي، ڌرتيءَ تي پنهنجو غاصبانہ حق ڄمائڻ خاطر مذهب ۽ رياست کي استعمال ڪيو ۽ اهو تاثر ڏنو تہ رياست ۾ قومي وحدت قائم ڪرڻ لاءِ هڪ ئي ٻولي هجڻ گهرجي. سوين سالن کان هر خطري جو مقابلو ڪرڻ واري سنڌي ٻوليءَ کي هينئر اندروني خطرو درپيش هيو. رياست ۽ لڏي آيل ٽولو سنڌي ٻوليءَ جي مقابلي ۾ سندرو ٻڌي بيٺا. هي اهو دؤر هيو، جو دنيا ۾ شعور ۽ جاڳرتا جو انقلاب برپا ٿي رهيو هيو. ترقي پسند تحريڪ تيزيءَ سان دنيا جي تختي تي ڦهلجي رهي هئي. ان خوش گوار

هوا جي جهوٽي ڪان پاڪستان، خاص ڪري سنڌ زبردست نموني اثر انداز ٿي. جنهن سبب هتان جا اديب، شاگرد ۽ سياسي ڪارڪن پنهنجي ٻوليءَ جي بچاءَ خاطر سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ لاءِ روڊن ۽ رستن تي نڪري آيا. مختلف ساڃاهه وند تنظيمون، شاگرد تنظيمون ۽ دانشور جميعتن پڻ سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ وارين تحريڪن ۾ عملي قدم ڪردار ادا ڪيو. اهڙين تحريڪن ۾ سنڌ جي ناليواري اديب، دانشور ۽ سياسي ڪارڪن رشيد ڀٽيءَ پڻ، نه وسارڻ جوڳو اهم ڪردار ادا ڪيو. ون يونٽ خلاف تحريڪ هجي، ڪراچي يونيورسٽيءَ جي فيصلي خلاف تحريڪ هجي يا ترقي پسند تحريڪ هجي، مطلب ته رشيد ڀٽي سمورن اديبن، شاگردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي اڳين صف ۾ موجود رهيو. اهڙيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ جون مختلف تحريڪون شروع ٿيون. رشيد ڀٽي اهڙين تحريڪن جو اکين ڏٺو شاهد ۽ مک ڪردار رهيو آهي.

رشيد ڀٽي لکي ٿو ته:

"اسان جي ادبي زندگيءَ ۾ ويڙهن (الميو) Tragedy پهريون پهريون تڏهن ظهور پذير ٿي جڏهن سنڌي صورت خطي نهي ۽ مروج ٿي. اسان جي نون سنڌي خواندن (خاص ڪري شاعرن ۾، جن فارسي زبان ۽ شاعريءَ جو به مطالعو ڪيو هو) مور جي چال جي ريس ڪري پنهنجي چال به وساري ۽ ڪاري ڇڏي. هنن فارسي شاعري پڙهي ته سهي، پر سطحي مطالعي سبب ان جي گهرائي، روح ۽ ست کي نه سمجهي سگهيا. هو ان جي انسان دوستي، امن و آشتي، محبت ۽ صلح ڪل واري پيغام کي سمجهي هانءَ سان هنڊائي نه سگهيا. وري جو ڪلاسيڪي اردو رومانوي شاعريءَ جو مطالعو ڪيائون، تنهن سندن ذهني رجحان ۽ فهم فڪر ڦيرائي ڇڏيا. نتيجو اهو نڪتو جو، ڪنهن ڪارج، افاديت ۽ مقصد واري شاعري ڪرڻ بجاءِ هو يار جي زلف پيچان، محبوبه جي خم ڪاڪل، دلربا جي لبن جي لاليءَ ۾ ڦاسي پيا، ۽ تصوراتي فراق ۽ هجر جي راهن ۽ پيچرن تي رلندا ۽ ڀٽڪندا رهيا".(1)

رشيد ڀٽي ترقي پسندن کي سنڌي ٻوليءَ جو اصل محافظ قرار ڏنو آهي. سندس چوڻ موجب اهڙو نظريو رکندڙ جو بنيادي اصول اهو هيو ته تخليقي ادب مان ڳاٽي ڀڳل لفظن جو استعمال ترڪ ڪري عوامي ٻوليءَ جو استعمال ڪيو وڃي. تخليق مان فارسي ۽ عربي ٻوليءَ جي لفظن جو استعمال بلڪل گهٽ بلڪ ختم ڪيو وڃي ۽ جيڪي لفظ مختلف ٻولين جا سنڌيءَ ۾ مروج ٿي چُڪا

آهن تن کي سنڌي ويس ڍڪائي سندن اچار سنڌي ٻوليءَ جي مزاج وٽان ڪيا وڃن. ترقي پسندن جي اهڙن ويچارن تي عربي ۽ فارسي زده شاعريءَ جا متقلد ٻاهوڙجي پيا. جن آڏو عربي ۽ فارسيءَ جي لفظن جو استعمال قدامت پرستيءَ جو اهڃاڻ هيو. نتيجو اهو نڪتو جو سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب بابت مختلف ٻن فڪري رجحانن جو ٽڪراءُ ٿيو. ان ڏس ۾ رشيد ڀٽي لکي ٿو ته :

"ڪراچيءَ ۾ ٿيل جميعت الشعراء جي ادبي ڪانفرنس ۾ هن مشاعري جي صدارتي تقريرن ۾، خيال ظاهر ڪيو ۽ ان تي زور ڏنو ته سنڌيءَ کي ڌارين، عربي، فارسي ۽ هندي وغيره جي لفظن کان پاڪ ڪيو وڃي، ۽ جيڪي لفظ اسان وٽ مروج ٿي چُڪا آهن، سي اهڙيءَ ريت اچاريا وڃن جيئن عام سنڌي اچاريندو آهي، نه ڪي انهن جي اصلي عربي يا فارسي اچارن جيان. جهڙي ريت عِطر بجاءِ عطُر، شمع بجاءِ شمع، ڪُتب بجاءِ ڪتاب ۽ القاب بجاءِ لقب وغيره. ان تي ڊاڪٽر خليل ۽ ٻيا شعراء اچي مچريا، ۽ تڪرار اخبارن ۽ رسالن ۾ شروع ٿيو". (2)

پاڪستان جي پهرين آئين ساز اسيمبليءَ ۾، ملڪ ۾ نافذ پهرين آئين تي بحث هلي رهيو هيو اتي ٻوليءَ جو مسئلو پڻ اٿاريو ويو ۽ بحث مباحثا شروع ٿيا. اهڙي وقت سنڌي شاگردن ۽ اديبن مٿين مهم جو آغاز ڪيو.

رات جي پوئين پهر ۾ ڪراچيءَ جي پٽين تي سنڌي ۽ انگريزي زبان ۾ وال چاڪنگ ڪئي ويندي هئي. ان وال چاڪنگ جو متن هن ريت هيو:

"سنڌيءَ کي سرڪاري زبان تسليم ڪيو"

A State Language declare Sindhi.

وال چاڪنگ جي ذميواري رشيد ڀٽي، حفيظ شيخ ۽ پوهو اي.ڪي جي سر تي هئي، جن راتين جو جاڳي پنهنجي ذميواري نهايت احسن طريقي سان قومي جذبي تحت نباهيندا رهيا. ان ڏس ۾ رشيد ڀٽي لکي ٿو ته :

"اسان ڪراچيءَ ۾ پڙهندڙ سنڌي شاگردن ۽ اديبن به مهم شروع ڪئي ته سنڌيءَ کي به سرڪاري زبان تسليم ڪيو وڃي. ان وقت بحث به سرڪاري زبان جي حوالي سان هلي رهيو هو، نه ڪي قومي زبان طور. ان ڏس ۾ پمفليٽس، هٿند بلس ۽ اخباري پرچار سان گڏوگڏ پٽين تي وال چاڪنگ جو پروگرام به

ٿاهيو ويو. انهن ڏينهن جي ڪراچيءَ جي سنڌي واري علائقي ۾ اهو ڪم اسان ٽن ڄڻن کي ڪرڻو هو" (3)

رشيد ڀٽيءَ ٻوليءَ جي بچاءَ وارين تحريڪن کي زور وٺائڻ لاءِ مختلف ادبي ۽سياسي تنظيمن جو پليٽ فارم استعمال ڪيو، جنهن ۾ سنڌي ادبي سنگت سڀ کان اڳري هئي. رشيد ڀٽيءَ پنهنجي سيڪريٽري جنرل واري دؤر ۾ سنڌي ادبي سنگت جي شاخن کي متحرڪ ڪيو، نوجوان اديبن ۽ شاعرن جي تمام گهڻي حوصلا افزائي ڪئي. ورهاڱي کان پوءِ ادب ۽ ٻوليءَ جي حوالي سان انقلابي تبديليون رونما ٿيون. سياسي، سماجي، جاگرافي ۽ روحاني ورهاڱي جت روح الڳ ڪيا ات، لسان جي بنياد تي صوبا پڻ قائم ٿيا. اهڙي ورهاڱي سبب معاشرو ٽٽي ويو، جنهن جو سڀ کان وڏي ۾ وڏو نقصان سنڌ کي ٿيو. رشيد ڀٽيءَ مطابق اهڙي ورهاڱي سنڌي ٻوليءَ کي تمام گهڻو نقصان رسايو، ڇاڪاڻ ته سنڌي ٻوليءَ جا اصل رکپال، پڙهيل ڳڙهيل طبقو ۽ ادبي حلقو، ورهاڱي جي روح ڪانداربندڙ عمل سبب سنڌ کان ڌار ٿي هندستان وڃي آباد ٿيو. اهڙي ورهاڱي سبب تقريباً هر صوبي کي پنهنجي قوم، ثقافت ۽ ٻوليءَ وارا مليا پر بدقسمتيءَ سان هندستان ويل سنڌي عالمن جي جاءِ تي مختلف ۽ ڌاري ثقافت ۽ زبان رکندڙ سنڌ ۾ آيا ۽ ان کان وڌيڪ بدقسمتي ڇٽبي جو انهن اقليتي گروهه سبب سموري پاڪستان مٿان سندن ٻوليءَ کي مڙهيو ويو. سمورين قومي ٻولين جي حيثيت ختم ڪئي وئي. اهو ئي سبب هيو جو مختلف ثقافتن ۽ ٻولين جو ٽڪراءُ پيدا ٿيو. اهڙن عنصرن کي مڪمل حڪومتي سرپرستي حاصل هئي، جنهن ڪري اصل سنڌ جا رهواسي پوئتي پوندا ويا. ان دؤران اردو زبان کي پاڪستان جي قومي زبان جو درجو ڏئي پاڪستان ۾ رهندڙ سمورين قومن جو ثقافتي استحصال ڪيو ويو.

ٻاهران آيل اقليتي گروهه کي هٿي ڏيارڻ خاطر، هن ملڪ جي مڙني ثقافتن کي نظر انداز ڪري اردوءَ کي قومي زبان جو درجو ڏنو ويو. سنڌ ۾ موجود ساڃي ڌُر جي اديبن اهڙي عمل جي ڀرپور آجيان ڪئي. نتيجي ۾ اهي سرڪار جا منظور نظر بڻجي ويا. اهڙيءَ ريت سنڌي ادب ۾ پڻ ٻه مختلف ۽ ٽڪراري نظريا، رجعت پسند ۽ ترقي پسند نظرين جو ٽڪراءُ ٿيو.

اردو ٻوليءَ کي قومي زبان بڻائڻ واري ٽڪراري عمل کي سنڌ ۾ موجود ساڃي ڌر وارن اديبن پنهنجي منافقانه روين سبب رائج ڪرايو پر اهڙي

تڪراري عمل جو سڀ کان وڏو رد عمل بنگال ۾ ٿيو، جتي ۾ تشدد ڪارواين جي شروعات ٿي، ڪيترين ئي جانيون ضايع ٿيون، پُر وچي هٿي هنڌ ڪيو ۽ پنهنجي ثقافتي ورثي کي چنبڙيا رهيا نتيجو اهو نڪتو جو سرڪار کي گوڏا کوڙڻا پيا ۽ اوپر پاڪستان (بنگلاديش) مان پنهنجي تڪراري فيصلي تان هٿ کڻڻو پيو. اهڙيءَ ريت بنگال ۾ ثقافت، ٻوليءَ ۽ ڌرتيءَ سان وابستگيءَ، شعور ۽ جاڳرتا جي فتح ٿي ۽ بنگالي زبان علائقائي زبان مان ڦري اوپر پاڪستان جي سرڪاري ۽ قومي زبان بڻجي وئي.

سنڌ ۾ ساڃي ڌر جي اديبن ۽ ساڃاهه وندن جي اردو زبان جي حمايت باوجود ترقي پسند شاگردن سنڌي ٻوليءَ سان وابستگيءَ جو واشگاف لفظن ۾ اظهار ڪيو. ان ڏس ۾ سنڌي شاگردن جي تنظيم "سنڌ پراونشل اسٽوڊنٽ فيڊريشن" هڪ ٺهراءُ پاس ڪيو، جيڪو آئين ساز اسيمبليءَ ۾ موڪليو ويو. ان ٺهراءَ مطابق سنڌي زبان کي پڻ پاڪستان جي سرڪاري ۽ قومي زبان جو درجو ڏيڻ جو چيو ويو. ان سلسلي ۾ رشيد ڀٽي، جو ان وقت ان شاگرد تنظيم جو سيڪريٽري جنرل پڻ هيو، عملي جدوجهد جو آغاز ڪيو ۽ سڀ کان پهريائين 1954ع ۾ پنهنجي مطالبن جي ايجنڊا ڪراچيءَ جي ڀتين تي انگريزيءَ ۽ سنڌيءَ وال چاڪنگ ڪري ڪئي. جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ۽ قومي درجو ڏيڻ جهڙا مطالبا لکيل هئا.

رشيد ڀٽي لکي ٿو ته :

"ان وقت سنڌ جي ان واحد شاگرد تنظيم جو مرڪز ڪراچي هيو، قاضي اختر (هينئر سنڌ جو لا منسٽر) ان جو صدر ۽ راقم الحروف سيڪريٽري جنرل هيو. منهنجي خيال ۾ اسان جي ڪيل چاڪنگ، ڪراچيءَ ۾ ورهاڱي کان پوءِ، سنڌي زبان ۾ پهرين تحرير هئي جا ڀتين تي ڏسي ماڻهو حيران به ٿيا هيا، ته پنهنجا خوش به. ان مهم نتيجو ڪڍيو ۽ پيرزادي عبدالستار (ان وقت جي پاڪستان جي وزير قانون) جي آئين ساز اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيل آئين جي مسودي ۾ سنڌي زبان ۽ ٻين زبانن کي به سرڪاري زبان جو درجو تجويز ڪيو ويو هيو. پر آئين سازشن جو شڪار ٿي ويو، ۽ مفاد پرستن ان جي بحاليءَ کان اڳ آئين ساز اسيمبلي ئي ٽوڙي ڇڏي".(4)

اهڙي عملي جدوجهد سنڌي عوام ۾ شعور ۽ جاڳرتا جو سمنڊ جاڳائي ڇڏيو ۽ سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ۽ قومي زبان جو درجو ڏيارڻ واري ڳالهه

عملي جدوجهد جو روپ اختيار ڪري وئي، موٽ ۾ شهرن جا شهر اهڙي انقلابي جدوجهد جي ور چڙهي ويا.

رشيد ڀٽي لکي ٿو ته :

"جڏهن ون يونٽ جي سازش، آئين ۾ زبان جي مسئلي ۽ ڪراچي شهر ۽ يونيورسٽيءَ مان سنڌيءَ جي تڏهوڪي حيثيت ختم ڪرڻ سبب، ڪراچيءَ جي سنڌي اديبن، دانشورن ۽ شاگردن جي ترقي پسند حلقن ۾ قوميت جو مسئلو متاهون ۽ قوميرستيءَ جي تحريڪ تيز ٿيڻ لڳي ته اردو دوست ۽ ڪامريڊ ڪجهه ڪيٻائڻ لڳا. هو ان وقت به طبقاتي جنگ کي اول ترجيحي جدوجهد ڄاڻائي، اسان جي هلچل کي سبوتيج ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. اسان مان ڪوبه طبقن جي وجود جي ناسور ۽ ان خلاف جدوجهد جي خلاف نه هو. پر سوال رڳو ان وقت ترجيح جو هو. ان مهل سنڌ ۾ نئين اپريل گڏيل ترقي پسند قوت ۾ ڦوٽ جي شروعات ٿي. اسان ۾ حفيظ مرحوم ۽ مرغوب بخاري پهريان شخص هيا، جي درآمد ٿيل ڪامريڊن سان اختلاف ڪري ڏار ٿي آيا ۽ پنهنجي ڪُني ڏار چاڙهيائون. ترت ئي پوهو ۽ سوڀو به منجهائن تراس ۽ مايوس ٿيا. اسان پنهنجي ليکي اپياس ۽ پرچار شروع ڪيو".(5)

ان دوران رشيد ڀٽيءَ سنڌي ادبي سنگت سنڌ جي پليٽ فارم تان "سنڌي ٻوليءَ کي نج ڪرڻ" واري مهم جو آغاز ڪيو. سندس سڏ کي ڪيترن ئي نون توڙي جهونن ترقي پسند اديبن ورنايو. شعور جي شمع روشن ٿي، جنهن سبب ترقي پسند شاعرن، سنڌ جي عوامي امنگن کي سامهون رکندي، فارسي بحروزن کي ڇڏي، سنڌي ماترائن ۽ چند وديا ۾ شاعري شروع ڪئي. نج سنڌي ٻوليءَ جا لفظ استعمال ٿيڻ لڳا، جنهن جو واحد سبب سنڌي ٻوليءَ کي جيارڻ هيو. جنهن جي آهستي آهستي اصلوڪي صورت تبديل ٿيندي پئي وئي. جي باري ۾ رشيد ڀٽي لکي ٿو ته :

"سنڌي اديبن ۽ دانشورن جي اها تحريڪ هئي، جنهن اڳتي هلي شاگردن ۽ وچولي طبقي کي ساڻ ڪري، ان سياسي هلچل کي جنم ڏنو ۽ اياريو، جنهن جي نتيجي ۾ اڄ جي سجاڳ سنڌ اسان آڏو آهي ۽ جمهوريت ۽ بنيادي حقن لاءِ نه رڳو پنهنجي ملڪ، ايشيا، پر عالمي سطح تي ساک قائم ڪري چُڪي آهي. ان تحريڪ جي شروعات ٻوليءَ جي مسئلي تي ٿي".(6)

### ڪراچي يونيورسٽيءَ مان سنڌي ٻوليءَ جي نيڪاليءَ وارو فيصلو :

ڪراچيءَ ۾، ڪراچي يونيورسٽي قائم ٿيڻ بعد ڪجهه عرصي تائين ته يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي حيثيت ساڳي رهي. يونيورسٽيءَ سان ملحق سمورن ڪاليجن ۾ سنڌي پڙهائي ويندي هئي، پر 1954ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر بي.اي حليم ۽ يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ اهو فيصلو ڪيو ته ٽن سالن بعد ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي ميڊيم ۽ سنڌي ميڊيم آف اينسرنگ پيپر جي حيثيت ختم ڪئي ويندي ۽ سنڌي رڳو مادري زبان جي مضمون طور پڙهائي ويندي. اهڙي فيصلي تي سنڌي اديب سراپا احتجاج ٿي ويا. رشيد ڀٽيءَ خيرپور رياست جي ڪجهه شاگرد تنظيمن سان گڏ پنهنجي شاگرد تنظيم، "سنڌ پراونشل اسٽوڊنٽ فيڊريشن" کي ميدان ۾ لاهي سندرو ٻڌي سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ خاطر عملي قدم کڻڻ جو فيصلو ڪيو. اهڙي فيصلي ٽڙيل پکڙيل سنڌي اديبن جي قومي جذبي کي اڀاري ڪين هڪ جاءِ تي گڏ ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. جتان هڪ زبردست ۽ طاقتور، ٻوليءَ جي بچاءَ واري تحريڪ جو آغاز ٿيو.

ڊاڪٽر ادل سومرو لکي ٿو ته :

"ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ جي انهي فيصلي خلاف ڪراچيءَ جي ايس ـ ايم ڪاليج، ڊي . جي سائنس ڪاليج، اسلاميه ڪاليج، ڊو ميڊيڪل ڪاليج ۽ ايس ـ ايم لا ڪاليج جي پنج هزار شاگردن 9 سيپٽمبر 1956ع تي هڪ اجتماعي جلوس ڪراچي يونيورسٽيءَ تائين ڪڍيو. ان موقعي تي ڪراچيءَ جي سنڌي شاگردن سنڊيڪيٽ آڏو ياداشت نامو پيش ڪيو هو، جنهن ۾ سنڌي زبان جي تاريخي اهميت ۽ وسعت ۽ ماضيءَ ۾ ان جي سرڪاري حيثيت بيان ڪندي سنڊيڪيٽ کان سنڌي ٻوليءَ جي اڳوڻي حيثيت بحال ڪرڻ جا مطالبا ڪيا".(7)

تحريڪ کي زور وٺائڻ خاطر رشيد ڀٽيءَ D.S.F (ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽ فيڊريشن) جي پليٽ فارم تان ڊاڪٽر ڪياني، ڊاڪٽر هاشمي ۽ آغا ناصر جي اڳوائيءَ هيٺ شاگرد هلچل شروع ڪئي، جنهن ۾ رشيد ڀٽيءَ سان گڏ شيخ حفيظ، پوهو، مرغوب بخاري ۽ قادر صديقي وغيره پڻ شامل هئا. شاگرد تنظيم D.S.F پڻ يونيورسٽيءَ جي انتشار واري فيصلي خلاف قرارداد پاس ڪئي. D.S.F جو مطالبو هيو ته ڪراچيءَ جي تعليمي ادارن ۽ ٻين سرڪاري ادارن ۾ سنڌي زبان جي پراڻي حيثيت بحال ڪئي وڃي. سمورن حرفن جي استعمال

باوجود ڪراچي يونيورسٽي پنهنجي فيصلي تان دستبردار نہ ٿي، جنهن ڪان پوءِ قانوني چاره جوئي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ذوالفقار پٽي، پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ ڪان پوءِ سڀ کان پهريون مقدمو سنڌي ٻوليءَ جي بچاءُ واري تحريڪ جو ڪنيو ۽ قانون رٽ داخل ڪري ڪورٽ مان ڪراچي يونيورسٽيءَ جي اهڙي فيصلي کي چيلينج ڪيو، جنهن ڪان پوءِ ڪورٽ سڳوريءَ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڌي ٻوليءَ واري فيصلي خلاف Stay Order جاري ڪيو.

لياقت علي خان جي قتل بعد سنڌ ۽ سنڌي قوم سان هڪ ٻي ويڌن ون يونٽ جي شڪل ۾ ٿي، وزيراعظم محمد علي بوگرا 22 نومبر1954ع تي ريڊيو تان ون يونٽ منصوبي جو اعلان ڪيو. اهو اعلان سنڌ ۽ سنڌي قوم لاءِ ڪنهن بم کان گهٽ ڪونہ هيو. ان سلسلي ۾ پڻ رشيد پٽيءَ بين سجاڻ سنڌي اديبن سان گڏ اهڙي عمل خلاف عملي جدوجهد جو اعلان ڪيو. سنڌي ادبي سنگت ان فيصلي خلاف پهريون ٺهراءُ پيش ڪري پاس ڪرايو. اهڙي قرارداد کي ان وقت موجود سنڌي شاگرد تنظيمن زبردست موٽ ڏني. ان سلسلي ۾ ساڳئي ڏينهن سنڌي شاگردن هڪ اجلاس ڪوٺايو، جنهن ۾ فيصلو ڪيو ويو تہ 24 نومبر سموريءَ سنڌ ۾ ڪارو ڏينهن ڪري ملهايو وڃي. اهڙي تحريڪ کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ذوالفقار پٽي جي سربراهيءَ ۾ "سنڌ يوٿ فرنٽ" ناهي وئي، جنهن سان رشيد پٽيءَ ۽ سندس شاگرد تنظيم ڀرپور ساٿ ڏنو ۽ رٿيل احتجاجي جلوس ۾ پڻ ڀرپور شرڪت ڪئي. جلوس جتان جتان پئي گذريو، اتان اتان ڪيترائي شاگردن جا جٿا وڏي انگ ۾ جلوس ۾ شامل ٿيندا پئي ويا. جلوس سنڌ مدرسي پهچڻ کان پوءِ هڪ وڏي جلسي ۾ تبديل ٿي ويو، جتي رشيد پٽيءَ سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ بابت مشهور زمانہ نظم، "سنڌڙي رهي! اسين نہ رهياسين تہ ڇا ٿيو!" پڙهي روحن کي گرمائي ڇڏيو. هيٺ سندس شهره آفاق نظم پيش آهي :

سنڌڙي رهي اسين نہ رهياسين تہ ڇا ٿيو!
سنڌڙي رهي اسين نہ رهياسين تہ ڇا ٿيو!
هر روز صبح شام سؤ سؤ مٿس سلام
وڏندي رهي مدام سنڌڙي نہ ٿئي غلام
بدلي ۾ بند ۾ جي پيا سين تہ ڇا ٿيو
سنڌڙي رهي اسين نہ رهياسين تہ ڇا ٿيو!
جيڪو وجهي نظر، پنهنجو ڪسي نگر
تنهن لاءِ ٿي قهر ان جي وڻون خبر

ان راهه تي رفيق! مٿاسين تہ چا ٿيو
سنڌڙي رهي اسين نہ رهياسين تہ چا ٿيو!

آباد ٿئي وطن سرسبز ٿئي چمن
گلشن ۾ گل ٽڙن پويان مزو وٺن
ان باغ ۾ اسين نہ رهياسين تہ چا ٿيو
سنڌڙي رهي اسين نہ رهياسين تہ چا ٿيو!

خوشيون چڙي جي ڏک بہ ڏٺاسين تہ چا ٿيو
سنڌڙي رهي اسين نہ رهياسين تہ چا ٿيو!

اچُ اي نوجوان سنڌڙيءَ جا پاسبان
سنڌوءَ جا رازدان قربان ڪر تون جان
قربان ٿي وطن تان وياسين تہ چا ٿيو
سنڌڙي رهي اسين نہ رهياسين تہ چا ٿيو!

سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ واري تحريڪ ۾ ون يونٽ خلاف نڪتل جلوس بابت رشيد ڀٽي لکي ٿو تہ:

”ڏگ ۾ فريئر روڊ واري گورنمينٽ ڪاليج فار وومين بہ بند ڪرايو ويو. بندر روڊ تان موٽندي ڊائوميڊيڪل ڪاليج جا شاگرد بہ ڪلاس ڇڏي جلوس ۾ شامل ٿيا. جلوس سنڌ مدرسي جي هال ۾ ختم ٿيو، جتي مختلف شاگرد تنظيمن جي اڳواڻن تقريرون ڪري ون يونٽ منصوبي جي سازش جي ڀرپور مخالفت ڪئي. ان جلسي ۾ ئي مون پنهنجي پهرين نظم ”سنڌڙي رهي، اسين نہ رهياسين تہ چا ٿيو!“ پڙهي. ساري سنڌ مان بہ همت افزا رپورٽون آيون. سکر، حيدرآباد ۽ ٻين ننڍن وڏن شهرن مان بہ سڏ جي سٽي موٽ ملي. ان وقت ڪراچيءَ مان ٽي روزانيون اخبارون نڪرنديون هيون: الوحيد، نواءِ سنڌ ۽ نئين سنڌ. الوحيد ون يونٽ جي منهن ٽوڙ مخالفت ڪري رهي هئي. نواءِ سنڌ کهڙي جي ذاتي ملڪيت هئي، سا ان جي ڀرپور حمايت ڪري رهي هئي. نئين سنڌ وارا عباسي برادران همت ۽ بندش آهر مخالف جو آواز اٿاريندا پئي رهيا“.(8)

رشيد ڀٽيءَ جي سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ واري تحريڪ واري مهم دوران چيل آفاقي ۽ جذباتي وارو نظم، ”سنڌڙي رهي اسين نہ رهياسين تہ چا ٿيو!“،

جت سنڌي شاگردن جي دل گرمائي ڇڏي، وطن ۽ قوميت جو جذبو اڀاريو، اتي نظم تي نظرياتي ۽ فڪري طور تي تنقيد پڻ ٿي ۽ اها تنقيد نهايت اصلاحي ۽ پيار ۽ شفقت واري جذبي سان سرشار هئي. باباءِ سنڌ، ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ سندس نظم تي فڪري پهلوءَ کان تنقيد ڪئي. ڪامريڊ مطابق فرد کان سواءِ وطن جي ڪائي اهميت نه آهي. فرد آهي ته وطن به آهي. اسان آهيون ته سنڌ به آهي. اسان نه آهيون ته ڪائي سنڌ، ڪوبه وطن نه آهي. ڪامريڊ جي نظم بابت راءِ جي حوالي سان رشيد ڀٽي لکي ٿو ته:

"ڪامريڊ منهنجي نظم تي ڳالهايو، جو هن ڪي پندرهن سال کن اڳ ڳالهائڻو هو. تقرير دوران هن مون ڏي منهن ڪري چيو: اسان جي ڪامريڊ رشيد ڀٽيءَ هڪ نظم لکي آهي. "سنڌڙي رهي اسين نه رهياسين ته ڇا ٿيو!" غلط! بلڪل غلط!! اسان کان سواءِ سنڌ رهي ته ڇا ٿيو؟ اسين نه رهياسين ته سنڌ ڪنهن لاءِ رهندي؟ ڪهڙي ۽ راشديءَ لاءِ؟ جاگيردار سرمائيدار ۽ ڌاري ڦُرمار ڪندڙ لاءِ؟ نه، سنڌ رهندي پر اسان لاءِ رهندي، پنهنجي هارين نارين لاءِ رهندي، پنهنجي مظلوم عوام لاءِ رهندي. ان ڪري سنڌ به رهندي ۽ اسان به رهنداسين!". (9)

سنڌ مدرسي ۾ قومي جذبي سان سرشار سنڌي اديبن، شاعرن ۽ عام عوام جي چوڌرد پوليس ڪڙو چاڙهي گرفتاريون ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون. ٻوليءَ جي بچاءَ واري تحريڪ ۾ شاگردن مان سڀ کان پهرين گرفتاري رشيد ڀٽيءَ جي حصي ۾ آئي. پوليس رشيد ڀٽيءَ کي ٻين ساٿي ڪارڪنن سميت گرفتار ڪري بولٽن مارڪيٽ ٿاڻي ۾ لاڪپ ڪري ڇڏيو. اهڙي عمل کان پوءِ سنڌي ٻوليءَ واري تحريڪ وڏيڪ زور وٺي وئي. قومي جذبي ۽ حب الوطنيءَ سان سرشار عوام، پنهنجي ٻوليءَ ۽ ثقافت جي بچاءَ خاطر روڊن تي نڪري آيا. اهڙن احتجاجي مظاهرن کان پوءِ سرڪار، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇپجندڙ رسالن ۽ اخبارن تي پڻ بندش جو اعلان ڪيو ويو. سڀ کان پهريائين "الوحيد" تي ٽن مهينن جي پابندي مڙهي وئي. انهيءَ عرصي دوران ايوب شاهيءَ جي قائم ڪيل تعليمي ڪميشن اهو فيصلو ڪيو ته، سنڌي زبان کي ٽين درجي بعد ختم ڪري اردوءَ کي لازمي ڪيو وڃي. اهڙي مڪروهه فيصلي خلاف رشيد ڀٽي پنهنجن همعصرن سان گڏ سراپا احتجاج ٿي ويو. ان دوران حڪومت رجعت پسندن جي شڪل ۾ ترقي پسندن تي هڪ ٻيو وار ڪيو، جنهن مطابق رجعت پسند پاڪستان، اسلام ۽ اردوءَ جي آڙ وٺي سنڌي ترقي پسندن جي ڪلمر ڪلا ڪردار

ڪشي ڪرڻ لڳا. سندن شاعريءَ کي بي حيائي، اسلام مخالف ۽ پاڪستان دشمن ڪوڙي پروپگنڊا ڪندا رهيا. جنهن کان پوءِ رشيد ڀٽيءَ اهڙي مخالفت جو ڀرپور جواب ڏيندي اياز جي ترقي پسند شاعريءَ تي مخلتف مضمون لکيا. جنهن ۾ ٻوليءَ جي خوبصورتي، نج ٻولي، علائقائي تشبيهن ۽ استعارن جو ذڪر هيو. ترقي پسند ادب جو سماج ۾ هاڪاري ڪردار تي پڻ تفصيلي بحث ٿيل هيو. جڏهن ته رجعت پسند ادب کي معاشري لاءِ نهايت هاڃيڪار ڄاڻايو ويو هيو. رشيد ڀٽيءَ پنهنجي مضمون ذريعي شيخ اياز کي، شاهه کان پوءِ اهو ٻهريون شاعر سڏيو، جنهن صدين کانپوءِ سنڌي ثقافت کي جياريو ۽ اڀاري عوام تائين پهچايو.

**حوالا :**

1. شيخ اياز : "خط ـ انٽرويو ـ تقريرون" (جلد 1)ـ (مهاڳ : رشيد ڀٽي) ـ نيوفيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد ، سنڌ ـ جولاءِ 1987ع ـ صفحو 35 ، 36
2. ايضًا : صفحو 40 ، 41
3. رشيد ڀٽي : "جيءَ جياريو جن"، اروڙ اشاعت گهر سکر، ڊسمبر 1990ع ـ صفحو 34
4. شيخ اياز: "خط، انٽرويو، تقريرون" (جلد 1) نيوفيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد، سنڌ، جولاءِ 1987ع،صفحو 46
5. رشيد ڀٽي : "جيءَ جياريو جن"، اروڙ اشاعت گهر سکر، ڊسمبر 1990ع ـ صفحو 104 ، 105
6. شيخ اياز: "خط، انٽرويو، تقريرون" (جلد 1) نيوفيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد، سنڌ، جولاءِ 1987ع، صفحو 50
7. ادل سومرو ڊاڪٽر : "سنڌي ادبي سنگت، تاريخ ۽ ڪردار" ـ پي.ايڇ.ڊي لاءِ پيش ڪيل مقالو ـ اڻ ڇپيل ـ صفحو 796
8. شيخ اياز: "خط، انٽرويو، تقريرون" (جلد 1)، نيوفيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد، سنڌ، جولاءِ 1987ع صفحو 54
9. رشيد ڀٽي : "جيءَ جياريو جن"، اروڙ اشاعت گهر سکر، ڊسمبر 1990ع ـ صفحو 122

انور پرديسي

# سچل سائين فطرت جو شاعر

## Sachal Sain The Poet of Nature

**ABSTRACT:**

Hazrat Sachal Sarmast (1739-1827) is considered as very bold and great poet of Sindh. Many of his poetry books are found a poetry is written in many genres. Poetry has been remained in his family for many generations that is why, he was deeply attached to poetry. Sindh has remained land of scholars, saints, pious persons, peers, fakirs and mystics persons. Soil of Sindh has been producing flowers of various colours and fragrance. Sindh is known with colour and shining of these flowers. There had been, intellectual and literary atmosphere not only in Farooqi family but also throughout Sindh long ago before Sachal Sarmast . Sindh has remained centre of education learning era of Shah Abdul Latif and Sachal Sarmast. Such educational and literacy atmosphere does not exist in Sindh currently. Sachal Sarmast composed poetry in four languages they are Sindhi, Urdu, Persian and Saraiki but he had also very much acquaintance with Arabic, Hindhi and Punjabi languages. He has also used proverbs, saws of those languages and verses of holy Quran in his poetry.

There are many aspects of his poetry regarding his subject. There were in born poetic virtues in personality of SachalSarmast. He did not learn composing poetry from any teacher and he did not get his poetry weighed literally from any person. He was master of superb virtues. He had command on prosody due to comprehensive study and observation, which appears from his published poetry in four languages. Similarly, it also appears in various poems enriched with various meters, genres and poems, couplets, songs,"see-Harfee", songs in praise of Hazart Muhammad (P.B.U.H), elegies, hymns, "Jhoolna", "Gharolee", Murghnama" etc.

حضرت سچل سرمست(1739ع -1827ع) سنڌ جو تمام وڏو بيباڪ شاعر ٿي گذريو آهي، سندس شاعريءَ جا ڪيترائي ڪتاب ملن ٿا ۽ شاعري ڪيترين ئي صنفن ۾ تحرير ٿيل آهي. شاعري سندس خاندان ۾ ڪيترين ئي پيڙهين کان مروج رهندي آئي آهي. جنهن جي بدولت سندس شاعريءَ سان گهرو واسطو هو ۽ ڪائنس اڳ، سنڌ عالمن، مشائخن، پيرن، فقيرن ۽ درويش شاعرن جي سرزمين

رهي آهي. جنهن جي مٽيءَ مان هر خوشبوءِ ۽ رنگ جا گل پيدا ٿيندا رهيا آهن. جن جي رنگت ۽ مهڪ سان ئي سنڌ سجاتي وڃي ٿي. سچل سرمست کان گهڻو اڳ نه فقط فاروقي خاندان ۾ پر سموري سنڌ ۾ هڪ علمي ۽ ادبي ماحول هيو. شاهه ۽ سچل جي وقت ۾ سنڌ علم ۽ ادب جو مرڪز رهي آهي ۽ ان وقت جهڙو علمي ۽ ادبي ماحول اڄ سوڌو سنڌ ۾ ڪونهي. سچل سرمست سائين ڇهن زبانن ۾ شاعري ڪئي آهي جن ۾ سنڌي، اردو، فارسي ۽ سرائڪي شامل آهي. پر ڪيس عربي، هندي، پنجابي ٻولين تي به عبور هيو. شاعريءَ ۾ انهن زبانن جا محاوره، قول ۽ قرآن شريف جون آيتون به استعمال ڪيون اٿس. موضوع جي لحاظ کان سندس شاعريءَ جا ڪيترائي پهلو آهن.

سچل سرمست جي شاعري رنگ برنگي گلن جو گلدستو آهي. جنهن ۾ ڪيئي قسمن جا گل آهن. هڪڙا ڳاڙها سرخ ۽ ٻيا سفيد گل جيڪي سنڌي شاعريءَ جو اثاثو آهن. هتي سرخ ۽ سفيد گلن مان سچل سائينءَ جي جلالي ۽ جمالياتي پهلو نمايان ٿين ٿا. اها هڪڙي حقيقت آهي ته سنڌي ادب ۾ سچل سرمست جو لهجو ٻين شاعرن جي ڀيٽ ۾ تکو ۽ تُز آهي. هن جي ٻولن ۾ بيباڪي ۽ رنديءَ جو عنصر نمايان نظر اچي ٿو. هن پنهنجي سماج ۾ جتي به غلط ٿيندي ڏٺو، اتي سندس لهجي ۾ شينهن واري گجگوڙ ٻُسي سگهجي ٿي.

ٽوڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد ٿئين مردانو،
وهر سچل ڪڍ ٻانهپ وارو، شملو ٻڌ شاهانو.

(سُر گجري (معرفت) داستان پهريون، بيت 10) (1)

سچل سرمست خانداني طور تي شاعر هو، هن جي خاندان مان ڪيترائي اهل سخن هئا. ان ڪري شاعري سچل سائينءَ کي ورثي ۾ ملي، پر فطري طور تي به پاڻ شاعر هئا. جنهن ڳالهه جي ثابتي ان مان ملي ٿي ته ڪڏهن به پنهنجي شعر جي ڪنهن کان اصلاح نه ورتائين ۽ نه وري استاد ڪيائين. اهڙن بزرگن کي خدا طرفان اهڙي ڏات عطا ٿيندي آهي جو هنن جي دل ۽ ذهن تي جڏهن خيال لهندا هئا ته انهن کي شعر جي صورت ۾ بيان ڪندا هئا. سندس اهڙي اعلىٰ ڏات جي بدولت ۽ وسيع مطالعي، مشاهدي جي ڪري سندس خيالن ۾ پختگي پيدا ٿي. سرمست سائين نه صرف ان وقت رائج هندي ڇند تي شاعري ڪئي پر سندس ڪلام ۾ ڪٿي ڪٿي علم عروض جي به جهلڪ ملي ٿي.

فطرت جي سونهن ۽ سوڀيا متعلق دنيا جي ڏاهن ڪيتريون ئي تشريحون ڪيون آهن. پر سونهن جي لاءِ ڪا به حتمي راءِ نه ٿي ڏيئي سگهجي.

هر ڪنهن وٽ سونهن کي بيان ڪرڻ لاءِ پنهنجا پنهنجا معيار مقرر آهن. سونهن جون اپتريون ته حسناڪيون آهن جن کي بيان ڪرڻ يا کولي سمجهائڻ ڪنهن جي وس جي ڳالهه ناهي. پر جيڪڏهن اسان درجي به درجي سونهن جي تشريح ڪنداسين ته ڪجهه نه ڪجهه ان متعلق پنهنجا ويچار بيان ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿينداسين. سونهن کي Discover ڪرڻ لاءِ هيل تائين جيڪي به مثبت ڪوششون ٿيون آهن، تن موجب سونهن جا ڪيترائي پهلو نروار ٿيا آهن.

"فطرتي سونهن مان مراد آهي ڪنهن خيال، فطرتي منظر مان لطف اندوز ٿيڻ. سونهن مان مراد اها شيءِ جنهن جو ڪو ملهه نه هجي يا جيڪو سيني فطرتي منظرن مان اعلىٰ سونهن، سوڀيا رکندڙ هجي". (2)

ڪائنات ۾ جماليات جا ڪيترائي پهلو لڪيل آهن جن کي اسان جي علم پرور انسانن پنهنجي شاعري ۽ تحريرن وسيلي ظاهر ڪيو آهي. جيڪي فطرت جي ڪک مان ڦٽي نڪتا آهن. ڪائنات ۾ اهڙا به انسان آهن جن کي خدا طرفان اهڙي ڏات مليل آهي، جو هو انهن فطري منظرن کي پنهنجي اک جي ڪئيمرا ۾ قيد ڪري لفظن جي صورت ۾ بيان ڪرڻ جو ڏانءُ رکن ٿا.

"ڪائنات ۾ موجود هر شيءِ ڪنهن نه ڪنهن ريت فطرت سان سلهاڙيل هوندي آهي. ٻين لفظن ۾ چئي سگهجي ٿو ته فطرت شين جي مرڪز جو ڪردار ادا ڪري ٿي. فطرتي سونهن کي وڌائيندڙ شين ۾ هڪ طرف آسمان سان ڳالهيون ڪندڙ پهاڙ آهن ته ٻئي پاسي پاتال تائين گهرا سمنڊ آهن. جتي بلند قامت وڻ فطرتي سونهن وڌائن ٿا ته اتي گلن جو نازڪ ۽ نفيس پتيون ۽ ننڍڙا ٻوٽا پڻ ڏسندڙ جي اندر ۾ لطيف احساس پيدا ڪن ٿا. جتي پکين جون مڌريون ٻوليون سماعتن ۾ رس ڀرين ٿيون اتي شينهن جي گجگوڙ پڻ فطري جلال کي معنىٰ بخشي ٿي. صبح جي ٿڌڙي هير فطري سونهن ۾ اضافو ڪري ٿي ته جهڪون، جهولا ۽ سگهارا قدرتي طوفان فطري جلال جو مفهوم سمجهائن ٿا. جتي خوبصورت جهرڻا ۽ ندين جا مانيٺا وهڪرا ۽ آبشار فطري حسن ۾ شامل آهن. اتي ٻوڏون، انلون، سيلاب ۽ پاڻيءَ جا ڊيڄاريندڙ وهڪرا فطري جلال کي واضح ڪن ٿا. اهڙن شين ۾ موجود ڪوڙ سارا تضاد فطري جمال جو حصو آهن. ائين پڻ چئي سگجي ٿو ته تضاد ئي اصل ۾ فطري سونهن جو مرڪز ۽ مينار آهن. اهڙن تضادن سبب فطرت حسين بڻجي ٿي ۽ حسين ترين نظر اچي ٿي." (3)

هن حسين ۽ جميل دنيا ۾ جيڪي به شيون موجود آهن. ڪنهن نه ڪنهن ريت انهن جو لاڳاپو فطرت سان آهي. چاڪاڻ جو فطرت جو ڪردار هن مادي دنيا ۾ مرڪزي آهي. سونهن ۽ سوڀيا ۾ وڌيڪ نکار پيدا ڪرڻ لاءِ فطرتي رنگ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. فطرتي سونهن کي قدرتي مٽي ۽ هوائن جا طوفان جلا بخشين ٿا اتي خوبصورت منظرن جا عڪس جياپي جو پيغام ڏين ٿا ۽ وهندڙ آبشارن جي مدر آوازن جا ٻُڌائيندڙ پڙلاءِ فطرت جي رنگينيءَ ۾ بي پناهه اضافو ڪن ٿا. برسات جي پوڻ کان پوءِ تيز ايندڙ وهڪرا، ٻوڏون، پاڻيءَ جون خطرناڪ چوليون فطري سونهن جو حصو آهن. جنهن مان پڻ واضح ٿئي ٿو ته تضادن جي ڪري فطري سونهن جو جنم ٿئي ٿو. جيئن سچل سائين جي هن شعر مان فطري سونهن جهلڪا ڏيندي نظر اچي ٿي.

سارنگ ساري رات، رٽن مٽي ريج ڪيا،
پکين پرڙا سوئيا، پرهه ڦٽي پرڀات،
پٽن تي پٽرا ٿيا، گل ڦل پاتون پات،
سڀ ڪنهن وائي وات، سچل سارنگ ساڻ جي.
(سُر سارنگ داستان پهريون، بيت 5) (4)

اڄ پڻ پورب پار ڏي، ڪڪر ڪڪوريا،
سارنگ سُر سرائتا، ساجهر سوريا،
سُر منڊل ۽ سارنگيون، چنگ چڱا چوريا،
آپ اتي اوريا، طبل تارون تيج سان
(سُر سارنگ داستان ٽيون، بيت 8) (5)

سارنگ جي چؤماسي پوڻ ڪري هر پاسي دل ٻُڌائيندڙ جيڪا رنگيني ڌرتيءَ جي سيني تي نظر اچي ٿي، سچل سائين انهن نظارن کي مٿين شعرن ۾ اهڙيءَ طرح بيان ڪيو آهي جو اهي هو بهو چڻ اسان جي اکين اڳيان بيٺا آهن. اهي پکي جن جا ڪنپ برسات وسڻ ڪري پسي ويا آهن اهي پنهنجن پرن مان ان گهم کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجي جُهنب سان پرن جي صفائي ڪندي نظر اچن ٿا ته جيئن هو نيري آسمان ۾ ٿي بيهر اڏام ڪري سگهن. برسات پوڻ ڪري نوٽ ٿي ويل زمين جي سيني منجهان قسمين قسمين گل ٻوٽا ڦُٽي نڪتا آهن جيڪي ڌرتيءَ جي فطري سونهن ۾ سرسبي ڪري رهيا آهن. اهڙي روح پرور نظاري کي ڏسڻ سان اندر کي راحت محسوس ٿئي ٿي، نيڻ ٺرن ٿا ۽ هر شئي ان جي

ساراهه ڪندي نظر اچي ٿي. سچل سائين ڪمال ڪاريگريءَ سان انهن قطري نظارن جي عڪس بندي ڪئي آهي.

جڏهن نيري آسمان تي ڪڪر وسڻ جا ويس ڪندا آهن ته هر شيءِ ۾ ساهه پئجي ويندو آهي، هر جيوَ ان جي ساراهه ۾ ڳڻ ڳائڻ شروع ڪندو آهي. آسمان تي اهڙي خوبصورت فطري نظاري جي سونهن کي سچل سائين خوب ساراهيو آهي. ڪنوڻين، گجگوڙن کي سارنگين، چنگن جي سُرن سان تشبيهه ڏيئي سچل ان حُسن جا، پنهنجي شعرن ۾ عڪس چٽيا آهن. سچل سائينءَ جي هر سُر ۾ اهڙا فطرتي نظارا نظر اچن ٿا. دنيا جي هر مذهب ۾ جماليات جو تصور موجود آهي، خود اسان جي دين ۾ به ڪيترائي جمالياتي پهلو موجود آهن. اسلام ته هڪ اهڙو مذهب آهي جنهن ۾ حياتيءَ جي هر شعبي سان لاڳاپيل انسانن جي حقن، جياپي جي گهرجن، اندر جي احساسن، امنگن جو ذڪر جهجهي انداز ۾ ملي ٿو. هڪ حديث ۾ به آهي ته: "الله جميلاً و يحب الجمال" خدا خوبصورت آهي ۽ خوبصورتي پسند ڪري ٿو. ان ڳالهه ۾ ڪو شڪ ناهي ته ڪائنات جو تخليقڪار ڪيڏو سهڻو هوندو جنهن هن بي بقا ڌرتيءَ کي ڪيترو نه سهڻو بڻايو آهي.

سچل سائينءَ جي شاعريءَ ۾ حُسن جون تجليون جا بجا موجود آهن. سونهن هڪ اهڙو ٿانءُ آهي جنهن ۾ هر عاشق سڪ جي سُرڪي پيئڻ پسند ڪندو آهي. ان مٿي ڪيترائي مستان ڪري چڙيا آهن، جو عاشقن کي ڪائنات جي هر منظر ۾ محبوب جو عڪس نظر اچي ٿو.

> موءِ ڪيتڙا منهن تي، ڇپيلن ڇلا،
> سنبل جڻ ڪي سلا، صبح ڪڍيا ساجهري.
> (سُر پيروي، داستان پهريون بيت 8) (6).

سچل سائين پنهنجي محبوب جي منهن تي نڪتل وارن ۽ انهن مٿان هوا جي هلڪي جهونڪي سان آيل ذلفن کي سنبل وڻ جي خوبصورت نئين نڪور نڪتل گلڙن سان مشابهت ڏيئي فطري خوبصورتيءَ جو اعلىٰ مثال پيش ڪيو آهي.

"جمالياتي تجربي ۽ آهنگ سان سونهن جو اهڙو تصور پيدا ٿئي ٿو، جنهن ڪان ڪا به شيءِ الڳ ناهي هوندي. تخليقي فنڪار تخليقي عمل ۾ صرف هيڪڙائيءَ جو عرفان نه ٿو ماڻي بلڪ خود ان جو حصو بڻجي جمالياتي تجربن ۽

آهنگ جي خوبصورت لهرن کان واقف ٿئي ٿو. اعليٰ ترين تخليق کي ڏسڻ وارو نہ صرف اها سونهن مائي ٿو، بلڪ هو سونهن کي ڏسندي ئي سراپجي وڃي ٿو ۽ هن جي اکين جون پنبڻيون نتداکوڙيون ٿي وڃن ٿيون". (7)

سچل سائين محبوب جي اکين جو ذڪر تمام باريڪ بيني؛ سان ڪيو آهي. هن جي اکين جي هر چُر پُر کي فطري سونهن جي اعليٰ ترين ادائن سان روشناس ڪرايو آهي. هڪ مشاهداتي انسان ئي اهڙا خيال پيش ڪري سگهي ٿو. جنهن جي نظر ۽ خيالن ۾ سونهن ئي سونهن هجي اهو ئي حُسن جي واکاڻ بهتر کان بهتر بيان ڪرڻ جو ڏانءُ رکي ٿو. جيئن سندس هن شعر مان اکين جي سونهن ۽ ڇهري جي خوبصورتي جو پتو پوي ٿو.

ابرو ڪنڌ قريب جا، وار ڪنڌا ڪارا،
اکيون ڪنديون عجيب جون، مائڪ موچارا،
محرابي مرغول ڪنڌا، پيشاني پارا،
مٺا موچارا، سدا منهنجا سپرين.
(پيروي، داستان پهريون بيت) (8).

ان کان علاوه سُر پهاڙي؛ ۾ سچل سرمست روجهن جي دردن جا داستان چٽيا آهن. پهاڙن ۾ مينهن نہ پوڻ ڪري اتان جي سونهن سوپيا کي نہ ڪاپاري ڌڪ رسندو ئي آهي پر برسات تي انحصار ڪندڙ جانور روجهہ جي دردن ۾ بہ اضافو ٿيندو آهي، قدرت جي اهڙن قهرن اڳيان هر شيءِ بيوس ٿي ويندي آهي. جڏهن مهر سندا مينهن وسندا آهن تہ ان بُٺ بڻيل پهاڙي سلسلي ۾ چوڌطرف جيڪا ساوڪ ٿيندي آهي ۽ اُهي فطري نظارا دل کي ڇهندڙ عڪس پيش ڪندا آهن. سچي وايو منڊل ۾ هُگساڻ واري ڪيفيت ڇائنجي ويندي آهي، روجهن جا درد دفع ٿي ويندا آهن ۽ سوکهڙي واري مند ۾ هڪ ٻئي کان وڇڙيل روجهون هڪ جاءِ تي گڏ ٿي خوشيءَ جو اظهار ڪنديون آهن . جيئن سندس هن شعر مان پڻ ظاهر ٿئي ٿو.

روجهن زارون زار، اُيي رنو رڙن ۾،
رڙيون سٺي رلين جون، سايو ڪيو ستار،
ساري ساز سرود سان، سارنگ لڏن سار،
روجهن ساڻ رهاڻ لاءِ، ڪنوڻين ڪئي ڪيڪار،
ٿهي هليون ٿيلن تي، سٺي گوڙ گجڪار،

وسي وس وڏي ڪئي ، وسڻ جي وسڪار،
تانگهيون تار تار ٿيون، ترايون تلهار،
سگهي لڏن سار، سچي سڪ وارئين.
(سُر پهاڙي داستان پهريون بيت 8) (9)

اها خوشي سندن لاءِ فطرت جي طرفان ڪنهن تحفي کان گهٽ ناهي هوندي، اسان جي ڪلاسيڪي شاعرن انهن فطرتي نظارن جي سونهن سوڀيا کي پنهنجي اندر جي اظهار جو بهترين ۽ مرغوب ذريعو بڻايو آهي. سچل سائين پنهنجي شاعريءَ ذريعي فطرتي رنگن کي اظهار جو ذريعو بڻائي معاشري ۾ بهتري آڻڻ لاءِ گس گهڙيا آهن. سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ فطرتي رنگن جو ڀنڊار موجود آهي. سچل سرمست پنهنجي ارڏگرد جيڪو به مهڪندڙ ماحول ڏٺو آهي، ان کي پنهنجي ڀرپور مشاهدي جي قوت جي آڌار تي پنهنجي شاعريءَ ۾ بيان ڪيو آهي. هن جي اندر مان جيڪي به احساس ۽ جذبا بهار جي مُند وانگر ڦٽي نڪتا آهن، اُهي فطرت جي رنگن روپن جي ڀرپور عڪاسي ڪن ٿا. سنڌ ڌرتيءَ جو هر نظارو سچل سائينءَ جي شاعريءَ ۾ پسي سگهجي ٿو. ڪينجهر ڍنڍ جا نظارا، ٿر جي سونهن، چاهه جا چارا، ڍنڍون ڍورا، پهاڙن جو حُسن، بَرن بيابانن جا ڏک ۽ ڏاڪڙا، پاڻيءَ ۾ هلندڙ ٻيڙيون، ڍنڍن مٿان ڦُٽل ڪنول جا گل، آسمان تي اڏرندڙ پکين جا ولر، ڪونجن جو ڪرڪڻ، ڪانءُ، هنج، مورن جا ٽهوڪا، درياهه جي لهرن جي مستي، اٺن جو قطارون، چانڊوڪين جون راتيون، لهندڙ سج، پرهه ڦٽيءَ جا پهر، پيچ پنيءَ جا نظارا، مينهن جا وسڪارا، ڪنوٽين جون تجليون، پنياوار، ڪجليون اکڙيون، ساوا ڇهج گل ڦل ۽ گاهه، آبشار، گجگوڙ ڪندڙ ڪڪر، اُڀ تي نمودار ٿيندڙ سورنهن سينگار ڪندڙ جبل، اونداهي رات جو آسمان تي چمڪندڙ ستارن جي سونهن، ڪتين جا جُهرمٽ ۽ ٻيا لکين ڪروڙين فطرت جي حسناڪين ۽ سونهن جا منظر سچل سائينءَ پنهنجي شاعريءَ ۾ پيش ڪيا آهن. سندس هيٺين شعرن مان فطرت جا رنگ نمايان نظر اچن ٿا.

ايڏ اپريو اُڀ ۾، ماهه اسو آيو،
سُر ڀي ستا ڪيا، سانوڻ سڏايو،
رنگ تان ريجائن تي، لئي ڪنگو لايو،
ڇينهري سان ڇر سو، ڇارو ڇمايو،
سهسين سبزيون ساوليون، تلن تلايو،
آکيري مان ڪانوَ، ال اُڏايو،

کانهن ڪڪوريا سرسري، ڪونجن ڪرلايو،
اوهان پاجهون سپرين، هت سورن سمجهايو،
هاڻي ساجن ڪر سايو ، ميان ڪو ميلاپ جو.
(سُر سرڳ نامون، داستان پهريون، بيت 1) (10)

مندون جڏهن مٽبيون آهن ته هر پاسي هڳساڻ وارو ماحول محسوس ٿيندو آهي. ان ويل وڇڙيل محبوب جي ياد ستائيندي آهي. فطرت جي هر نظاري ۾ ان سانول جو عڪس نظر ايندو آهي. ان ويل عاشق جي اندر ۾ محبوب سان ميلاپ جا سلا انگورجڻ لڳندا آهن ۽ عاشق فطري منظرن جي هٿان سنهيا سچڻ ڏي موڪليندو آهي ته هر پاسي طلب جي تنوار آهي. اي منهنجا محبوب تون سگهڙو اچي درشن ڪراءِ ته هن من مان بيقراريءَ جو بار لهي. عاشق جا سنهيا پهچائيندڙ پکي جڏهن محبوب جي ملڪ مان واپس وري ٿو ته عاشق جي اندر جي ڪيفيت ڪجهه هن طرح جي ٿي وڃي ٿي.

پکيڙا پويانءِ، لڙهان موتين سنديون،
آءُ اڏامي اوڏڙو، تا جهوليءَ ۾ جهوليانءِ،
سيڻي ڪنپ ڪٺوريءَ ۾، لاڪيٽان لويانءِ،
سچر پر سويانءِ، هڪ هڪ ڪري هٿن سان
(داستان چوٿون، بيت 17) (11)

"سونهن ۽ حُسن تي ته سچل سائين دفترن جا دفتر پري ڇڏيا آهن. سنڌي توڙي سرائڪي ڪلام ۾ محبوب جي حُسن، منهن، لب، رخسار، زانو ۽ زيبائش جو ايترو ته تفصيلي ۽ خوبصورت اظهار ملي ٿو، جو ڪنهن ٻئي همعصر صوفي شاعر جي ڪلام ۾ گهٽ آهي. نيڪي ۽ سلڇڻائي بابت جا سوچ سچل وٽ آهي، ان جو معيار ۽ ماپو ساڳيو ئي آهي، جو هن دنيا جي خطي جي تصوف ۾ ملي ٿو، پر عشق ۽ الفت بابت سچل ڪجهه سرس ۽ سوائيءَ ۾ نظر اچي ٿو." (12)

سچل سرمست جي شاعري سنڌي ادب ۾ هڪ معجزي جي حيثيت رکي ٿي. هن کي الله تعاليٰ سنڌ جي شاعرن جي لڙهيءَ ۾ هڪ اعليٰ مقام وارو شاعر ڪري پيدا ڪيو آهي. سندس شاعريءَ جي سٽ سٽ مان فن، فڪر ۽ تخيل جي پاڪيزگي ۽ انداز بيان جي سونهن جهلڪا ڏيندي نظر اچي ٿي. سچل سرمست جي شاعري سلاست، بلاغت ۽ جدت سان ٽمٽار آهي.

سچل سرمست جي شاعري حُسن، عشق، درد ۽ فطرت جي حسناڪين سان مالامال آهي. هن کي فطرت جو شارح سڏجي ته ڪو وڌاءُ نه ٿيندو، ڇاڪاڻ جو هن جي شاعريءَ جي گهري مطالعي ڪان پوءِ اهو پتو پوي ٿو ته سچل سائينءَ جي شعر ۾ سڀ رنگ رچنائون موجود آهن، جيڪي هڪ فطرتي ۽ مشاهداتي شاعر ۾ هجڻ گهرجن.

**حوالا:**


1. صوفي، آغا غلام نبي گل حسن خان، "سچل سرمست" ڪراچي، ثقافت، سياحت کاتو حڪومت سنڌ، ڇاپو ٻيو 2015ع، ص 215.
2. شير مهرائي ڊاڪٽر، "شاهه لطيف جي شاعري ۾ جماليات" ڪراچي، ڪراچي، ثقافت، سياحت کاتو حڪومت سنڌ، 2013ع، ص 139.
3. ايضاً ص 140.
4. سنوارينڊڙ گل محمد تنيو، "سچل سرمست جو ڪلام"، "سنڌي ڪافيون ۽ بيت" ڪنڊيارو، روشني پبلڪيشن 2005ع، ص 227.
5. ايضاً ص 422.
6. صوفي، آغا غلام نبي گل حسن خان، "سچل سرمست" ڪراچي، ثقافت، سياحت کاتو حڪومت سنڌ، ڇاپو ٻيو 2015ع، ص 227.
7. شير مهرائي ڊاڪٽر، "شاهه لطيف جي شاعري ۾ جماليات" ڪراچي، ڪراچي، ثقافت، سياحت کاتو حڪومت سنڌ، 2013ع، ص 158.
8. صوفي، آغا غلام نبي گل حسن خان، "سچل سرمست" ڪراچي، ثقافت، سياحت کاتو حڪومت سنڌ، ڇاپو ٻيو 2015ع، ص 230.
9. ايضاً، ص 319.
10. سنوارينڊڙ گل محمد تنيو، "سچل سرمست جو ڪلام"، "سنڌي ڪافيون ۽ بيت" ڪنڊيارو، روشني پبلڪيشن 2005ع، ص 225.
11. ايضاً، ص 520.
12. پنّي رشيد، سچل جو مڪتب، خيرپور، سچل چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، 1993ع، ص 39.

مرتضیٰ ناز

# آڪاش انصاريءَ جي شاعريءَ ۾ انسان دوستي

# The Concept of Humanism in Akash Ansari's Poetry


## ABSTRACT:

Humanism has a long history in both the life and literature. Many of the philosophers, writers and poets of the world have interpreted the philosophy of humanism very widely and effectively.

Since a long, the Sindhi scholars and poets have been enlightening over the philosophy of humanism in their unique way of expression. Due to the teachings of Sufism, the whole Sindhi poetry from classic age to modern and post modern age is enriched with humanism.

Akash Ansari is known as a progressive, nationalist and humanist poet in modern Sindhi poetry. His poetic work is consisting of patriotism, nationalism and humanism. But the brown study of his poetry shows that the basic stimulation of his poetry is humanism. Even the patriotism and nationalism are the outcomes of his philosophy of humanism. His poetry treats the all instincts of human beings. The basic theme of his poetry is that the human being is a great creation of Allah. And the humanity has a dignity so all the human beings must be provided a respectfuly and wishing life.

In this article, the philosophy of humanism in the poetic work of Akash Ansari has been kept in the view. The focused study of his poetry shows that he loves the human beings and respects the humanity. His poetry presents the real picture of pains and pathos of common and deprived people of our society. His poetry expresses the joys, sorrows, wishes and desires of a common man on large scale. This is why his poetry feels the preaching of humanism.


آڪاش انصاري جديد سنڌي شاعريءَ ۾ هڪ الڳ ۽ منفرد حيثيت رکندڙ شاعر آهي. هن وقت تائين سندس ٻه شعري مجموعا. (1) "ڪيئن رهان جلاوطن" ۽ (2) "اڌورا اڌورا" ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن. جيڪي جديد سنڌي شاعريءَ ۾ اهم جاءِ والاري چڪا آهن. آڪاش انصاري شاعر هجڻ سان گڏوگڏ هڪ سرگرم ايڪٽوسٽ، سياستدان ۽ اعليٰ شعور رکندڙ دانشور به آهي.

سندس شاعريءَ ۾ محبت، مزاحمت، قوميت ۽ انسان دوستيءَ جا رنگ سمايل آهن. سندس ڪيترائي غزل، نظم ۽ وايون سنڌ کان علاوه سموري دنيا ۾ رهندڙ سنڌين پاران پسند ڪيا ويا آهن. "جنهن وقت هي جوڳي جاڳيا" ۽ "اسين

بس رهياسين اڌورا اڌورا" جهڙا ڪيترائي شعري اسم دنيا جي مختلف ملڪن ۾ رهندڙ سنڌين وٽ سندس سڃاڻپ بڻجي چڪا آهن.

آڪاش انصاريءَ جي شاعريءَ ۾ انسان دوستيءَ جي جذبي تي تحقيقي بحث ڪرڻ کان اڳ اهوڄاڻڻ ضروري آهي ته انسان دوستي ڇا آهي. انسان دوستيءَ جو جذبو ڪيئن ٿو پيدا ٿئي. ۽ ان جو انساني شعور، ادب ۽ سماج تي ڪهڙو اثر پوي ٿو.

"انسان هڪ سوچيندڙ جانور آهي ۽ سندس دماغ مادي جي ارتقا جي انتهائي باترتيب شڪل آهي، جنهنڪري (هو) فطرت ۾ موجود هر شيءِ ۽ هر موقعي جي باري ۾ سوچي سگهي ٿو."(1)

جڏهن انسان پنهنجي وجود تي سوچڻ شروع ڪيو ته پنهنجي وجود هئڻ جي احساس ڪيس پاڻ جهڙن ٻين انسانن ۽ انهن جي ڏکن، سکن ۽ بنيادي ضرورتن جو احساس ڏياريو. جنهنڪري ڪيس پاڻ جهڙن ٻين انسانن سان پيار ٿيڻ لڳو. اهڙيءَ طرح هن انهن جي ضرورتن ۽ مسئلن تي به سوچڻ شروع ڪيو. ان احساس مان انساني سوچ ۽ فڪر ۾ هڪ اعليٰ آدرش جنم ورتو، جنهن کي انسان - دوستي سڏيو وڃي ٿو. انسان دوستيءَ جي فلسفي جو محور آهي ته اهو ته ڪهڙيءَ طرح انسان ذات جي واڳيل مسئلن کي حل ڪرڻو آهي ۽ ڪهڙيءَ طرح انسانذات جي ڀلي لاءِ ڪجهه ڪري سگهجي ٿو. جيئن ته انسان - دوستيءَ جي فلسفي جو لاڳاپو انساني وجود سان ٿي جڙيل آهي، انڪري گهڻن وجودي فيلسوفن، خاص طور سارتر جو چوڻ آهي ته، "وجوديت ئي اصل ۾ انسان دوستي آهي." (2)

ان جو مطلب هي آهي ته انسان جي پنهنجي وجود بابت سوچ ئي ڪيس ٻين انسانن بابت سوچڻ طرف ڌيان ڇڪائي ٿي ته هو ٻين انسانن ۽ انهن جي ضرورتن بابت سوچڻ شروع ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح پاڻ ۾ گڏجي سڏجي رهڻ ۽ هڪٻئي جي ڏک، درد ۽ خوشيءَ کي محسوس ڪرڻ جو احساس پيدا ٿئي ٿو. انساني سوچ ۽ زندگيءَ ۾ ان جي اهميت بابت ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو لکي ٿو ته،"سوچ جو عمل زندگيءَ جو طريقو يا ڍنگ بڻائي ٿو، جهڙي سوچ تهڙي زندگي، تهڙو ماڻهو." (3)

انسانيت جو احترام ۽ قدرشناسي انسان - دوستيءَ جو سڀ کان اهم ۽ بنيادي پهلو آهي ان بابت ناميارو محقق ۽ ڏاهو محترم محمد ابراهيم جويو لکي ٿو ته،

"انسان جي بقا جو راز، انسان جي احترام ۾ ئي آهي. جيستائين ساري دنيا جون تعليمي قوتون، پنهنجو سارو ڌيان انسانيت جي احترام ڏانهن نه ڪنديون، تيستائين هيءَ دنيا بدستور درندن ۽ حيوانن جي بستي ٿي رهندي." (4)

دنيا جي سمورن مذهبن ۽ اخلاقي تعليمات جو بنيادي مول ۽ متو انسانيت ۽ انسان دوستيءَ جي بنيادن تي بيٺل هوندو آهي. جنهنڪري دنيا ڀر جي ادب ۾ نظمي توڙي نثري صنفن ۾ انسان - دوستيءَ جي اعليٰ قدرن ۽ اهميت تي زور ڏنو ويو آهي. جنهن جي نتيجي ۾ هر زبان جي ادب تي انسان - دوستيءَ جي تصور جا اثر ۽ اهڃاڻ نمايان نظر اچي رهيا آهن. جيئن ته شاعر وڌيڪ حساس هوندا آهن، انڪري نثر جي نسبت شاعريءَ ۾ ٻين فلسفن ۽ فڪرن سان گڏ گڏ انسان دوستيءَ جو اظهار وڌيڪ واضح ۽ اثرائتي نموني سان ٿيل آهي. ان بابت محترم جامي چانڊيو لکي ٿو ته،

"انساني تهذيب جي تصورن، پُورن، لطيف ويچارن، احساسن ۽ خوابن جي جيتري سيڙپ شاعريءَ ۾ ٿيل آهي، اوتري شايد ئي ڪنهن ٻئي شعبي ۾ ٿيل هجي. شاعري انسان جي لطيف تصورن، خوبصورت خوابن ، ۽ ان جي درد جي تاريخ آهي." (5)

اهو ئي سبب آهي جو ادب جي ٻين شعبن جي نسبت شاعريءَ ۾ انسان دوستيءَ جو فڪر وڌيڪ نمايان نظر اچي ٿو. جيئن ته تصوف ۽ صوفي ازم شروع کان ئي سنڌ ڌرتيءَ جي ذري ذري تي ڇانيل رهيو آهي. جنهنجو بنيادي مول متو آهي ئي انسان - دوستي ۽ انسان شناسي. انڪري سنڌي سماج ۽ سنڌي ماڻهوءَ جي خمير ۾ ئي انسان - دوستيءَ جو اثر موجود رهيو آهي. اهڙيءَ طرح سنڌي شاعري ان کان ڪيترائي دفعا وڌيڪ انسان - دوستيءَ جي حسين احساس ۽ جذبي سان مالامال رهي آهي. شاهه ڪريم هجي يا شاهه عنايت، شاهه لطيف ۽ سچل هجن يا سامي، بيدل هجي يا بيڪس، شيخ اياز ۽ استاد هجن يا ادل، اياز گل هجي يا آڪاش انصاري. هنن سمورن جي شاعري حضرت بايزيد بسطاميءَ ۽ حسين بن منصور حلاج جي وحدت الوجودي پڙاڏي

جو فڪري مظهر رهي آهي. جيڪو صوفي مت ۽ انسان- دوست سوچ جي صورت ۾ شاهه لطيف ۽ ٻين صوفي بزرگن جي شاعريءَ جي معرفت، سنڌ ڌرتيءَ جي سرزمين تي نظر اچي رهيو آهي. جيئن ته وحدت الوجود جي فلسفي جو محور به انساني وجود ۽ انساني وجود سان لاڳاپيل مسئلن ۽ انهن بابت غورو فڪر ڪرڻ ئي آهي. انڪري ڪلاسيڪي دور کان جديد دور تائين جا سنڌي شاعر بنيادي طور تي ان فلسفي ۽ فڪر جي پرچار ڪندا پئي رهيا آهن. جنهنڪري سنڌ ڌرتيءَ جي ڪلاسيڪي شاعريءَ کان وٺي جديد سنڌي شاعريءَ تي انسان - دوستيءَ جي فلسفي ۽ فڪر جو اثر نمايان نظر اچي رهيو آهي.

جامي چانڊيو لکي ٿو ته:

" آڪاش محبت ۽ مزاحمت جو شاعر آهي. هن جي محبت ايڏي ته شديد ۽ سگهاري آهي، جو اها مزاحمت کان سواءِ رهي نه ٿي سگهي ۽ هن جي مزاحمت ايڏي ته حساس ۽ لطيف آهي جو اها محبت کان سواءِ ٻيو ڪو به هٿيار نه ٿي رکي. هن وٽ مزاحمت آهي هر ان شيءِ لاءِ جيڪا محبت، حسن ۽ ماڻهپي (انسانذات) لاءِ خطرو هجي." (6)

جڏهن ته ناميار صحافي ۽ ليکڪ مرحوم فقير محمد لاشاريءَ آڪاش انصاريءَ جي شخصيت ۽ شاعريءَ بابت پنهنجي راءِ ڏيندي لکيو آهي ته،

"آڪاش پنهنجي روين ۾ مڪمل شاعر آهي، سندس اهي رويا بنيادي طرح انسان دوست ورتاءُ آهن." (7).

آڪاش جي شاعريءَ ۾ محبت ۽ مزاحمت جا سڀئي رستا انسان دوستيءَ ڏانهن وڃن ٿا. محبت ۽ مزاحمت جيان هن وٽ - انسان دوستيءَ جو تصور به محدود ۽ روايتي نه آهي. انسان دوستي آڪاش جي شاعريءَ جو وڏي ۾ وڏو رومانس آهي. جيڪو سدائين سندس عظيم آدرش جو خواب رهيو آهي. هن جي سموري شاعري محبت ۽ مزاحمت جي جذبي جو سگهارو آواز به آهي ته انسان - دوستيءَ جي احساس کي جاڳائيندڙ اظهار به. سندس شاعري مسڪين ۽ محروم ماڻهن جي مايوسين جو عڪس به آهي، ته انسانيت جي عظمت، آجپي، ۽ وطن پرست سوچ جو واضح ۽ چٽو آواز به. انسان - دوستي نه صرف آڪاش جي شاعريءَ جو بنيادي جز آهي. پر هو، ان کان هڪ قدم اڳتي وڌي عملي زندگيءَ ۾ به ٻي پهچ ۽ مسڪين انسانن جي دردن ۽ اهنجن کي پنهنجي سيني ۾ چيندي

محسوس ڪندو رهيو آهي. هو مسڪين ۽ نادار ماڻهن جي ڏک سک ۾ شريڪ ٿي انهن جي مايوسين ۽ محرومين کي ديس جي اجتماعي مايوسين جي علامت طور شاعريءَ جي صورت ۾ پيش ڪندو پئي رهيو آهي.

" آڪاش عوام ۽ پورهيت طبقي جوهمدرد نہ پر سندن ڏکن، ڏولاون ۽ دردن جو ڏٺي ۽ ويچ شاعر آهي. هن جي شاعريءَ ۾ عوام جي صدين کان هلندڙ اڻ هوند ۽ بيوسيءَ جا جيئرا احساس موجود آهن." (8).

محترم جامي چانڊيو لکي ٿو تہ:

"هُو (آڪاش انصاري) توهان کي فقط سنڌ ڌرتيءَ جي ڏکن ۽ سورن جو سرجڻهار نہ پر سموري عالم انسانيت جو امين لڳندو، چوتہ سندس شاعريءَ ۾ ذاتي درد کان وڌيڪ عوامي درد موجود آهي." (9)

سندس اهو انداز ٿي کيس انسان دوست - شاعرن جي صف ۾ اڳيان اڳيان بيهاري ٿو. ڇاڪاڻ تہ سندس شاعري عام ماڻهوءَ جي زندگيءَ جي ترجمان ۽ انهن جي دردن، مايوسين ۽ محرومين جي واضح ۽ چٽي تصوير پيش ڪري ٿي. آڪاش جي شاعري عام انسانن جي روزمره جي مسئلن ۽ تڪليفن جي احساس کي بيان ڪري ٿي. سندس شاعريءَ بابت آڪاش جي پنهنجي راءِ سندس نظم "شاعري" جون هيٺيون سٽون پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿي.

جيڪڏهن شاعري، درد جي دوا نہ هجي،
يا اها شاعري، جوڙ جبر جي سامهون،
ڪو شرارو، ڪوئي شعلو يا اُماڙي نہ هجي،
تمام ڌرتيءَ جي مظلوم عوام پاران،
اگر ترار اگهاڙي نہ هجي،
(اڌورا اڌورا، نظم: شاعري، صفحو، 40.)

جڏهن ماڻهن جا احساس ڏنڦلائجي ويندا آهن ۽ سندن دل بي حس ۽ پٿر بنجي ويندي آهي، تہ معاشري مان پيار،امن ۽ ڀائيچاري جا جذبا غائب ٿي ويندا آهن. مسڪين ماڻهن جا ٽهڪ بي وس اکين جا لڙڪ بنجي ڪرندا آهن. پيار، امن ۽ انساني ڀائيچاري جا احساس ناپيد ٿي وڃڻ ڪري انسان دوستيءَ جو فڪر ختم ٿي ويندو آهي، جنهنڪري معاشري ۾ خودغرضيءَ ۽ مفادپرستيءَ جا عنصر جنم وٺڻ لڳندا آهن. اهڙي صورتحال جڏهن هڪ انسان - دوست شاعر جي

سامهون ايندي آهي تہ هو سڀ کان وڌيڪ ڏکدائڪ ٿي پوندو آهي. آڪاش انصاري بہ ان صورتحال کي محسوس ڪندو رهيو آهي. جنهن جو اظهار هو هن طرح ڪري ٿو:

اڄ ماڻهو ماڻهو، مورت آ ڇڻ پٿر جي،
انساني احساس الائي ڪاڏي ويا!
ها! ڪالهہ اڃان، چوٽنرن جي مٿان،
ٿي چانديءَ جهڙا چنڊ ڪڙيا، ڳالهہ ڳالهہ تي ڳوڻاٽن جا،

(ڪيئن رهان جلاوطن، نظم: "اڄ ماڻهو ماڻهو مورت آ"، صفحو، 48.

انسانن سان گڏوگڏ جانورن، پکين، جيتن ۽ خدا جي سموري مخلوق سان محبت ڪرڻ، ۽ انهن جي اهنجن ۽ تڪليفن کي محسوس ڪرڻ انسان - دوستيءَ جي فڪر جو سڀ کان اعليٰ درجو (Superlative Degree) آهي. آڪاش انصاريءَ جي شاعريءَ ۾ انسان دوستيءَ جو اهو اعليٰ درجو بہ موجود آهي، جنهن ۾ هو انسانن سان گڏ جانورن، پکين ۽ جيتن جي اداسيءَ ۽ مايوسيءَ کي بہ محسوس ڪري وٺي ٿو. سندس هن شعر تي نظر ڪري ڏسو جنهن ۾ هن پوپٽن جي مايوس ڪيفيت کي محسوس ڪندي لکيو آهي تہ:

هن ديس جي پوپٽن اڳيان، ڪنڊ ڪهڙا ڪٽون!؟
هام ڪهڙي هڻون!؟ هنن کي ڏسي جيءُ جهرندو رهيو،
(ڪيئن رهان جلاوطن، صفحو:62)

آڪاش انصاريءَ جي شاعريءَ بابت ناميارو ليکڪ ۽ شاعر سيد سردارشاهہ لکي ٿو تہ،

" آڪاش انصاريءَ جي شاعري هڪ ڀرپور بغاوت جو مظهر آهي، جنهن پنهنجي دور جي مڙني انسان دشمن ۽ ترقي دشمن روايتن ۽ ظالمن کي للڪاريو آهي."(10)

چاڪاڻ تہ انسان دشمن قوتن کي للڪارڻ ئي انسان دوستيءَ جي سڀ کان وڏي تقاضا هوندي آهي. انسان - دوستيءَ جي مفهوم ۾ نہ صرف خدا جي مخلوق سان پيار، محبت ۽ همدرديءَ جا پهلو شامل هوندا آهن، پر تهذيب ۽ ثقافت جي ترقي، اخلاق جي بلندي، انساني ڀائيچارو، مذهبي رواداري، فطرت جي سُونهن ۽ انسانذات سان لاڳاپيل سمورين حسناڪين سان پيار ڪرڻ ۽ انهن

جو تحفظ ۽ انسان- دوستيءَ جا بنيادي جز آهن. جڏهن هڪ انسان دوست شاعر معاشري ۾ انسان - دوستيءَ جي انهن قدرن جو قتل ٿيندي ڏسندو آهي يا انهن کي مرندي ڏسندو آهي ته سندس احساس تڙپي پوندا آهن. ۽ هو انهن قدرن جي قاتلن جي مذمت ڪرڻ لڳندو آهي. آڪاش انصاريءَ انسان - دوستيءَ جي انهن بنيادي عنصرن جي قاتلن جي مذمت پنهنجي مشهور نظم "هي قاتل" ۾ ڪئي آهي. جنهن بابت محترم جامي چانڊيو لکي ٿو ته:

"توهان آڪاش جو نظم "هي قاتل" پڙهي ڏسو ته آڪاش جو "قاتل" چند انسانن جو قاتل ناهي، پر ڪائنات جي سمورين رعنائين ۽ حسناڪين جو قاتل آهي." (11)

جنهنجي وضاحت سندس نظم "هي قاتل" ۾ هن طرح ٿيل آهي:

هي تهذيب، اخلاق، رشتن جا قاتل،
هي چوڙيلي چوڙيلي ٻانهن جا قاتل،
هي ميندين جا قاتل، هي موڙن جا قاتل،
نکيٽي جي وٽندڙ وڇوڙن جا قاتل.

(ڪيئن رهان جلاوطن، صفحو:104)

اهڙيءَ طرح جڏهن انسان هٿان ڪنهن ٻئي انسان يا انسانيت جو شعور رکندڙ ڪنهن اهم سربراهه جو قتل ٿئي ٿو ته آڪاش انصاري ان کي نه فقط پنهنجي ڌرتيءَ جي ماڻهن لاءِ هڪ حادثو ٿو سمجهي، پر هو ان حادثي کي پوري انسانيت ۽ ماڻهپي جو وڏي ۾ وڏو سانحو تصور ٿو ڪري. هو ان کي هر پکي پکڻ، پوپٽن ۽ فطرت ۾ موجود هر شيءِ جو قومي الميو قرار ٿو ڏئي، جنهن تي ڪائنات ۾ موجود هر شيءِ ڏکاري ٿي وڃي ٿي. خود فطرت به ان غم کي پنهنجو غم سمجهي سڏڪا پرڻ لڳي ٿي. آڪاش انصاريءَ جو شهيد فاضل راهوءَ جي شهادت تي لکيل هي نظم ان ڳالهه جي واضح ۽ چٽي علامت آهي، جنهن ۾ هو ڪيس منظوم پيٽا پيش ڪندي ان کي نه صرف پنهنجو ذاتي غم ۽ قومي الميو ٿو سمجهي پر ان تي ڪائنات ۾ موجود فطرت، پکي پکڻ ۽ پوپٽن جي سڏڪي پوڻ جو اظهار به ڪري ٿو:

هي ڪنهنجو موت هو؟
جنهن تي، سموري ڌرتيءَ جي،

(ڪيئن رهان جلاوطن، نظم،" فاضل جي شهادت تي" صفحو،68)

اهو انسان - دوستيءَ جو جذبو ئي آهي، جيڪو آڪاش کي پاڻ جهڙن ٻين انسانن جون تڪليفون ۽ درد محسوس ڪرڻ تي مجبور ٿو ڪري. هو هڪڙي انسان جي هٿان ٻين انسانن جي قتل کي انسانيت جي توهين سمجهندي، انسان دشمن قوتن جي ننڌا ڪري ٿو ۽ انسانيت جي رت وهائڻ جي عمل جي مذمت ڪري ٿو. آڪاش انصاريءَ جي شاعريءَ جي مطالعي مان اها ڳالهه به واضح ٿئي ٿي ته هن پنهنجي خوشين کي عام انسانن جي خوشين سان سلهاڙي ڇڏيو آهي. هو اهو پڻ واضح ڪري ٿو ته جيستائين انسان، انسانيت جو رت وهائڻ بند نه ڪندو، جيستائين عام ماڻهن جي ذهن تي وهشت ۽ دهشت جي راڪاس جو خوف تاري رهندو، يا جيستائين مايوس ۽ محروم ماڻهن جي مرجهايل چهرن تي مرڪون نه اينديون، تيستائين سندس گيتن ۾ خوشين جو اظهار نه ٿو ٿي سگهي. جيڪو انسان - دوستيءَ جي جذبي جو واضح ۽ عملي ثبوت آهي. جنهن جو اندازو آڪاش انصاريءَ جي هڪ نظم جي هيٺين سٽن پڙهڻ سان ڪري سگهجي ٿو:

جيسين منهنجي ڌرتيءَ تي ٿو رقص ڪري راڪاس،
جيسين انسانن جي اڳ تي ماسو ناهي ماس،
جيسين دهشت ۽ وهشت جو وستيءَ ۾ آ واس،
جيسين جڳ ۾ جاري آ رت وهائڻ ريت،
تيسين اڌورا ۽ اڻپورا رهندا منهنجا گيت.
(ڪيئن رهان جلاوطن، صفحو: 134)

انسان دوستيءَ جي فڪر جي هڪ خوبي اها به آهي، ته ان جذبي ۽ فڪر سان سرشار انسان گهٽ طبقي جي مايوس ۽ محروم ماڻهن سان محبت ڪندو آهي، ۽ پاڻ کي انهن منجهان ۽ انهن جو حصو ئي سمجهندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو شاهه ڪريم، شاهه عنايت ۽ شاهه لطيف سميت سنڌ جي سمورن صوفي بزرگن مذهبي ۽ سماجي مت ڀيد کان مٿانهون ٿي طاقتور ۽ جاگيردار طبقي کان ڪنارا ڪشي اختيار ڪئي آهي، ۽ هميشه گهٽ طبقي جي مسڪين ماڻهن سان محبت ڪرڻ جو درس ڏنو آهي. آڪاش انصاريءَ جي شاعريءَ ۾ به ان ئي فڪر

جي پرچار ملي ٿي. جنهن جو بنيادي نقطو هر قسم جي طبقاتي فرق ۽ مذهبي مت ڀيد کان هٽي، انسانذات سان محبت ڪرڻ آهي. آڪاش انصاري جي شاعريءَ ۾ ڪيترين ئي جاين تي انسان دوستيءَ جي ان جذبي ۽ فڪر جو اظهار ملي ٿو. سندس هيٺئين نظم ۾ به اهڙي قسم جو ئي اظهار ٿيل آهي:

اڙي دل اڙي دل! انهن ڏي به هل،
جن جي نيڻن ۾ ناهي ڪو سپنو سجيل،
جن لاءِ ميگها جي رُت ڪي منع آ ٿيل،
(ڪيئن رهان جلاوطن، نظم،" اڙي دل!" صفحو،98.)

آڪاش انصاريءَ جي سموري شاعريءَ جي مطالعي مان اها ڳالهه معلوم ٿئي ٿي ته انسان دوستي ۽ مٽيءَ سان محبت سندس شاعريءَ جا اهم ۽ بنيادي محرڪ آهن. هن وٽ نه صرف پنهنجي ديس جي غريب ۽ مسڪين ماڻهن لاءِ درد موجود آهي، پر وٽس سموري دنيا جي انسانذات لاءِ ساڳيو ئي درد جو احساس ملي ٿو. هو انسانذات جي حق تلفيءَ، ناانصافيءَ ۽ قتلام تي تڙپي پوي ٿو. ۽ ان تڙپ جي پيڙا کي شاعريءَ جي صورت ۾ پيش به ڪندو رهي ٿو ته انسان دشمن سوچ ۽ رويي جي مذمت به ڪندو رهي ٿو. ان سان گڏوگڏ جانورن،پکين ۽ جيتن جي دردن کي به محسوس ڪري وٺي ٿو ۽ انهن لاءِ به ايئن ئي فڪرمند رهي ٿو جيئن انسانن لاءِ. اهو ئي سبب آهي جو سندس شاعري محبت، مزاحمت ۽ انسان - دوستيءَ جي فڪر ۽ فلسفي جو واضح ۽ چٽو اظهار به آهي ته انسانذات ۽ خدا جي مخلوق جي تڪليفن جو درديلو آواز به. آڪاش انصاريءَ جو اهو ورثاءُ ۽ روَيو سندس شاعريءَ کي انسان دوستيءَ ۽ ڌرتيءَ سان محبت جي اعلىٰ درجي تي پهچائي ٿو.

**حوالا:**

(1) ميمڻ، غفور، ڊاڪٽر، "سنڌي ادب جو فڪري پسمنظر"، 2005ع، شاهه لطيف چيئر، ڪراچي يونيورسٽي، ص: 22 .

(2) ڪانڊڙو، قدير احمد، مقالو:" شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ انسان دوستيءَ جو تصور"، ڪارونجهر تحقيقي جرنل، جلد:7، شمارو:12، جون، 2015، ڪراچي، سنڌي شعبو، وفاقي اردو يونيورسٽي آف آرٽس، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي،عبدالحق ڪيمپس، ص: 79-178.

(3) ٻوهيو، الهداد،" ادب جا فڪري محرڪ"، 2013ع، ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، ص:23.
(4) جويو، محمد ابراهيم،" ٽه ماهي مهراڻ"، 1955ع، ڄامشورو، سنڌي ادبي بورڊ، ص: 35
(5) چانڊيو، جامي، (مهاڳ) "ڪيئن رهان جلاوطن"، ( آڪاش انصاري)، ڪراچي،گلشن پبليڪيشن، 2005ع، ص: 28
(6) ساڳيو،
(7) لاشاري، فقير محمد، ساڳيو، ص:23
(8) چانڊيو، جامي،ساڳيو، ص: 33
(9) ساڳيو،ص: 16
(10) سيد، سردار شاهه، ساڳيو، ص: 21.
(11) چانڊيو، جامي، ساڳيو، ص: 16

اقبال شيخ

# شاهه عبداللطيف جي عڪسي شاعري
# (سُر سهڻي)
# Imaginery Poetry of Shah Abdul Latif
# (Sur Sohni)


## ABSTRACT:

The universe is adorned with aesthetic beauty. Meanwhile, human senses kept engrossed in comprehending this beauty of the objective world; the poets and philosophers excelled in aesthetic discernment and subtle perception detection.

Shah Abdul Lateef Bhittai is the towering figure in the annals of history of Sindhi literature. His poetry teems with fuller depiction of scenes of nature and social conditions. His poetry appears to be replete with diverse characteristics of images. He spent most of his life travelling. His keener eye heavily vests in the observance of events, social conditions and natural phenomena of multitudinous forms. His unique way of translating the perception into poetry is the quintessence of his acute observation. Depiction of natural scenes in poetry is not a novel idea, however, what gives the poet an oceanic vastness is his unique way of expression. Although, all of the Shah Lateef's poetry is treasure of images, but here the discussion is limited to images used in "Sur Suhni". This Sur Abounds in images, as if the great bard has presented images and images only. Study reveals that this aspect of Shah Lateef's poetry is important and esteemed one. The precious abundance of images and their excellent usage by Lateef due to his sharp observance of nature warrants research on modern principles.


عڪس جو محور قدرتي نظارا آهن، جلال ۽ جمال سونهن جا ٻه اهم رُخ ٿين ٿا. ڪائنات جي اهڙي سونهن قدرت جي ڪاريگري آهي. خوبصورتي ۽ سونهن جي نزاڪت وري صداقت ۾ سمايل آهي. جڏهن ته صداقت، خوشي ۽ غم جو پاڻ ۾ هڪ سنگم آهي. ڏک ۽ سک جو هڪ آفاقي ميلان آهي، هڪ ڪشش

آهي. هڪ مقناطيسي سگهه آهي. اها ئي دلپسند ۽ دل کي لُڀائيندڙ حقيقت دنيا جي وڏن وڏن ڏاهن، فلسفي ۽ شاعرن جو مرڪزي نڪتو رهي آهي.

غلام نبي سدايو لکي ٿو تہ:

"شاهہ لطيف جي شاعري فطرت جي مشاهدي جو هڪ ڪليل ڪتاب آهي، ان ڪري رسالي ۾ عڪس جي بہ گهڻائي آهي". (1)

تنوير عباسيءَ موجب، "سنڌ جو هر نظارو سندس شاعري ۾ موجود آهي. ٿر، بر رائو، رڃ، ڏنگا چارا، ڍنڍون، پاڻيءَ تي ترندڙ ٻيڙيون، ڪنول جا گل، بندر بازارون، جهازن جا سڙهہ، ٻيڙياتا، سامونڊي، ائن جو قطارون، پکين جا ولر، ڪونجون، ڪانءُ، هنج، درياهہ ان جي مستي، چولين جو شور، سج، چنڊ، تارا، ڪتيون، لهندڙ سج، ڦٽندڙ باک، موڪيءَ جا مٽ، مينهن جا وسڪارا، ڪنڍيون مينهون، پنل نيل، پنل پميا وار ۽ ٻيا ڪيترائي اهڙا عڪس آهن. جن کي شاهہ لطيف ڪمال فنڪاريءَ سان پيش ڪيو آهي". (2)

شاهہ لطيف فطرت جي انيڪ نظارن کي پنهنجي ڪلام ۾ سمائي ڇڏيو آهي. شاعريءَ ۾ فطرت جي ڪيترن ئي واقعن جي مصوري ڪيل آهي. نندي ڪان نندي، عام ڳالهہ يا حالت کي بہ عمده لفظن سان جوڙي بيان ڪري ٿو. هن وٽ جيڪڏهن ڪنهن جبل جو ذڪر اچي ٿو تہ، ان جي جمالياتي خوبين ۽ جلالي ارڏاين، اوچاين جو ماهرانہ نموني سان موزون تصور (Suitable Images) پيش ڪري ٿو. ڪلياڻ آڏواڻي جي مطابق،

"شاهہ سنڌ ۾ پهريون شاعر هو، جنهن طبعي شعر چيو، هو سير ۽ سياحت جو شايق هو، قدرت جي هر ڪرشمي کي پنهنجي نوراني ۽ باريڪ نظر سان جاچي ان جو جمال ۽ جلال تي اونهو تصور ڪيو آهي".(3)

شاهہ جو مڪتب ڪائنات آهي ۽ ان جو اڀياس، مشاهدو ۽ تجربو آهي، جو هو فطرت جي خارجي حسن مان حاصل ڪري ٿو. شاهہ لطيف جي شاعري عڪسن جي سونهن سان پري پئي آهي. هن وٽ ڌرتيءَ کان آسمان تائين سمايل جلال ۽ جمال جا عڪسي تجلا پيا پسجن.

فهميده حسين لکي ٿي "هڪ سچو شاعر مختلف تجربن مان عڪس ۽ مثال اخذ ڪندو آهي. شعر جي عظمت مشاهدي جي عظمت ۽ وسعت تي منحصر هوندي آهي". (4)

(هن مقالي ۾ ذڪر ڪيل بيت غلام محمد شهوائي جي ترتيب ڏنل "شاهه جو رسالو" مان کنيا ويا آهن.)

**سر سهڻي ۾ عڪسيت:**

تنوير عباسي لکي ٿو:

"شاعر پنهنجا محسوس ڪيل جذبا عام ماڻهوءَ تائين پهچائڻ ٿو گهري، ان ڪري هن کي پنهنجي محسوس ڪيل ڪائنات ٻيهر تخليق ڪرڻي ٿي پوي. ڪائنات جي ان ٻيهر تخليق لاءِ عڪس بهترين ذريعو آهي". (5)

شاعر اهڙي تجرباتي دنيا مان گذري جيڪي نتيجا اخذ ڪري ٿو، تنهن کي تصورن ذريعي واپس آڻي (Hark_Back) ڪري، پولي جي سهاري (First Image) هڪ نئين زندگي جي شروعات ۽ (Second Image) جي صورت ڏي ٿو.
شاهه جو ڪلام سُر سهڻي اهڙي منظر ڪشي سان ٽمٽار آهي. شاعر جا محسوس ڪيل جذبا ۽ ڪيفيتون سموري سر "سهڻي" تي پکڙيل ۽ حاوي ٿيل آهن.

واهڙ پريُون مَ پاءِ، پڻ تون ليکو ڏيئو،
سدا سانوڻ ڏينهڙا هئن نہ هونداءِ،
وهائيءَ ويندا، اوپر اُتاهان لهي.
(شهوائي: 3/13)

هي بيت نظري عڪس (Visual Image) جو هڪ نمونو آهي.

دَرَ هڙَ ڏنس درياهه ۾ جت لهريون ڪن لوڙا،
سئين اچي سمونڊ ۾، ٿيا سيڻايا سوڙا،
جي تارو هئا توڙا، تن هرپو پانيوهيڪڙو
(شهوائي: 2/6)

هي بيت بصري ۽ سمعي عڪسن جو مثال آهي.

ان ڳالهه ۾ ڪو شڪ شبهو نہ آهي تہ بصر عڪس، ٻين عڪسن جي مقابلي ۾ وڌيڪ تاثير (Effectualness) رکندڙ ٿيندا آهن. "سُرسُهڻي" مان هڪ ٻيو بصري عڪس (Visual Image) وارو بيت هيٺ ڏجي ٿو، جنهن ۾ درياءَ جي ڪَپر جو هڪ خوشحالي ۽ آبادي، سائو گاهہ ۽ سرسبز تصور پيدا ڪندڙ منظر پسي سگهجي ٿو.

انڌيءَ وڇون ڪنڌيءَ وڇون، تنگنا لهي نہ تِڪَ،
صورت جي ساهڙ ڏيلَ پنهنجي ڏکَ،
واهڙ تنين وِکَ جَن سانپارا سُپرين
(شهوائي: 1/2)

هن بيت ۾ درياهہ جي پَرين پر، يعني ٻئي ڪَپَر تي وڇين ۽ مينهن جي تصوري عڪاسي ٿيل آهي. بيت ڄڻ تہ هڪ پيناڦليڪس جي صورت اختيار ڪري بيٺل آهي جنهن ۾ درياهہ جي ڪپ تي چراگاهہ ۾ سائو گاهہ چرندي مينهن جا ڌڻ نظر اچن ٿا. وَڇيون سر سبز ڪنڌيءَ تي ڪُڏندي پسي سگهجن ٿيون. هڪ اثباتي رخ، خوشحالي ۽ هريالي، جيئرو جاڳندو چُرندڙ، پُرندڙ نظارو، گڏوگڏ درياءَ جي تيزي ۽ تک ڪپر سان ٽاڪر پري ٿي. درياهہ جون چوليون ڪَلپَر ڪي پڇندي پورينديي خوف ۽ ڌڪاءَ وارو تاثر بہ پکيڙي رهيون آهن. بيت، مثبت ۽ منفي تصورن جو ٻٽو عڪس بہ محسوس ٿئي ٿو.

بقول غلام محمد شهوائي، " شاهہ، محاڪات جو ماهر آهي، شاهہ جي نقش نگاري، هر هڪ بيت مان ڇلڪي رهي آهي". (6)

قديم زماني ۾ وقت جي سڃاڻ فطرت جي اهڙين شين سان ڪئي ويندي هئي، جيڪي شيون روزاني زندگي معمول موجب چرپر ڪنديون هيون، جيئن سج، چنڊ، تارا، ڪتيون وغيره ان سان گڏوگڏ پکين جي ڪجهہ حرڪتن مان بہ اندازو لڳايو ويندو هو تہ وقت، پَهرَ، گهڙي، موسم ۽ مهل جي ڇا صورتحال آهي.

بقول شاهنواز سوڍر، "پکين جي مختلف چرپر ۽ اڏڻ يا ٻولڻ مان سنڌي ماڻهو وقت ۽ موسم جو اندازو لڳائي سگهندا آهن تہ هن وقت ڪهڙي مهل آهي ۽ ڪهڙي موسم آهي". (7)

شاعر ڏينهن ۽ رات جي تبديلي وقت ۽ پَهرَ جي اهميت کي پنهنجي ڪلام ۾ نقش ڇڏي ٿو. سُر سهڻي جي هيٺين بيت کي ڏسو.

وٺن وينا ڪانگ، وڇين ٿي ويلا ڪري،
گهڙي گهڙو هٿ ڪري سُڻي سانجهي ٻانگ،
سيئي ڍونڍي سانگ، جتي ساهڙ سُپرين.
(شهوائي: 1/1)

مٿيون بيت به نظري عڪس (Visual Image) جو هڪ نمونو آهي، جنهن ۾ وقت جي تبديلي ۽ رات جي خاموشي، بي قراري جو سبب بڻجي ٿي. اهڙا عڪس ذهني ۽ جسماني هلچل جو ڪارڻ پڻ ٿين ٿا. نظري عڪسن (Visual Image) جو ڪمال اهو به آهي جو خارجي نظارن (Objective Sceneries) عيني ساڃاهه (Ocular Sense) سان ڇڪاسي، پرک ۽ پروڙ ڪري هڪ عمده تصوير، جوڙي پڙهندڙ جي دل ۽ دماغ کي محسوسات جي خزاني سان روشن ٿو ڪري.

دراصل مٿي ذڪر ڪيل بيت گڏيل عڪسن جو مثال آهي. جنهن ۾ بصري عڪس (Visual Image) غير متحرڪ عڪس (Static Images) حرارتي عڪس (Thermal Images) يعني "گهڻ پهلو عڪس" (Complex Images) جو هڪ مجموعو آهي. شاهه لطيف جي شاعري ۾ عڪسن جو نرالو انداز ملي ٿو. هر هڪ عڪس جا وري ڪيترائي پاسا، مختلف صورتن سان نمودار ٿين ٿا، جيئن (Opposite Meaning)وارا عڪس خوشي ۽ غم، خوف ۽ چاهه، پوائنتو ۽ وٺندڙ اهڙا ٻنا رخ هڪ ئي بيت جي ساڳئي سٽ ۾ پسجن ٿا. همدردي (Sympathy) ۽ غير همدردي (Unsympathy) ، پسند (Likeable) ۽ نا پسنديده (Unlikeable) وغيره جهڙا گڏيل احساسات پڻ اچي وڃن ٿا جيئن:

دَهشت دَمُ دَرياهَ ۾، ڇتِ لُڙ لِهريُون لسَ ليٽ،
آٿيو اوپارَن ۾، ٻانڊي ٻوڙي ٻيٽ،
ڇتِ ڇڪَڻ جي ڇپيٽ، اتِ، ساهُڙ سير لنگهاء تون.

شاهه لطيف جي شاعري ۾ فطرت نگاري جا نقش چٽيا پيا آهن. مٿيون بيت خوف ۽ ڏهڪاءَ جو هڪ اهڙو مثال آهي، جنهن ۾ درياهه جي دهشت (Eldritch) ۽ خوفناڪ (Redoubtable) صورتحال جو منظر پيش ڪيل آهي. درياهه جو شور(Tumult)، گجگوڙ (Roar)، جنبش، موج، مستيءَ جي پوريءَ ريت

(Squabble Image) جي صورت گري ٿيل آهي. اتي دل کي لڀائيندڙ، سڪون ڏيندڙ، ذهني تسڪين بخشيندڙ، درياهي لهرون پنهنجي ڪنهن نرالي انداز (Fantastically) سان رقص ڪندي نظر اچن ٿيون. درياهي خوف سان گڏوگڏ هڪ رومانس وارو پاسو به ڏيکاريل آهي، جنهن ۾ (Foggy Weather)، ڇهڻ وارو عڪس (Tactile Images) ڪوهيڙي جو وڻندڙ منظر، لهرن جا هلڪا لوڏا، پاڻيءَ جي ٿڌاڻ جو احساس (Thermal Images)، درياهه جي سطحي / مٿاڇري لس ليٽ جهڙا مليل جليل (سلهاڙيل) عڪس ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هيٺيون هي بيت ڏسو: جيڪو (Thermal Images) ۽ ڇهڻ واري عڪس (Tactile Images) جو هڪ نمونو:

سِهَہ سيارو، پاڻي پارو، جت جهڙ جهڪ ۽ جهول،
من اندر ميهار جا هينئڙي اچَن هول،
جلانهن ٻڏيس ٻول تي اڙانگا آرَ ٿران.
(شهوائي: 3/15)

سياري جي سردي سابہ مڪمل جوبن سان ۽ درياهه جو ٿڌو پاڻي، مٿان وري جهڙ ۽ جهولا، بيت جي جائزي وٺڻ سان اها ڳالهه پڌري پئي ٿي تہ شاعر ڪيڏا نہ سهڻا عڪس نہ صرف پيش ڪري ٿو بلڪ عڪس تي مڪمل مرڪزي شُعاع (Focus) پڻ ڪري ٿو. سُر سُهڻي سمورو رومانس جي عڪسن سان پريو پيو آهي. البتہ ڪٿي ڪٿي خيالن جي تڪرار واري صورتحال بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿي، سو بہ هڪ شاعرانہ انداز آهي.

## آوازي عڪس (Auditory Images):

حواسن (Senses) جو اصل مقصد ئي اهو آهي، جو ڪائنات ۾ ٿيندڙ واقعن، نظارن، حالتن، حرڪتن، تبديلين، سميت سڳنڌ ۽ سرهاڻ، مٺاڻ ۽ ڪڙاڻ، سازن ۽ آوازن جي حقيقي صورت کي ذهنن تائين رسائي ڪرڻ ۽ ڪنهن سمجهہ ڏانهن ، ڪنهن فڪر ڏانهن متوجهہ ڪرڻ آهي. آوازي عڪسن جي زيب ۽ زينت، نزاڪت ۽ نفاست ٻين عڪسن جي مقابلي ۾ وڌيڪ اثرائتي آهي. سُر سهڻي جو هي بيت تہ ڏسو:

چوڏاري ڇڙا ٻُرنِ ٻيلاين جا
ستي سنپارَن جو پيُر ڪَن پڙاءُ
وِهَڻُ مون نہ وَڙاءُ سڻيو جهانءِ جهڄي هنيُون
(شهوائي: 4/2)

آوازي عڪسن جو هلڪو ترنم جو احساس يقينن هڪ تاثير رکي ٿو، جنهن جو اثر دل ۽ دماغ کي اضطرابي ڪيفيت طرف وڏائي ٿو. سهڻي هر طرف ڇڙن جي چونگار ۽ هونگار جا آواز ٻڌي رهي آهي. ڇڙن جو مٺڙو آواز، وڻندڙ گونج ٻڌندڙن جي لاءِ سرور جو ثمر ۽ ذهني تسڪين جو سبب بڻجي پوي ٿي. اهڙي سريلي آواز جي سرور ۾ سمايل گهبراهٽ، تڙپ، بي قراري، لڇ ۽ لوڇ جهڙيون ڪيفيتون به شامل آهن. مٿي ذڪر ڪيل بيت ۾ آوازي عڪس (Auditory Images) تي غور ڪرڻ سان هڪ رد عمل واري تاثيري عنصر جي جهلڪ محسوس ٿئي ٿي. يعني ماڻهوءَ جي اندر ۾ منزل تي پهچڻ جا جذبا اُڇل ڏين ٿا. قدم پاڻ مرادو اڳتي وڌڻ لڳن ٿا. اهي ڇڙن جي پڙلاءَ وارا آوازي عڪس (Auditory Images) سهڻي کي ستي به ٻڌڻ ۾ اچن ٿا، جڻ ته سجاڳي جا هوڪا سڏ هجن. محبوب سان ملڻ جو هڪ موقعو هجي. سر سهڻي ۾ آوازي عڪسن جا هيٺيان بيت به ڏسي سگهجن ٿا.

هُن پَر سُيَم هاڪَ، سُتي سَنيارَنِ جي
محبتي ميهار جي، ڇڙن چوريا چاڪَ
اُنين جي اوطاق، وَڃَڻُ واجبُ مون پيو
(شهوائي: 4/9)

مٿي ڏنل بيت آوازي عڪسن (Auditory Images) جا بهترين نمونا آهن. شاهه جي شاعري مختلف عڪسن سان پري پئي آهي، ڇڙن جو آواز لڳ لڳ کي چوري ٿو. سنگهڻ جا عڪس (Olfactory Images) پنهنجي فن جي لحاظ کان ڪمال جي وسعت (Extensiveness) رکندڙ آهن.

تنوير عباسي ڄاڻائي ٿو ته: " شاهه لطيف جو اهو حس ايڏو ته سجاڳ آهي جو هن، هر قسم جي خوشبو جهڙي آهي ۽ ان جو بيان اهڙيءَ ريت ڪيو اٿائين، جو اها خوشبو پنهنجي جادوءَ سان پڙهندڙ يا ٻڌندڙ کي ويڙهي ٿي وڃي". (8)

شاهه لطيف جي سُر "سُهڻي" مان هيٺيون بيت سنگهڻ جي اهڙن عڪسن جي پورائي هن ريت ڪري ٿو.

لهر مڙوئي لال، وَهَڻُ ڪٿوران وِترو
او ٻهار ئنبير جا، جَرَ مان اَچَن جالُ،
ڪُنين گهڙي ڪال، سِڳَ پريان جي سُهڻي.
(شهوائي: 5/20)

اندازو ڪريو، شاعر سنگھڻ جي عڪسن کي ڪهڙي نہ انمول نموني سان جهٽي لفظن کي بيت ۾ ڳُنڍي ڇڏيو آهي. درياهي پاڻي، لهرون،

ٽورڙو توجهہ سان، شاعر جي منفرد بياني قوت کي جيڪڏهن جاچبو تہ، آوازي عڪسن منجهہ خوشبوءِ جا عڪس رلجي ملجي سٽل سهڻي جي جذبن کي سجاڳي جا پيغام پهچائين ٿا، ڪيئن سهڻي ننڊ جي خمارن ۾ بہ محبوب جي محبت خوشبوءِ بڻجي پئي مٿان ڦيرا ٿي ڏي. هيءَ سرهاڻ ۽ سُڳنڌ پرين جي پار کان پهچي، محبوب سان ملڻ لاءِ اتساهہ پئي پيدا ڪري.

شاعر محبوب جي جذباتي ڪيفيتن کي ٻوليءَ جو ويس پهرائي، لفظ خوشبوءِ سان ٽمٽار ٿي، سُڳنڌ ۽ سُرهاڻ پکيڙي آسپاس جي سموري ماحول کي سهڻي سميت ڇاتيءَ ۾ ڇپهہ ڏيئي ٿو.

تنوير عباسي لکي ٿو: "شاعراڻو عڪس، جيترو گهڻ پاسائون هوندو، جيترو گهڻن پاسن کي ڇهندو، اوترو ئي جامع ٿيندو ۽ ڪائنات جو اوترو ئي مڪمل نقشو پيش ڪندو". (9)

عڪس جي چٽائي ۽ عڪسي نقشي جي جامعيت ان ڳالهہ ۾ آهي تہ شاعر مڪمل حواسن کي ڪتب آڻي شين جي حقيقت کي ذهين (Genius) ٿي سوچي، پرکي (Ascertain) ڪري تنهن بعد ان کي منظم (Organize) طريقي، سان عڪس کي مرڪزي شعاع (Focus) ڪري شاعري ۾ آڻي موتين ۾ جڙي ڇڏي جديد دور جي عڪسيت پسند (Imagist) جي نظر ۾ عڪسن کي مرڪزي حيثيت حاصل آهي ۽ ان جي انداز بيان کي وڏيڪ اهميت ڏني وڃي ٿي.

## رنگين عڪس (Colour Images):

رنگن جي هڪ عجيب دنيا آهي. رنگن سان ڪائنات جو وجود آهي. رنگ ڪائنات جي سونهن آهن ۽ سونهن جا الڳ الڳ تجلا آهن. رنگين صورتن سان گڏوگڏ، همڪنار، هر انداز، لفظن جي مصوري، ذهني سڪون ڏيندڙ، اکين جو ٺار ٿيندڙ، دل کي قرار ڏيندڙ آهي ۽ هڪ معنوي (Figurative) حيثيت منجهس شامل آهي. رنگ هڪ وسيلو آهن، جنهن جي ذريعي شاعر ڪنهن معنيٰ خيز مقصد جي سڃاڻ ڪرائي ٿو. هو فطرت جي نظارن کي رنگن جي ٻوليءَ سان پرکي (Perceive) ڪري نتيجا ٻڌائي ٿو. شاعرن وٽ رنگن (Colour) کي وڏي اهميت حاصل آهي.

بقول تنوير عباسي: "هر مصور ۽ شاعر کي پنهنجا پنهنجا مرغوب رنگ ٿيندا آهن. هر مصور ۽ هر شاعر انهن مرغوب رنگن جو بار بار استعمال ڪندو آهي". (10)

شاعر پنهنجي پسنديده رنگن کي پنهنجي ڪلام ۾ استعمال ڪندو آهي ۽ هر رنگ جي پنهنجي هڪ ساڃاهه آهي. شاهه عبداللطيف جي شاعري ۾ رنگن جا عڪس گهڻي مقدار سان آيل آهن. سندس شاعري رنگن جي عڪس سان ڀري پئي آهي. ان سلسلي ۾ تنوير عباسي جي ڪيل تحقيقي ڪوشش هڪ اهم وک آهي.
بدر ڌامراهو لکي ٿو: "هو رنگن جون علامتون بيان ڪرڻ ۽ لفظن ۾ ڪنهن شيءِ يا منظر جو چٽ چٽڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي".(11)

سُرسهڻي مان ورتل هڪ بيت جنهن ۾ ڪاري رات جو اونداهو عڪس ڏنل آهي.

ڪاري رات ڪڇو گهڙو اوٺيهين اُونداهي،
چنڊ نالي ناهه ڪو درياهه ڏڙ لاهي،
ساهڙن ڪارڻ سهڻي آڏي ٿي آئي،
ايءُ ڪَرُ اِلاهي نات ڪُنن ۾ ڪير گهڙي.

ڪاريون ڪڪيون ڪنديون وارا ڪيون ورن،
جوءِ جا جاندارن جي ٻيلا ٻهه ٻهه ڪن،
اچي ريلَ رهن مون سان پارا سُپرين.

وَرُ اونداهي راتڙي، ڪو چانڊوڪي چانڊا
اوري ميهار، منهن مَ ڀسان ڪو ٻيو!

(شهواڻي: ابيات متفرقہ 9/11)

شاعر، اونداهي ۽ روشني جا گڏيل عڪس چٽيا آهن. هتي اونداهي رات يعني ڪارو رنگ ۽ چانڊوڻي چانڊاڻ جو مطلب روشني يعني اڇاڻ ٻئي متضاد علامتي معني رکندڙ عڪس ڏنل آهن.

ڪارو رنگ جيئن تہ پاڪ ۽ مقدس (اهڃاڻي) حيثيت رکندڙ رنگ آهي. باوجود خوف واري ۽ (Disgraceful Symbol) جي، هڪ مانُ مرتبي وارو رنگ آهي جنهن جو مثال غلاف ڪعبہ جو رنگ بہ ڪارو رنگ آهي. قرآن پاڪ جي

اکرن جو رنگ به ڪارو آهي. ڪارو رنگ جيڪڏهن محبوب جي وارن جو هجي ته جماليات جي اهم خوبي مان شمار ٿئي ٿو ۽ سونهن جي سڃاڻ آهي. پر جيڪڏهن ڪارو ٽڪو ڪنهن سماجي ريتن رسمن جي حوالي سان ڪٿو ته (Disgraceful) اهڃاڻ ڏيندو.

شاهه لطيف وٽ ڪاري رنگ جو تصور نه صرف خوف جو اهڃاڻ ڏئي ٿو، بلڪ مشڪل مرحلي ۽ انتهائي ڏکي رستي جي اهڃاڻي حيثيت رکي ٿو.ڪارو رنگ بيت ۾ مشڪلاتن جي هڪ پهاڙ واري علامتي حيثيت رکي ٿو، سهڻي سيني خوف خطرن کي منهن ڏيڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪري ٿي.جتي چنڊ جي روشني به ميسر نه هجي، درياهه جي گجگوڙ هجي، سهارو به بي پروسو جوڳو هجي ۽ رات جو پوپون پهر، جيڪو ڪيترو عجيب هوندو، جو هڪ طرف ضعيف عورت ته ٻئي طرف اونداهي رات جو خوف، درياهه جو خوف، ڪُنن جا ڪڙڪا، سڀ خوف گڏجي به سهڻي کي پنهنجي منزل تي پهچڻ کان روڪي نٿا سگهن. ڪارو رنگ يقينن اثرائتو رنگ آهي ۽ ڪو به رنگ جڏهن ذهن ۾ رنگين تصور پيش ڪري، ڪي جذباتي ڪيفيات اُڀري اچن ته سمجهو اهو ئي عڪس آهي.

هڪ ٻئي بيت ۾ ڳاڙهي رنگ جو عڪس پسجي ٿو.

ڳچيءَ پايو ٻانهن، ويٺي روءِ وڃن سين،
لايان لال لڱن کي، آئين جي چرو ڪانهن،
آئون اوهان جي دانهن، سدا پٽان سنري.
(شهوائي: 4/14)

هن بيت ۾ شاعر "لال" لفظ ڪتب آندو آهي، جنهن مان ڳاڙهي رنگ جو عڪس ملي ٿو. شاهه لطيف وٽ ڳاڙهي رنگ جو استعمال گهڻي مقدار ۾ ٿيل آهي. تقريبن سُرن ۾ مختلف لفظن سان ڳاڙهي رنگ جي گهڻي سڃاڻ ڪرائي آهي.

تنوير عباسي، لکي ٿو "ڳاڙهو رنگ، شاهه لطيف جو سڀ کان وڌيڪ مرغوب رنگ آهي".(12)

شاهه لطيف جي ڪلام ۾ اهڙا ڪيترا لفظ ڪتب آندل آهن جيڪي ڳاڙهي رنگ جي لاءِ استعمال ٿيا آهن.

بدر ڌامراهو موجب، "شاهه جي رسالي جي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو ته، کيس هي رنگ بيحد پسند هو. ڇا ڪاڻ ته هي واحد رنگ آهي جيڪو سُر ڪلياڻ کان وٺي سر بلاول تائين يعني ٽيهن ئي سُرن ۾ هن رنگ جو ذڪر ملي ٿو ۽ لڳ ڀڳ اهڙا سؤ بيت آهن".(13)

ڳاڙهو رنگ ڪيترن ئي اهڃاڻي عڪسن جي معنيٰ رکي ٿو، خون جو رنگ به ڳاڙهو آهي، جنهن مان تباهي ۽ بربادي، ظلم يا خونريزي وغيره جهڙن معنائون تباهي جهڙن عڪسي تصويرون به ملن ٿيون.مارڪسوادي رنگ، انقلاب پسندي سميت رومانوي پهلو به ملي وڃن ٿا جيڪڏهن سرخي جو مثال وٺو ته محبوب جي سموري سونهن اکين آڏو اچي بيهي ٿي.

ميهارا مِرڪَ، پيتائين پريم جي،
تنهن مُنڊ متوالي ڪي، سنديءَ ساءَ سُرڪَ،
لڳس ڪام ڪِرڪَ، لوهان تِکِي لطيف چئي،

مٿي ڏنل بيت جي لفظن مرڪَ ۽ سُرڪَ ۾ ڪيڏي نه رسُ ۽ چس ڀريل آهي، جو لفظ زبان تي ايندي ئي ذائقيدار / ذائقي جو تاثير (Efficacy) هڪ خاص (Flavour) لذات ۽ سواد يقينن محسوس ڪرائين ٿا.

**ٻيو بيت:**

ميهارا مهي، پيتائين پريم جي،
اُرڪَ سُرڪَ سيد چئي، لڳس ڏوت ڏهي،
سگهي تان نه سهي ملي جان نه ميهار کي.

(شهرائي: 4/16)

هن بيت ۾ شاعر (Taste Images) جا عڪس جيڪي ڏنا آهن، تن ۾ عڪسيت کان گهڻو وڌيڪ حقيقت جوهڳا؛ لفظن منجهه موجود آهي جنهن ۾ "مهي" ، "اُرڪَ"، "سُرڪَ" ۽ "ڏوت ڏهي" جهڙا لفظ گهڻا سگهارا آهن.

**متحرڪ عڪس (Kinetic Images):**

متحرڪ عڪس مان مراد، اهڙا عڪس جيڪي پنهنجي وجود ۾ تحرڪ ڏيکارين، جن عڪسن ۾ رمندڙ، ڦرندڙ، ڏڪندڙ ۽ وسندڙ يا چرپر ڪندڙ منظر شامل هجن جن جي حرڪت جذبن ۾ اُبار پيدا ڪري. خارجي نظارا جهڙا هوندا

لفظن ۽ عڪس ۾ احساس بہ ان ريت جنم وٺندو. جيڪڏهن خارجي منظر حسين هوندا تہ عڪس بہ انساني ذهن کي سُرور پيا ڏيندا، ۾ جيڪڏهن ڪي خوفائتا منظر هوندا تہ عڪس ٻہ جو تاثر پيدا ڪندي ۽ وري ٻيئي گڏجي. گڏيل (Multiplex Images) گهڻ رخو احساس جنم وٺندو. شاهہ لطيف عڪسن جي دنيا کي ڏاڍو رنگين بنايو آهي جنهن سان ڪلام پڙهڻ جي تعداد ۽ دلچسپي ۾ اضافو ٿئي ٿو.

تاج جويو موجب، " اُهڃاڻ وانگر عڪس جي دنيا ۾ پڙهائي سان اجان تائين ڪو شاعر برميچي نہ سگهيو آهي. سندس سموري شاعري عڪسن جي اندلٺ سان جهرمر ڪندي نظر ايندي". (14)

متحرڪ عڪسن جا بيت هيٺ ڏجن ٿا.

ڪاري رات ڪچو گهڙو، مٿان وسي مينهن،
هڪ ٻو بيراهہ جو، ٻيو سانپارا سينهن،
شال ۾ ڇڄي نينهن، گهڙان گهوريو جندڙي.

(شهرائي :6/15)

هن بيت ۾ متحرڪ عڪسن (Kinetic Images) سان گڏو گڏ رنگن جو عڪس (Colour Images) ۽ ٿڌاڻ گرماڻ (Thermal Images) جهڙا گڏيل عڪس بہ سمايل آهن.

جيئن جمشيد سولنگي پنهنجي ايم اي لاءِ پيش ڪيل مونوگراف، "سرمد چانڊيئي جي عڪسي شاعريءَ جو تنقيدي اڀياس" ۾ لکي ٿو:

"متحرڪ عڪس، عڪسن جي دنيا ۾ ٻين عڪسن کان وڌيڪ سگهارا ٿين ٿا" (15)

شاعر عڪسن جي ذريعي قدرتي خوبصورتي کي باريڪ بينيءَ سان جانچي، پرکي، پروڙي هڪ سيڪنڊ اميج ڏيئي منظر تي آڻي ٿو. اها ئي شاعر جي عظمت آهي جيڪا خوبي شاعر کي دنيا جو اعليٰ ۽ عظيم بڻائي ٿي.

## نتيجو (Conclusion):

شاهہ لطيف جي عڪسي شاعري جي اڀياس مان جيڪي نتيجا اخذ ڪيا آهن، تن مان منهنجي نظر موجب "سُر سُهڻي" ۾ عڪسن جو اڀياس هڪ دلچسپ موضوع رهيو. اڪثر بيت ۽ ابيات متفرق تخليقي عڪسن سان ٽمٽار

آهن. شاعر وٽ عڪسن ڪي جوڙڻ جو هڪ نرالو انداز سامهون آيو آهي. عڪسي تجلا، شاه جي ڪلام جي خاص سونهن آهن. شاه لطيف قدرتي نظارن، واقعن ۽ حالتن کي وزنائتي ۽ هڪ سگهاري انداز سان چٽيو ٿو. اهڙيءَ ريت اها به معلوم ٿيو آهي، ته شاعر جي پرک ڪرڻ واري حس ۽ اظهار جو نمونو اهم خوبيون آهن. صرف عڪسن جو مطالعو ڪرڻ سان به ڪيترائي ڪتاب لکي سگهجن ٿا. شاه لطيف جي عڪس بيتن ۾ آسمان تي ستارن جهڙي حيثيت رکندڙ آهن. شاعر عڪس کي بيتن تي مرڪزي شعاع (Focus) ڪندي نظر اچي ٿو.

## حوالا:


1. سڏايو، غلام نبي "شاه لطيف جو علامتي شعور" ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، 2007ع،ص :185
2. عباسي، تنوير، ڊاڪٽر، "شاه لطيف جي شاعري" ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، 1995ع، 2000ع،ص: 153
3. آڏواڻي، ڪلياڻ، "شاه جو رسالو"، ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، 2008ع، ص. 28
4. ميمڻ، فهميده حسين، "ادبي تنقيد فن ۽ تاريخ" ڪراچي، نئون نياپو اڪيڊمي، 2002ع ،ص: 227
5. عباسي، تنوير، ڊاڪٽر، " شاه لطيف جي شاعري" ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، 1995ع، 2000ع،ص: 151
6. شهواڻي، غلام محمد "شاه جو رسالو" ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، 1993ع، 2005ع، ص: 43
7. سوڍو، شاهنواز، "سنڌي ثقافت ۽ شاه لطيف" ڀٽ شاه، ثقافتي مرڪز، 1991ع ،ص: 300
8. عباسي، تنوير، ڊاڪٽر "شاه لطيف جي شاعري"، ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، 1995ع، 2000ع،ص: 127
9. عباسي، تنوير، ڊاڪٽر "شاه لطيف جي شاعري"، ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، 1995ع، 2000ع، ص: 180
10. عباسي، تنوير، ڊاڪٽر "شاه لطيف جي شاعري"، ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، 1995ع، 2000ع، ص: 192

11. ڏامراهو، بدر، "لطيفي انسائيڪلوپيڊيا"، ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، 2007ع، ص: 234
12. عباسي، تنوير، ڊاڪٽر "شاهه لطيف جي شاعري"، ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، 1995ع، 2000ع، ص: 191
13. ڏامراهو، بدر، "لطيفي انسائيڪلوپيڊيا"، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2007ع، ص: 238،237
14. جويو، تاج، "نيڻ مهڙي خيال جاڳيا"، ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، 1993ع، ص: 34
15. سولنگي، جمشيد، "سرمي چانڊڻي جي عڪسي شاعري جو تنقيدي ۽ تحقيقي اڀياس"، ايم اي سنڌي لاءِ لکيل مونو گراف، خيرپور، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي.




نياز احمد ڀٽو

# ڊاڪٽر خادم منگيءَ جي شاعري جو مختصر جائزو

# Analyical Study of the Poetry of Doctor Khadim Mangi

**ABSTRACT:**

Poetry is the representation of senses and spirits and every poet is the representative of one's own age. Poetry is the source which makes the events immortal. Such a job of immortalization has been performed by Dr. Khadim Mangi, who has not left any aspect of life either it is love or beauty, from injustice to human being to the pain of a peasant. Love of motherland to problems faced by the family members one, who has been to foreign. Above all, he is a representative poet of Universal brotherhood, while keeping caste, color, creed and religion aside.

While going through the poetry of Dr. Khadim Mangi, it seems that he has not only struggled for the humanity of whole world, but he explains their cheers and sorrows, pains and pleasures, and paints the beauty of nature in his verses.

But the most highlighting and the most dominant quality of work of Dr. Khadim Mangi is Beauty of Nature, which he has nicely depicted in his Ghazals, poems, songs and a pure Sindhi genre Waii (وائي).

ڊاڪٽر خادم منگي جو پورو نالو خادم علي ولد خالق ڏنو ذات منگي، جنھن جو ھنڌ ڳوٺ دودو ڏيٿو، تعلقو ڳڙھي ياسين، ضلعو شڪارپور آھي. جنھن جي تاريخ 15 اپريل 1969ع بروز خميس آھي. پرائمري تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول ڳوٺ دودو ڏيٿو جي قابل استاد غلام رسول سومرو وٽان حاصل ڪري، مئٽرڪ 1984ع ۾ ھاءِ اسڪول ڳڙھي ياسين مان ھڪ ھم ڪلاسي ھندو، دل گھرئي دوست موھن سان ساڳي بئنچ تي ويھي حاصل ڪيائين.

1986ع ۾ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج سکر مان انٽر پاس ڪري1987ع ۾ چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج (موجوده شھيد بينظير ڀٽو ميڊيڪل يونيورسٽي) لاڙڪاڻي ۾ ڊاڪٽري پڙھڻ ويو، 1996ع ۾ سرڪاري ڊاڪٽر جي ڪميشن جو امتحان پاس ڪري، مدئجي اسپتال ۾ نوڪري ڪيائين، جتان پوءِ بدلي ڪري

ڪيس غلام محمد مهر ميڊيڪل ڪاليج سکر ۾ ڊمانسٽريٽر طور مقرر ڪيو ويو، جتي اڄڪلهه پاڻ پيٿالاجي پڙهائڻ جا فرض سرانجام ڏئي رهيا آهن. گڏوگڏ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان 2015ع ۾ مائڪرو بائلاجي ۾ ايم فل فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪئي اٿائين.

ادبي کيتر ۾ سندس شاعري جا ٻه مجموعا شايع ٿيا آهن. پهريون "پرهه ٻاکون ڪئيون" 2005ع ۾ سنڌي ادبي سنگت سکر پاران ڇپيو، جنهن جي ارپنا ۾ لکيل آهي ته:

"ارپيان ٿو نيلسن منڊيلا جهڙي هر قوم پرست رهنما کي جيڪو پنهنجي ذاتي مفادن کان وڌيڪ اجتماعي قومي مفادن کي ترجيح ڏي ٿو ۽ ارون ڌتيءَ راءِ جهڙي هر قلمڪار کي جيڪو تخليقون سرجڻ سان گڏوگڏ ڊيمن جي اڏاوت خلاف جنگ ۾ شامل هجي". (1)

شاعريءَ جي هن ڪتاب کي 2005 ع ۾ سنڌي ادبي سنگت سنڌ پاران مجتا طور شاعريءَ جو بهترين ايوارڊ مليل چڪو آهي. هن مجموعي ۾ غزلن جو تعداد 49، وايون 15، نظم 20، گيت 6، هائيڪا 50، چوسٽا 24، دوها 14 ۽ 10 ڏيڍوٺا شامل آهن. سندس شاعري جو ٻيو مجموعو "کهنبا ڪنديس ڪپڙا" جاڳرتا فورم سکر پاران 2010ع ۾ ڇپرايو ويو، جنهن جي شروعات ۾ ئي پاڻ لکن ٿا:

"موت تي مان مرڻ کان پوءِ لکندس، في الحال جيئرو آهيان زندگيءَ تي چو نه لکان". (2)

ان جو مهاڳ، عابد ڪاظمي لکيو آهي. شاعري جي هن مجموعي ۾ غزلن جو تعداد 60، وايون 24، نظم 7، آزاد نظم 2، نثري نظم 12، ترائيل 20، گيت 10، پنجڪڙا 18، چوسٽا 20، ترويڻيون 30، هائيڪا 38، ٽيڙو 12، نولڪا 4، بيت 35 ۽ 29 ڏيڍوٺا شامل اٿس. ڪيس بهترين شاعري پڙهڻ تي 2011ع ۾ بيدل ايوارڊ به ملي چڪو آهي. ترقي پسند مصنفين پاڪستان پاران فيض احمد فيض جي 120 هين سالگرهه جي تقريب سي کان پهرين ترتيب ڏيڻ تي ڪيس "نشان فيض" جي اعزاز سان پڻ نوازيو ويو آهي.

"هر ماڻهو ڄمڻ کان ئي فرد ٿئي ٿو، پر جڏهن هو سماج ۽ معاشري سان سلهاڙجي وڃي ٿو ته پوءِ ئي هو شخص ٿئي ٿو". (3)

هڪ شاعر پنهنجي سماج سان ٻه سلهاڙيل رهي ٿو ۽ پنهنجي شاعري ذريعي پنهنجي سماج ۽ ان جي ڏتڙيل ماڻهن کي ڪيئن ٿو آٿت ڏئي ۽ ڪيئن ٿو انهن جي جذبن جي ترجماني ڪري، ڪيئن ٿو انهن جي ڏکن، ڏولاون، آهنجن ۽ زخمن تي پنهنجي شاعري جا ڦها رکي، جيڪي ڪيس معاشري جون بيحسون يا وقت جي حڪمرانن يا سامراجي قوتن يا سرمائيدار ۽ زردار گڏ ٿي مظلوم طبقي تي جيڪو ڏاڍ ۽ جبر ڪن ٿا انهن لاءِ ڊاڪٽر صاحب هيئن ٿو مظلوم ۽ مزدور طبقي کي گڏ رهڻ جي اپيل ڪري:

هي مردار زردار سردار گڏ
ٿيو مزدور هاري ۽ نادار گڏ

(4)

ها سيٺيو، وڏيرو ٻه پاڻ سڳا
هو مزدور، هاري سجائي پيو.

(5)

بدامني، گهٽ، ڀاڻ اونده مان نڪرڻ لاءِ اجهو هيئن ٿو لکي:

اسان جو جذهن گيت گندرف ۾ گونجيو
ته ماحول سارو عطر واس ٿي ويو. (6)

سڪيءَ جي ڳڻن جي ڳاڙهاڻ ڪان هٽي ڪري هر شاعر پنهنجي ڌرتيءَ، ٻوليءَ ۽ ان جي سونهن جي ڳالهه ضرور ڪندو آهي. ڊاڪٽر صاحب هيئن ٿو ڪري:

مونکي ڌرتي ڏي رڳو، بس ڪافي آ
سج ڪڻ تون، چنڊ، سارو آسمان

(7)

هو صوفي سچو هو ۽ سنڌي هيو
جو ڌرتيءَ جي خاطر هو گهائي پيو

(8)

جيڪو جيجل سنڌ کي ساري منهنجو ڀاءُ
جيڪو سنڌي ٻول اچاري، منهنجو ڀاءُ

(9)

شاعر تي اهم فرضن ۾ اهو فرض به عائد ٿئي ٿو ته جتي هو ٻوليءَ جي بقا ۽ واڌ ويجهه لاءِ لکي، جتي هو ڌرتي جي امن، پيار بابت لکي، اتي اتان جي رهندڙ مزدور طبقي لاءِ به ضرور پاڻ پتوڙي. انهن جي جذبن جي ترجماني ڪري انهن کي پنهنجو پاءُ سمجهي جيئن دنيا جي ٻين شاعرن، مزدور طبقي لاءِ لکيو آهي، پنهنجي پٽ ڏٺي هيئن لکيو آهي:

مٿن ٽپڪ ٽپڪڙا، چڪندڙا اڃن
ڳڙيون ڪيهه پڪليون، پڳهر سر پيرن
ايءُ وڙ ويڙهيچن، مون لوڏيائي لکيو
(10)

اڄ آڳڙيا آئيا، ساهوڪي سچاڻ
لاهيندا موريان، رڪ ڪريندا پٽرو
(11)

ڊاڪٽر صاحب اڇها مزدور پورهيت جي ڳالهه هيئن ٿو ڪري ۽ پورهئي کي ڪيترو نه شاندار نموني بيان ڪيو اٿس.

مون پڇيو مزدور کان، ڇا حال آ
هن چيو، جيئڻ ٿيو جنجال آ
زندگي دکندي رهي سگريٽ جان
۽ ڦلو تي ڇڻ ڇڻيو هر سال آ.
(12)

جو دائن کي چائيءَ مان چاڻي پيو
سو مانيءَ جي معنيٰ به ڄاڻي پيو
ها روشن انهيءَ جون ڏهه ئي آڱريون
هو نابين ڪرسي جو واڻي پيو. (13)

ڊاڪٽر صاحب ادبي حوالي سان ڏاڍو شاهوڪار رهيو آهي. سندس والد صاحب خالق ڏنو منگي به باقائده ڪو سگهڙ ته ڪونه هو، البت عام سگهڙ جيتري ڄاڻ ضرور هئس.

ڊاڪٽر صاحب چوي ٿو ته: "منهنجي سنڌي ٻوليءَ جي اچارن ۽ ان جي صحيح تلفظ ۾ بابي جو گهڻو هٿ رهيو آهي".

(ڊاڪٽر خادم منگيءَ کان 12 اپريل 2016ع بروز اڱارو بوقت 8:30 وڳي رات سندس ڪلينڪ (حسنين ڪلينڪ بهار ڪالوني سکر) ۾ روبرو ورتل انٽرويو).

ڊاڪٽر صاحب وڌيڪ ٻڌائي ٿو ته: سندس سئوٽ شمس الدين جنهن کي اکين جي ڪجهه اهڙي بيماري هئي جي ڪيس رات جو ڪجهه نظر نه ايندو هو، هو سارو ڏينهن شاهه جو رسالو پيو پڙهندو هو ۽ ان مان بيت پيو ياد ڪندو هو ۽ رات جو مونکي گهرائي چوندو هو ته منهنجا شاهه جا ياد ڪيل بيت ٻڌ ۽ ائين هو ويندو هو شاهه جا بيت ٻڌائيندو ۽ انهن جي تشريح ڪندو.

اهڙي ريت هن جا بيت ٻڌندي ٻڌندي منهنجي به شاهه عبداللطيف ڀٽائي سان محبت ۽ عقيدت ٿيندي وئي ۽ گهڻائي بيت مون کي به ياد ٿي ويا. جنهن مان اڪثر شاهه صاحب جا بيت منهنجا ان دور جا ياد ٿيل آهن. پر جن بيتن منهنجي ذهن تي نقش چٽيا سي هيٺينءَ ريت آهن.

منجهان منهنجي روح، جي وڃي ساڄن وسري
ته مرُ لڳي لُوهه، تر ٻاٻيهو ٿي مران
(14)

اکيون علي الصباح، دوس ديکڻ آئيون،
ايئديون ارداس ۾، ٻي نه ڪنديون ڪاهه،
رچينديون ري پاهه، پرچينديون پرينءَ کي.
(15)

ڊاڪٽر صاحب ادبي سنگت جي پهرين ميمبرشپ چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ ان وقت جي سنڌي ادبي سنگت جي سيڪريٽري، ڊاڪٽر ضمير ڦل صاحب کان ورتي، جتي ويس ادبي دوست وڌندا تان جو وڃي ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻي سان ملاقاتن ۽ رهاڻين تائين پهتا. جنهن ۾ انور پيرزادو، ڊاڪٽر ضمير ڦل، ڊاڪٽر اعجاز انڙ، ڊاڪٽر اعجاز سمون ۽ ڪجهه ٻين سائين سان رهيا پهرئين شاعري جي مجموعي "پره ڀاڪون ڪڍيون" جو مهاڳ به لکيو ائس ته ايئن ويا شاعري جي معراج کي ڇهندا. وري جو هائوس جاب لاءِ ڪراچي ويا ته اتي به پنهنجا هم خيال دوست ڳاهي ورتائين، جن ۾ رئوف نظاماڻي، جان خاصخيلي، تاجل بيوس، ڊاڪٽر شمس سومرو اظهر پانهڻ ڳڻائي ٿو.

هن وقت بہ دوستن جي حوالي سان ڏاڍو شاهوڪار آهي، جيڪو مون مٿي بہ ذڪر ڪيو آهي، جنهن ۾ سنڌ جا مشهور شاعر ڊاڪٽر ادل سومروصاحب، اياز گل صاحب، فيض سومرو (جاڳرتا فورم جو موجوده سيڪريٽري) ڪامريڊ ضياءُ پٽي، نعيم پٽي، نعيم شيخ، بشير سميجو، ڊاڪٽر غلام رسول گهمرو، ڪامريڊ مالڪ ڪوسو، سچل پٽي (رشيد پٽي جو پٽ) ۽ نور چنا کي بہ پنهنجو ويجهو دوست سمجهي ٿو.

ڊاڪٽر صاحب جي شاعري ۾ دوستيءَ جو ذڪر ڀرپور بہ ڪري آيا آهيون، پر ڪٿي ڪٿي انسان دوستيءَ ۾ دوکو بہ کائي ٿو ۽ تڙپي پئي ٿو، پوءِ اهو شاعر آهي تہ ان جو ذڪر ضرور پنهنجي شاعري ۾ ڪندو، جيئن ڊاڪٽر صاحب ڪري ٿو:

ڪو خنجر لڳي ٿو، مڙي ٿا نهاريون
غدارن جي معني اسان کان پڇي ڪو

(16)

جون ٿا تہ ماڻهن جي مجلس هئي ڪا
ڏٺا مون سمورا ها بي جان بوتا

(17)

شاعر ڌرتيءَ ۽ ٻوليءَ جا رکوالا، سماج ۾ معاشري جا رهبر، محبت ۽ امن جا سفير ۽ عشق جا علمبردار ٿيندا آهن. دنيا جي هر شاعر ان حوالي سان پنهنجو پنهنجو وارو وڄايو ۽ پنهنجو پنهنجو ڏگ ڏسيو آهي. ايئن ئي ڊاڪٽر خادم منگي پنهنجي شاعري ۾ عشق ۽ محبت، فراق ۽ وصال، شڪوي ۽ شڪايت، حسن ۽ جمال، طلب ۽ تقاضا، ڪاميابي ۽ ناڪامي، اميد ۽ نااميد ڪانسواءِ روشن مستقبل جون راهون بہ ڏيکاري ٿو. پاڻ سان گڏ گورن ۽ ڪارن کي بہ گڏ ڪرڻ جي ڳالهہ ڪري دنيا جي سڀني شاعرن لاءِ چوي ٿو تہ:

اسين شاعر رڳو ناهيون
اسين تاريخ ٿا ناهيون
سرن جي سرگمن تي ٿا
نون نسلن کي جهومايون

(18)

هر شاعر محبتن جو سفير ٿئي ٿو ۽ پنهنجي شاعري ذريعي سونهن جي تعريف ۽ واکاڻ ڪرڻ کان رهيو ڪين رهي. هي شاعر بہ حسن، پيار محبت ۽ سونهن جي تعريف هيئن ٿو ڪري:

ڪا نشاني سونهن جي انسان ۾
مور جو ڇڻ ڪنب آ قرآن ۾ (19)

رڳو سونهن تنهنجي سڄي ڪائنات
ٻيا سونهن وارا سڄو ڪوڙ آ
ستارن جي جهرمر تي تون آ مڃي
اها ڪير ڏارا سڄو ڪوڙ آ
(20)

وَلي برسات جو ٿر تي، ڇڻن ۾ ساه پنهجي ويو
لکيو مون سونهن تي جنهن پل، سٽن ۾ ساه پنهجي ويو.
(21)

اي البيلي اتوسان ڪڙو پل ڇا گهاري آيو هان!
تنهنجي اکين ۾ مان پنهنجي دل وساري آيو هان.
(22)

سونهن جي موضوع تي ٿي گفتگو
ڳالهه آخر پنهنجي نيڻن تي ٿي ڪئي. (23)

**دوستي ۽ عشق:**

ڊاڪٽر خادم منگي ڪي ننڍپڻ يعني ميٽرڪ واري دوستي هميشه ياد رهجي وئي جنهن لاءِ هن سڄو سارو نظم سرجي ڇڏيو آهي. هن جي ننڍپڻ جو دوست موهن جيڪو هن وقت انجنيئر آهي. تازو هندن سان ٿيل ڏاڍاين ۽ ناانصافين جي ڪري سنڌ ڇڏي وڃي رهيو هو ته ڊاڪٽر ڪيس ٻانهن کان پڪڙي پاڪر پائي سنڌ نه ڇڏڻ جي، نظم جي صورت ۾ وينتي ڪئي ۽ موٽ ۾ موهن به ٻه چار لڙڪ لاڙي سنڌ نه ڇڏڻ جو وچن ڪيو.

جنهن لاءِ ئي شايد مشهور ڏاهي لارڊ ڪفوڪا چيو آهي ته: "سچي محبت هڪ ناياب شيءِ آهي پر سچي دوستي ان کان به وڌيڪ ناياب آهي". (24)

ها! ڊاڪٽر دعا به ڪائي ٿو ۽ چوي ٿو ته "منهنجا رب! انهن کان پناهه ڏي جيڪي انسان دوستي جي پرچار ڪن ٿا ۽ دوستي ۾ دغا ڪن ٿا" پر ڊاڪٽر خادم وري هيئن ٿو چوي:

اسان ڪان جنهن به متايو آ منهن زماني ۾
يقين ڪر ته اهو شخص بي وڙو هوندو.
(25)

يارن سان نپايان ڪي،
ڳئيان ويساهه گهاتين ڪي. (26)

بس پوءِ ته سنڌ جي مشهور شاعر اياز گل جي هينئين سٽن جيان:

فرض پنهنجو ادا ڪندو رهي ٿو،
دوست آهي، دغا ڪندو ٿو رهي.
(27)

آسڪر وائلڊ چوي ٿو ته "مان پنهنجي دوستن ۾ حسن تلاش ڪندو آهيان، واقفڪارن ۾ اخلاق ۽ دشمنن ۾ دماغ". (28)

ڊاڪٽر خادم به انهن سٽن جيان پنهنجي انهن دوستن سان پيو سلهاڙيو اچي، پر جيڪي دوست سائس واقعي وفادار رهن ٿا، موت ۾ هي به انهن سان با وفا رهندو پيو اچي. جيئن ياڻ متي موهن جو ذڪر ڪيوسين، هاڻ اچو ته ان نظم کي پڙهون:

موهن! منهنجا ڀاءُ
سنڌ نه ڇڏجانءِ تون
سنڌ اسان جي ماءُ
سنڌ نه ڇڏجانءِ تون (29)

ول ڊيورانٽ جو خيال آهي ته "عشق انساني زندگيءَ جي سمورن تجربن مان دلچسپ تجربو آهي." (30)

سنڌ جو هي شاعر به عشق ڪري ٿو، پر هي عشق حاصل ڪان وڌيڪ ترجيح ڏئي ٿو عشق لاحاصل کي، جنهن لاءِ سڄو سارو هڪ خوبصورت نظم سرجي ٿو، جنهن لاءِ هو چوي ٿو ته، اسان لئه عشق ئي سرمايو آ. اچو ته ڏسون نظم "عشق لاحاصل":

اسان جو عشق لا حاصل
اسان لئه هيءُ سرمايو
جلا بخشي ويو جيءُ کي
انهي ئي روح گرمايو
(31)

**گيت:**

"هي لفظ سنسڪرت جي گيہ مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ آهي ڳائڻ، گيت ۾ شاعر عورت جي زباني درد ۽ فراق جا پرسوز نغما ڳائيندو آهي". (32)

ڊاڪٽر صاحب بہ گيت ۾ مڪمل طور عورت جي جذبن، دانهن، حسرتن، اميدن، بي قرارين، انتظارين ڪانسواءِ انهن جي خوشين، ٽهڪن، مرڪن، رنگن ۽ خوشبوئن جو ذڪر ڪري ٿو ۽ اڄ جي عورت جي ڪيفيت کي محسوس ڪري انهن جذبن جي ترجماني پڻ ڪئي آهي. ڪانڌ کي هيئن چوي ٿي:

ڪرڱ جي ڏار مان چاڻ ڏيلهون پڪا
او پڪا! او پڪا! ڏينهن لاٿہ يڪا
(33)

جنهن ۾ ٻهراڙيءَ جي پسمنظر، ماحول، رسم رواج ۽ اتي محنت مشقت جي بہ خبر پوي ٿي تہ ٻهراڙيءَ جون عورتون رڳو محبوب ۽ ڪانڌ جي اوسيئڙي ۾ نہ پر پنهنجي ڪم ڪار سان بہ سلهاڙيل آهن تہ محبوب يا ڪانڌ جي اچڻ جي اوسيئڙي ۾ بہ آهن. ان اوسيئڙي ۾ حسرتون بہ آهن اميد بہ آهي، بي قرار بہ آهي تہ انتظار بہ آهي.

ڪُنڊيءَ تي پرت پريان ٿي
۽ تو کي ياد ڪريان ٿي
سجو ڏينهن ڏيان ڏريان ٿي
۽ تو کي ياد ڪريان ٿي

(34)

**وائي:**

دانهن، درد، فراق، هجر، ڏک وارن جذبن جي اظهار لاءِ لکي ويندي آهي، پر ايڪيهين صدي جي واين ۾ مٿين جذبن کان علاوه ٻيا موضوع جهڙوڪ: بک، بدامني، بي روزگاري، معاشرتي حالتن جي عڪاسي ۽ محبوب جي بي رخين، بي واجبين کان علاوه ڪلاسڪ ۽ جديد وائي ۾ تصوف جا رنگ بہ شامل ڪيا ويا آهن.

اهڙي ئي هڪ وائي ڊاڪٽر صاحب جي آهي، جنهن ۾ هو ٻڪٽي ٻار لاءِ پنهنجي دل کي چند ٻڌائي ان جي تڪميل لاءِ ماني ٻڌجي ٻڪٽي ٻار جي پنڌي ۾ لهڻ جي ڳالهہ هيئن ڪري ٿو:

مهيني مهيني ٿهي چو ڀهان،
چنڊ سوچي پيو.
بڪٽي ٻار جي شل پنڊيءَ تي لهان،
چنڊ سوچي پيو. (35)

**هي هڪ ٻي وائي ڏسو:**

رنگ برنگي ٿهڪ،
پوپٽ جا انداز،
اڏري ڪاڏي تا وڃن.
(36)

**آزاد نظم:**

"انگريزي ۾ هن کي ورسز چيو ويندو آهي، آزاد نظم ۾ نه صرف قافيي جي آزادي هوندي آهي پر وزن ۾ به آزادي آهي. ايئن نه آهي ته وزن رکلو ٿي نه آهي". (37)

اهڙي طرح ڊاڪٽر صاحب به هيٺين موضوعن سان آزاد نظم لکيا آهن:

فنا، بقا، التجا، نيرن، سلسلو، اخبار، روشنيءَ جي پنڌ ۾، منهنجو ديس، نرم دل، خمار، اي ڪامورا، ويڪ اينڊ، خبر، چنڊ جو چولو ۽ نرواڻ.

سلسلو برف سمنڊ جي محبوبا آهي
پر سمنڊ کان برف کي وڇڙي صديون ٿيون آهن
(38)

اهڙي طرح، ڊاڪٽر صاحب شاعريءَ جي هيٺين صنفن تي پڻ سٺي نموني لکيو آهي. ترائيل، پنجڪڙا، چوسٽا، تروينيون، نولڪا، هائيڪا، ٽيڙو، بيت ۽ ڏيڍوٽا. ڊاڪٽر خادم منگيءَ جي شاعري جي ٻنهي مجموعن جي مطالعي کان پوءِ چئي سگهجي ٿو ته اڳتي ايندڙ نوجوان پڙهندڙن، شاعرن ۽ اسڪالرز کي تحقيق جون نيون راهون ملي سگهن ٿيون ۽ ڊاڪٽر خادم منگيءَ جي تخليق تي تحقيق جوڳو ڪم ڪري سگهجي ٿو.

## حوالا:


(1) منگي، خادم، ڊاڪٽر، 2005ع، "پرھ ڀاڪون ڪييون"، سکر، سنڌي ادبي سنگت، ص 1

(2) منگي، خادم، ڊاڪٽر، 2010ع، "کهنبا ڪنديس ڪپڙا"، سکر، جاڳرتا فورم، ص 1

(3) پوهيو، الهداد، ڊاڪٽر، 2009ع، "سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج"، ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ص: 38

(4) منگي، خادم، ڊاڪٽر، 2010ع، "کهنبا ڪنديس ڪپڙا"، سکر، جاڳرتا فورم، ص 50

(5) منگي، خادم، ڊاڪٽر، 2005ع، "پرھ ڀاڪون ڪييون"، سکر، سنڌي ادبي سنگت، ص 23

(6) ايضاً ............ ص 61

(7) ايضاً ............ ص 60

(8) ايضاً ............ ص 23

(9) ايضاً ............ ص 26

(10) آڏواڻي، ڪليان، 1993ع، "شاھ جو رسالو"، ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، داستان7، سُر مارئي، ص: 285

(11) آڏواڻي، ڪليان، 1993ع، "شاھ جو رسالو"، ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، داستان3، سُر يمن ڪليان، ص: 19

(12) منگي، خادم، ڊاڪٽر، 2010ع، "کهنبا ڪنديس ڪپڙا"، سکر، جاڳرتا فورم، ص 42

(13) منگي، خادم، ڊاڪٽر، 2005ع، "پرھ ڀاڪون ڪييون"، سکر، سنڌي ادبي سنگت، ص 23

(14) آڏواڻي، ڪليان، 1993ع، "شاھ جو رسالو"، ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، داستان2، سُر حسيني، ص: 203

(15) آڏواڻي، ڪليان، 1993ع، "شاھ جو رسالو"، ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، داستان2، سُر آسا، ص: 357

(16) منگي، خادم، ڊاڪٽر، 2010ع، "کهنبا ڪنديس ڪپڙا"، سکر، جاڳرتا فورم، ص 21

(17) منگي، خادم، ڊاڪٽر، 2005ع، "پرھ ڀاڪون ڪييون"، سکر، سنڌي ادبي سنگت، ص 42

(18) منگي، خادم، ڊاڪٽر، 2010ع، "کهنبا ڪنديس ڪپڙا"، سکر، جاڳرتا فورم، ص 108

(19) منگي، خادم، ڊاڪٽر، 2005ع، "پرھ ڀاڪون ڪييون"، سکر، سنڌي ادبي سنگت، ص 19

(20) ايضاً ............ ص 24

(21) منگي، خادم، ڊاڪٽر، 2010ع "کهنبا کنديس ڪپڙا"، سکر، جاڳرتا فورم، ص 19

(22) ايضاً ........................................ ص 30

(23) ايضاً ........................................ ص 26

(24) منگي،نبي بخش، استاد، 2006ع "ڀڪندڙ ٻول"،ڪراچي،سنڌيڪا اڪيڊمي،ص 111

(25) منگي، خادم، ڊاڪٽر، 2010ع "کهنبا کنديس ڪپڙا"، سکر، جاڳرتا فورم، ص 25

(26) ايضاً ........................................ ص 74

(27) اياز گل، "ڏک جي نہ پڇائي آ".

(28) منگي، نبي بخش، استاد، 2006ع "ڀڪندڙ ٻول"، ڪراچي،سنڌيڪا اڪيڊمي،ص 110

(29) رسالو، "هفتيوار ڪاوش مئگزين"، 2012ع، 12آگسٽ، حيدرآباد، ص

(30) منگي، نبي بخش، استاد، 2006ع "ڀڪندڙ ٻول"، ڪراچي،سنڌيڪا اڪيڊمي،ص 187

(31) رسالو، ماهوار "پرک"، 2012، مارچ، ڪراچي، ص 23

(32) سنڌي، ميمڻ، عبدالمجيد، ڊاڪٽر، 2012ع "سنڌي ادب جو تاريخي جائزو" ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، ص 221

(33) منگي، خادم، ڊاڪٽر، 2010ع "کهنبا کنديس ڪپڙا"، سکر، جاڳرتا فورم، ص 147

(34) ايضاً ........................................ ص 148

(35) ايضاً ........................................ ص 81

(36) ايضاً ........................................ ص 98

(37) سنڌي، ميمڻ، عبدالمجيد، ڊاڪٽر، 2012ع "سنڌي ادب جو تاريخي جائزو" ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن، ص 232-231

(38) منگي، خادم، ڊاڪٽر، 2010ع "کهنبا کنديس ڪپڙا"، سکر، جاڳرتا فورم، ص 122

اختيار سولنگي

# راشد مورائيءَ جي ڪلام ۾ متحرڪ ۽ غيرمتحرڪ عڪس

## Kinetic and Static Images in the Poetry of Rashid Morai

**ABSTRACT:**

Literature is a major form of human understanding. It has worked wonders to promote the sense of beautiful aspects of human life. It is no exaggeration to say that literature has educated us. Moreover, it has consistently helped to bring about pleasure, beauty and entertainment. The striking sight of the moonlight, rising of the sun, chirping of the birds, smiling of the babies and damsels are various shades of natural beauty presented in the form of literature. The literature of Sindh has monumentally produced literary products of international worth and reputation. Shaikh Ayaz, Ustad bukhari, Tajal Bewas, Adal Soomro, Ayaz Gul and Rashid Morai are some of the great literary icons of this land. Rashid Morai's verses are replete with the spirit of nationalism, realism, classicism and romanticism which presents significant themes. Morai has written almost all genres of Sindhi literature viz: Geet, Ghazal,Wai, Nazam, etc. This research paper focuses on Kinetic images & Static images found in Kafion, Geet ain Ghazal Morai.

ادب ٻولي سماج جو، هڪ جمالياتي روپ آهي. جنهن جي جمال ۽ ڪمال هميشہ انساني دلين تي حڪومت ڪئي آهي. سو ان ڪان منهن موڙڻ، زندگيءَ ڪان منهن موڙڻ جهڙو آهي. زندگيءَ ڪان منهن تہ ڪوئي بي شعور انسان ئي موڙي سگهي ٿو. باقي تہ با شعور انسان زندگيءَ سان پيار ڪندو آهي، ۽ زندگيءَ جي سيني روپن جو قدر ڪندو آهي. زندگي جيئڻ بہ آهي، جهڙي بہ روپ ۾ ملي آهي، اها سيني کي پياري آهي. ۽ ان ۾ جيڪي تجربا، مشاهدا ۽ مطالعہ ٿين ٿا، اهي سڀ جو سڀ انسان جو وڏو سرمايو آهن. ۽ انهن سيني جو نچوڙ، اسان کي ادب جي روپ ۾ ملي ٿو. رات جي سانت ۾، چنڊ جو اڀِرڻ ۽ ڏٺ بہ، زندگي جي علامت آهي. هوائن جا ساز وڄائڻ جنهن تي وڻن جي پنن جو محو رقص ٿيڻ بہ زندگيءَ جي دل ڪش علامت آهي. جيڪا روح کي راحتون بخشيندي آهي، اها انسان جي مٿان فطرت جي ڪرم نوازي آهي. ۽ شاعري بہ فطري خوبصورتين مان هڪ خوبصورتي آهي. شاعريءَ ۾ زندگيءَ جون بيشمار

حقيقتون موجود آهن، جيڪي انسان جي لاءِ مشعل راهه ڪان گهٽ نہ آهن. ۽ وقت جي جديد تقاضائن مطابق، شاعريءَ تي جيڪي تحقيقون ۽ تجربا ٿيا آهن، انهن تحقيقن ۽ تجربن مان، شاعريءَ ۾ عڪسن جو موجود هجڻ بہ هڪ تحقيق آهي. اسان عڪسن کي شاعريءَ ۾ ڪيئن ۽ ڪهڙي طريقي سان ڳولهي سگهون ٿا؟ اهو بلڪل آسان آهي. بس اسان کي پنهنجا محسوس ڪرڻ وارا حواس مڪمل طرح متحرڪ رکڻ گهرجن. ڇو تہ هر عمل ۾ نفسيات جو وڏو عمل دخل هوندو آهي. جيڪڏهن ذهن منتشر هوندو تہ حقيقتون مڪمل طرح حاصل نہ ٿي سگهنديون. مختلف حواسن سان محسوس ٿيندڙ عڪسن جو تعداد 12 آهي، جيڪي هيٺ ڏجن ٿا.

1. ڏسڻ جا عڪس (Visual images)
2. ٻڌڻ جا عڪس (Auditory images)
3. غير متحرڪ عڪس (Static images)
4. متحرڪ عڪس (Kinetic images)
5. سنگهڻ جا عڪس (Olfactory images)
6. ذائقي جا عڪس (Taste images)
7. ڇهڻ جا عڪس (Tactile images)
8. حرارتي عڪس (Thermal images)
9. رنگين عڪس (Color images)
10. حواسن کي لطف ڏيندڙ عڪس (Sustatory images)
11. انتقالي مشاهدي وارا عڪس (Synaesthetic images)
12. ٻٽا عڪس (Complex images) (1)

مٿي ڏنل 12 عڪسن جي الڳ الڳ ۽ منفرد سڃاڻپ آهي. پر هتي صرف ٻن متحرڪ عڪسن (Kinetic images)۽ غير متحرڪ عڪسن (Static images) تي ڳالهائڻو آهي. جن لاءِ راشد مورائيءَ جي شاعريءَ جي چونڊ ڪئي وئي آهي.

راشد 1957ع کان شاعريءَ جي شروعات ڪئي، ڪيس شاعري ورثي ۾ ملي آهي، سندس ڏاڏو سيد نور شاهہ ۽ والد سيد سعيد علي شاهہ "خادم" پڻ سٺا شاعر هئا. جن جي شاعري مذهب ۽ مجاز جو سنگم آهي. ۽ راشد جو 67-1966ع دوران ون يونٽ ۽ آمريت خلاف تحريڪن ۾ ڪم ڪندي، قومي شاعريءَ طرف لاڙو ٿيو. راشد جي شاعريءَ ۾ فني پختگي، جدت، جماليات،

حقيقت پسندي، قوم پرستي، خوشي، غم، پيار، محبت، چوڻيون، محاورا، تشبيهون، استعارا، تجربا، مطالعو ۽ مشاهدو ملي ٿو.

"راشد جي شاعريءَ جو پهريون ڪتاب "سنڌڙيءَ جو سوداءُ"، 80-1970ع واري ڏهاڪي ۾ ڇپيو هن وقت ناياب آهي. "ميندي ۽ سندا ڪيت"، 2004ع ۾ ٻيو ڇپرو، حيدرآباد مان سچل پبليڪيشن طرفان ڇپيو. "دل جو شهر"، 2004ع ۾ المهراڻ فائونڊيش، سانگهڙ طرفان ڇپيو. "شعلا شعلا واءُ ۾"، قومي شاعريءَ جو مجموعو، 2013ع ۾ نيشنل پبلشنگ هائوس، حيدرآباد مان ڇپيو "ديوان راشد" 2013ع ۾ ٻيو ڇپرو، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد مان ڇپيو. ۽ بحث هيٺ آيل ڪتاب "ڪافيون، گيت، غزل" 2008ع ۾، المهراڻ فائونڊيشن، سانگهڙ طرفان ڇپيو، ۽ هن ڪتاب سنڌي لينگويج اٿارٽي طرفان انعام پڻ حاصل ڪيو آهي. ان کان علاوه "پاڻيءَ تي پهرو" ڪهاڻين جو مجموعو، 2006ع ۾، فهد پبليڪيشن، حيدرآباد طرفان ڇپيو. "اڳتي تاڻ امنگ جي" مضمون ۽ خاڪا، المهراڻ فائونڊيشن، سانگهڙ طرفان ڇپيو. "جوڀن جهونڊو واءُ جو 2008ع ۾، سجاڳي پبليڪيشن حيدرآباد طرفان ڇپيو. "راشد جي رهاڻ" انٽرويوز جو مجموعو به ڇپيل آهن.۽ "خط خوشيءَ مان ڪول" 2011ع ۾، المهراڻ فائونڊيش، سانگهڙ طرفان ڇپيو". (2)

سندس شاعريءَ جي ڪتاب "ڪافيون، گيت، غزل" ۾ متحرڪ عڪسن (Kinetic images)۽ غير متحرڪ عڪسن (Static images) تي ڳالهائڻ کان پهريان ڏسي وٺجي ته، متحرڪ عڪسن (Kinetic images)جي سڃاڻپ ڪيئن ڪجي؟

**متحرڪ عڪسن (Kinetic images):** عڪس شاعريءَ ۾ محسوس ٿيندڙ تصويرون آهن، جن لاءِ جمشيد لکي ٿو ته،

"متحرڪ عڪسن جي سڃاڻپ لاءِ اسان جيڪا تحرير/شعر پڙهون ته، اسان کي ايئن محسوس ٿئي ته، اهو منظر جيڪو هن شعر ۾ ڏنو ويو آهي، مثال: مينديءَ جي تارين جي لڏڻ جو منظر آهي، يا مينهن جي وسڻ جو منظر آهي، يا وري ڪنوڻ جي تجلن جو ذڪر آهي، اهي سڀ منظر حرڪت ڪري رهيا آهن ته، اسان کي سمجهڻ گهرجي ته، هي متحرڪ عڪس (Kinetic images) آهن". (3)

هاڻي ڏسجي ته راشد جي شاعريءَ ۾ متحرڪ عڪس ڪهڙي روپ ۾ استعمال ٿيل آهن؟

اڄ ڪانگ ڪولي تي پيو ٻولي، ٻڌو ڙي! ڪن ڪولي
ايندو هو پرين پرڏيهي

گرهه ڪري ٿو منهنجي اک ٻه ٿي ڦڙڪي
اک ٿي ڦڙڪي منهنجي دل ٻه ٿي ڌڙڪي
ياچ ڪاڏي غمن جي آ ٽولي، ٻڌو ڙي! ڪن ڪولي
(4)

هر قوم ۾ ڪي رسمون، رواج ٿيندا آهن، جيڪي ٻين قومن کان جدا ۽ مختلف هوندا آهن، پر ان سان گڏو گڏ ڪجهه عقيدا ۽ وهم ٻه هوندا آهن، جن جو بنياد عجيب ۽ انوکي قسم جو هوندو آهي. سنڌي قوم ۾ ٻه تمام گهڻيون رسمون ۽ رواج موجود آهن، پر ڪجهه انوکي قسم جا عقيدا ۽ وهم ٻه موجود آهن، جيڪي ٻين قومن کان نرالا ۽ منفرد آهن. جهڙوڪ: ڪانگ جي لنوڻ تي اهو گمان ڪيو ويندو آهي ته، ڪو مهمان اچي رهيو آهي، يا ڪنهن ڏورانهين ڏيهه ويل، عزيز جي واپس اچڻ جا خيال دل ۾ پيدا ڪر ڪندا آهن. مٿين شعر ۾ ٻه انهن ٽنهي ڳالهين جو ذڪر ٿيل آهي، ۽ شعر ۾ متحرڪ انقالي مشاهدي وارا عڪس (Kinetic synaesthetic images) موجود آهن.

راشد راڻل جا ته ڪنن ۾ ٻيهر ٻول ٻريا،
نس نس منهنجي ناچ نچي ٿي، جڻ ڪي ساز ڇڙيا. (5)

محبوب جي ٻه دنيا ۾ عظيم هستي ٿئي ٿي. جنهن جو هر گفتو، هر ناز، هر ادا ۽ انداز عاشق جي دل تي نقش ٿيو پوي. جيڪڏهن ٿورڙي جدائي يا وڇي پئجي وڃي ته، زندگي بي مزا ۽ بي چسي لڳندي آهي. پر جيڪڏهن اچانڪ ۽ اوچتو، من کي موهيندڙ، دل تي راڄ ڪندڙ هستيءَ جو آواز ٻڌڻ جي حواسن تائين پهتو ته، خوشيءَ جون لهرون رت ۾، مهراڻ جي موج واري مستي پيدا ڪري ڇڏينديون آهن. ۽ نس نس ناچ ڪندي آهي.مٿين شعر ۾ ٻڌڻ وارا متحرڪ عڪس (Kinetic images)موجود آهن.

کارونجهر جي ڪور تي، ڪي نچن پيا مور،
کينجهر جي ڪنڌيءَ تي، چرن پيا ڍور،
ڪيو نينهن نظاري نهال، هجي حاصل اسان کي وصال
او سهڻا، موٽي آ!

سکر، بکر، روهڙي، اُتر کان اروڙ،
ڏکڻ روپا ماڙيءَ تي، پيو وسي ٻنا پوڙ،
ڪري ڪکرن چڙيو آ ڪمال، هجي حاصل اسان کي وصال
او سهڻا، موٽي آ! (6)

کارونجهر جي ڪور تي مورن جو نچڻ، سنڌ جي سونهن جي ساراهه آهي. پيو تہ اها آگاهي پڻ آهي تہ اسان وٽ ڪارونجهر جي علائقي ۾ مور بہ موجود آهن. جن جو ناچ ڏسڻ واري کي موهي وجهندو آهي، ۽ کينجهر جي ڪنڌيءَ تي ڍورن جو چرڻ بہ سنڌ جي خوشحاليءَ جي علامت آهي. سکر، بکر، روهڙي ۽ اروڙ چار ئي شهر جي غور ڪري ڏسبو تہ تاريخي حيثيت رکندڙ آهن،

"بکر جي قلعي جو بنياد 333هہ ۾ پيو، (جيڪو بيضوي شڪل جو اپيٽ، 800 وال ڊگهو، 300 وال ويڪرو ۽ دريائي مٿاڇري کان 25 فوٽ مٿي آهي) عباسي خليفن جي ڏينهن ۾ مهراڻ جي ٻن شاخن جي وچ ۾ تعمير ٿيو. "تحفة الکرام" ۾ سندس اڳوڻو نالو فرشتہ ڏنل آهي. بکر الور (اروڙ) جي ويرانيءَ کان اڳ آباد ٿيو ۽ مٿس هجري ستين صديءَ ۾ بکر نالو پيو". (7)

مٺا ماڻهو سنڌ جا، مٺيون تن جون ٻوليون،
تلن ٽور سهڻي، هلن هوري هوري!
(8)

سنڌي ماڻهوءَ جي سادگي، لکن ۾ پڙري هوندي آهي ۽ سهاجهڙائپ وري ايتري وڻندڙ هوندي آهي، جو پنهنجي ڳوٺ کان، هڪ ڪلو ميٽر جي مفاصلي تي هوندو تہ بہ، پر وارو علائقو پرديس پيو پاسندس ۽ اداس ۽ پريشان هوندو تہ، ڪٿي رات نہ پئجي وڃي. جي رات پئجي وئي تہ، هتي ڪنهن وٽ رهندس؟ پويان گهر جي ڀاتين تي الائي ڪهڙي گذرندي؟ پيو الله کي ياد ڪندو ۽ دل ئي دل ۾ پيو دعائون گهرندو تہ، من ڪا سواري ملي پوي تہ، خير سان گهر وڃي پهچان.هيءَ سادگي جنهن مٽيءَ جي ماڻهن ۾ هوندي، اهي نفرت جا ٻج ڪڏهن بہ

ڪونہ پوڪيندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو هزارين سالن کان سنڌ ڌرتيءَ تي ڌاريون قومون ڪاهون ڪنديون رهيون آهن، پر ڪڏهن بہ سنڌي قوم ڪنهن تي ڪاهہ ڪونہ ڪئي آهي. سندن ٻولي بہ مٺڙي ۽ من کي موهيندڙ آهي تہ، سلوڪ بہ سهڻو آهي. جيڪڏهن ڪو مهمان آيو ۽ ڪجهہ ڏينهن رهي جڏهن واپس وڃڻ جي ڪندو تہ، من ماندو ٿي پوندن ۽ اکين ۾ نمي پٺي نظربي. ڪچهرين جا ڪوڏيا سڄي رات گذري ويندي پر ڳالهين ڪندي نہ ڍاپندا. جن جي تعريف ۾ جيترو لکجي گهٽ آهي. مٿين شعر ۾ حواسن کي لطف ڏيندڙ متحرڪ عڪس موجود آهن.

لڳ ڏکن ٿا، ڏند وڄن ٿا،
سرديءَ ۾ پيا، اک سڄن ٿا،
"راشد" ٻيڙي غرق ٿئي شل! ههڙي تنگ سياري جي (9)

مٿين شعر ۾، تمام خوبصورت نموني سياري جو ذڪر ڪيل آهي، سرديءَ ۾ لڱن جو ڏکڻ ۽ ڏندن جو وڄڻ تہ محسوسي، پر اکن جي ساون پنن کي بہ سيءَ ساڙي ٿو ڇڏي. اهو بہ سندس مشاهدي جو پهلو آهي، سيءَ جو هي روپ بہ راشد جمالياتي رنگ ۾ پيش ڪيو آهي. پر هيٺين سٽ ۾ وري روايتي سنڌي انداز ۾، سياري جي موسم کي پاراتا پيو ڏي، ان ۾ بہ مصلحت موجود آهي، غريب ماڻهو نہ سياري ۾ سک سان سمهي سگهندو آهي، نہ ساوڻ ۾، سو سندس ڏکهي، تيز ۽ حساس شاعرانہ نگاهہ، انهن مسڪين ماڻهن جي احساسن کي پروڙي ٿي وٺي ۽ مٿين شعر ۾ اهي تصويرون محفوظ ٿو ڪري ڇڏي. هي بہ انتقالي مشاهدي وارا متحرڪ عڪس (Kinetic synaesthetic images) آهن.

ناهي اوڇڻ، بوڇڻ ماءُ، نہ ڪوئي اولو يا ڪا اوٽ،
امان، اڄ سيءَ بہ ڏاڍو آ!
اوتي اُتر واءُ لڱن ۾، ڏڪڻيءَ جي ڦڙڦوٽ،
امان، اڄ سيءَ بہ ڏاڍو آ! (10)

هن شعر ۾ لڏا متحرڪ عڪس ڪم آيل آهن. غربت ۽ بيوسيءَ واريون هانءُ ڏاريندڙ تصويرون بہ هن شعر ۾ موجود آهن، جيڪي سنڌ ۾ رهندڙ انهن مسڪين ماروئڙن جون آهن، جيڪي سياري ۾ ساون وڻن کي ساڙيندڙ سيءَ جو منظر پيش ڪري رهيون آهن، بنا اجهي بيوسيءَ مان، امڙ کي دانهيندي

احساس جا اڻکٽ اولڙا اڀاريندي، معصوميت مان سيءَ جي شڪايت ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڇاٿو ڪري سگهجي، جڏهن ٻي ڪا واهه وسندي نہ هجي.

ڪنهن ڳالهايو جي گهڻ وجهي، جڻ ڇوري ٻار کي چڙٻ ملي،
يادن جا ٻيا جڻ ڦٽ أٿلي، ٻي ڇئن لڇان، ڦٿڪان وينو!
(11)

انساني، مزاج ۽ رويہ بہ موسمن وانگر پيا بدلبا رهندا آهن، ڪڏهن بهار جي مند ۾ برسات جيان پيا وسندا آهن. تہ ڪڏهن گرمين جي اڪ جيان، من تي موتجهارو ڪري ڇڏيندا آهن. تہ ڪڏهن ماڪ جيان چمڪندڙ موتي بڻجي من تي پيا وسندا آهن. پر اجان بہ جڏهن انسان اڪيلائيءَ جي عالم ۾ هجي تہ، هر ڏسڻ واري جي نگاهہ ۾ زهر جو سيلاب ٻيو نظربو آهي. اهڙي صورتحال ۾ تہ، گهڻ وجهي ڳالهائڻ، ڇوري ٻار کي ڏنل چڙٻ کان گهٽ نہ آهي. اها چڙٻ جنهن ۾ ڏنپ جو احساس ٿئي، ان وقت انسان ماضيءَ جي خوشين کي ياد ڪري زارو قطار، روئڻ سان گڏوگڏ لڇڻ ۽ ڦٿڪڻ کان سواءِ ٻيو ڪري بہ ڇا ٿو سگهي. راشد جي مٿين شعر ۾ بہ ڪجهہ اهڙي ئي قسم جي ڳالهہ ٿيل آهي. لڇڻ ۽ ڦٿڪڻ واري ڪيفيت متحرڪ عڪسن کي ظاهر ڪري ٿي.

اسان جا تہ لوڏيا ٿي حورن هندورا،
پئي رات راشد! پرينءَ جي شهر ۾
(12)

جنهن جو اٿڻ، ويهڻ، هلڻ، ڏسڻ ۽ کلڻ ساهہ کي سڪون ڏيندو هجي، جنهن کي ڏسڻ لاءِ دل دعائون گهرندي هجي، ان جي شهر ۾ رات رهڻ بہ جنت ۾ رهڻ جهڙو ئي لڳندو، ۽ سڄي رات سوچن ۾ ساجن جو هجڻ، حورن جي هندورن لوڏڻ کان گهٽ ڪو نہ محسوس ٿيندو. سو راشد جي بہ رات پرينءَ جي شهر ۾ جو گذري تہ، ڪيس سندا خيال ننڊ جي حالت ۾، حورن جي هندورن ۾ لڏندي محسوس ٿيا آهن. محبوب جي شهر کي ماڻ ڏيڻ، بہ محبت جي مقام کي اعليٰ درجو عطا ڪرڻ آهي. ۽ پرينءَ کي منفرد ڪري بيهارڻ آهي. مٿين شعر ۾ حواسن کي لطف ڏيندڙ متحرڪ عڪس ڪم آيل آهن.

گهڻن جا خيال ۽ نظريا، وٺي لوڙهي آ مايوسي،
مگر ٿي ذهن منهنجي ۾، ڪڏهن پڇ ڊاهہ ڪانهي ڪا.
(13)

هن شعر ۾ حواسن کي لطف ڏيندڙ متحرڪ عڪس آهن. ۽ راشد جو تجربو صاف ۽ چٽو پيو نظر اچي. ڪيترائي ماڻهو وڏيون وڏيون ڳالهيون ڪندا آهن، پر وقت جا لاها چاڙها، ڪين ڪيل ڳالهين ۽ واعدن تان ڦيرائي ڇڏيندا آهن، ان ۾ انهن جو ڏوهه نٿو چئي سگهجي، پر مشڪلاتن سان مهاڏو اٽڪائڻ به، جهڙي تهڙي جو ڪم نه آهي. گهڻن جا نظريا ۽ خيال مايوسيءَ ختم ڪري ڇڏيا ۽ هو چپ ڪري ويهي رهيا. اهو سمجهي ته منزل هاڻي ڪونه ملندي، اجايو وقت جو زيان ڇو ڪجي؟ مگر ڪجهه اهڙا مسافر به هوندا آهن، جن جي يقين کي ڪو به طوفان لوڏي ناهي سگهندو. ۽ هالار جهڙا حوصلا بلند ڪري منزل جي طرف وڌندا رهندا آهن، صرف ان اميد جي سهاري، ته هڪ ڏينهن نيٺ منزل کي ماڻي وٺبو. اها سچائي ئي انسان کي مشڪلاتن ۾ سهارو ڏيندي آهي، جنهن ڪري ذهن ۾ پيچ ڍاهه نه ٿيندي آهي.

جيئن رسيلو ٻول ٿيندو ٿو وڃي،
پُرڪشش ماحول ٿيندو ٿو وڃي.
جيئن سَخا محبوب جي پئي ٿي وڌي،
تيئن ڪشادو جهول ٿيندو ٿو وڃي.
(14)

جيئن جيئن گفتگو ۾ مستي پرجندي ٿي وڃي، تيئن تيئن ماحول خوبصورت ۽ وڻندڙ ٿيندو ٿو وڃي. محبوب جون نوازشون به ماڻهوءَ کي مست ڪريو ڇڏين، ساوڻ جي بادلن جيئن دل ۾ گجگوڙ ٿيو پوڻ. سوچون سرهيون ٿيو وڃن، روح محو رقص ٿيو پوي. ۽ دل به وڏي ٿي پوي، عشق جو عرفان به، معراج بخشي ٿو ڇڏي. هن شعر ۾ به حواسن کي لطف ڏيندڙ متحرڪ عڪس شامل آهن. جيڪي شعر جي جماليات کي نکيري نروار ڪري رهيا آهن.

ڪاڪ منجهان ٿي خاڪ اڏامي،
راڻا سپ هيسايل آهن. (15)

بي روزگاري به وڏي بيماري آهي. جنهن ديس جي واسين کي ڏڻن، آسرن ۽ دلاسن جي درياءَ ۾ ٻوڙيو ويو هجي، اُتي ڪير ڪُرُ ڪٿي ڳالهائيندو؟ جتي پوتار جا پاليل ڪتا ڪارين ۾ گهمندا هجن، ۽ پڙهيل نوجوان سياستدانن جي پويان پيا ڊڪندا هجن، جتي ايمانداريءَ کي ڦاهي تي چاڙهيو ويو هجي، جتي ڪوڙن کي ڪلنگيون ٻڌل هجن. اُتي مايوسيءَ جي رڃ کان سواءِ ٻيو ملي

ٻه چا ٿو سگهي.؟ هن شعر ۾ ٻه انتقالي مشاهدي وارا متحرڪ عڪس ڪم آيل آهن.

**غير متحرڪ عڪس:** هنن لفظن ۾ ئي ڳالهه چٽي ۽ پڌري پٽ لڳي پئي آهي ته، بنا چر پر جي خاموش سانت وغيره غير متحرڪ عڪسن لاءِ جمشيد لکي ٿو ته:

"اهڙا عڪس جن ۾ جنهن جو ٻه ذڪر ٿيل هجي، جيڪو ٻه منظر چٽيل هجي، اهو بلڪل ٻه حرڪت ڪندڙ نه هجي، قبرن وانگي خاموش هجي. ۽ ان ۾ چُرپُر نه هجي، جن کي پڙهي اهو محسوس ٿئي ته هنن ۾ ساهه ئي ڪونه آهي. ۽ بي جان آهن. هي غيرمتحرڪ عڪسن (Static images) جون نشانيون آهن".(16)

هاڻي راشد جي شاعريءَ ۾ ڏسجي ته غير متحرڪ عڪسن ڪيئن ڪم آندل آهن؟

ماڻ جي ماحول ۾ ڪو ولولو پيدا ڪجي،
ذوق خاطر زندگيءَ ۾ زلزلو پيدا ڪجي،
موٿ سان سعيو ڪري، اڪيون ملائي ٿا ڏسون!

(17)

حوصلا ۽ ولولا پيدا ڪرڻ لاءِ تند ڦٽائي پوندي آهي، ۽ ڪي اهڙا گيت تخليق ڪرڻا پوندا آهن، جن جا ٻول ٻرندڙ شعلا هجن، جن جا خيال خلائن کي پر ڪرڻ جو عزم رکندا هجن، جن جي آڏو موت ٻه ڪا معنيٰ نه رکندو هجي. ان سان اکيون ملائي هلڻ وارا انسان ضرور ڪاميابيون ۽ ڪامرانيون ماڻيندا آهن. هن شعر ۾ غير متحرڪ عڪس آهن، جن کي متحرڪ ڪرڻ لاءِ جذبا بيقرار پيا ڏسجن. ۽ زلزلا پيدا ڪرڻ لاءِ بيچين هجن.

چڻ ته آهي راڄ تي، راڪاس جو پاڇو پيو،
موت جهڙي ماڻ ۾، ڪا زندگي پيدا ڪريو!

(18)

هن شعر ۾انتقالي مشاهدي وارا غير متحرڪ عڪس ڪم آيل آهن. جن ۾ نصيحت، ۽ اُتساهه پريل آهي. جڏهن ڪوئي مايوسيءَ جي حالت ۾، اچي هيٺ ڪنڌ ڪري ويهي رهندو آهي، ان وقت دنيا ۾ صرف اداسيءَ جا پاڇا پيا نظربا آهن، ۽ هر طرف اونده انڌوڪار پئي پسجندي آهي، اهڙي عالم ۾ ڪنهن سهاري جي سخت ضرورت هوندي آهي ۽ ڪنهن سچي سورهيه ليڊر کي اکيون تلاش

پيون ڪنديون آهن. ان وقت ۾ راشد جي شاعري ان خال کي پر ڪرڻ لاءِ حوصلا افزائي جو ڪم ڏيندي آهي، جنهن ۾ اتساهه سان گڏ معيار به آهي، راڄ تي راڪاس جو پاڇو پوڻ مايوسي جي علامت آهي، ان موت جهڙي ماٺ ۾ زندگي پيدا ڪرڻ جي ڳالهه ڪاميابي طرف وڌڻ جي علامت آهي، ته ڇا به ٿئي پر چپ ڪري ناهي ويهڻو. ماٺ معنيٰ موت آهي، ۽ زنده دل انسان ان ماٺ کي زندگيءَ ۾ تبديل ڪري ڇڏيندا آهن.

پاڻيءَ کان سوا وڻي آهي سُڪي،
وڻراهه هئي جا واهن سان.

(19)

هن شعر ۾ افسوس جو اظهار ٿيل آهي، ۽ ماضيءَ جا منظر چٽيل آهن. جن کي حال جو حال ڏسي، ياد ڪيو ويو آهي. ۽ اهو به ٻڌايو ويو آهي ته، جيڪڏهن پنهنجي شين جو، پنهنجي وقت جو، پنهنجي گهر جو پنهنجي پاڙي جو، پنهنجي ڳوٺ جو، پنهنجي شهر جو، پنهنجي تعليم جو، پنهنجي صحت جو، قوم جو ۽ پنهنجي وطن جو خيال نه ڪندؤ ته، اها ئي حالت ٿيندي جيڪا واهن سان وڻراهه جي ٿي آهي. هن شعر ۾ پڻ غير متحرڪ عڪس ڪم آيل آهن.

ماٺ به اهڙي سنڌي سودا،
جيئري ڄڻ ته قبر ۾ آهيون.

(20)

هن شعر ۾ غير متحرڪ عڪس موجود آهن. جن کي معياري لهجي ۾ ڪم آندو ويو آهي، سنڌي ماڻهو بهادر، اڙٻنگ، ٻي ڏيا، دودي سومري، درياءَ خان، شاهه عنايت، شاهه بلاول، سچل سرمست ۽ شاهه لطيف جي فڪر جا وارث، جو ماٺ ڪري ويهندا ته، پوءِ ظاهري ڳالهه آهي، ته جيئري ئي قبر ۾ پاسندا، مٿين شعر ۾ ولولو پيدا ڪندڙ ميار آهي، جيڪا رت کي رقص ۾ آڻي ڇڏيندي آهي. ۽ ماٺ جي ماحول ۾ باهه جا شعلا ڀڙڪي پوندا آهن. سنڌي ماڻهو سر ته ڏئي سگهي ٿو، پر سانت نٿو ڪري سگهي، ها جان ڏئي جوش ڀڙڪائي ٿو سگهي ۽ پنهنجا نظريا بچائي ٿو سگهي، پر جيئري قبر ۾ رهڻ واري چپ نٿو ڪري سگهي. راشد جي هر شعر جيان هي شعر به اُتساهيندڙ ۽ اڀاريندڙ خيال سان سينگاريل آهي.

## حوالا


1. جويو، تاج، "جديد سنڌي شاعريءَ ۾ احساس ۽ عڪس" مرتب، چانڊيو، جامي، ڪلاسيڪي ۽ جديد سنڌي شاعري، ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، 2007ع، صفحو، 516
2. (راشد مورائيءَ جي پٽ شاهه لطيف ۽ حاڪم گل مهر کان تاريخ 2016/05/15ع، بروز آچر بوقت 7:30 کان 9:00تائين صبح جو موبائيل ورتل انٽرويو)
3. جمشيد، "سرمد چانڊيو جي عڪسي شاعريءَ جو تنقيدي ۽ تحقيقي جائزو" مونوگراف، ايم.اي سنڌي،SALU 2010ع، صفحو، 41
4. مورائي، راشد، "ڪافيون، گيت، غزل" سانگهڙ، المهراڻ فائونڊيشن، 2008ع، صفحو، 80
5. ايضاً، صفحو،31
6. ايضاً، صفحو، 145
7. مولائي شيدائي، رحيمداد خان، "جنت السنڌ" ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، 2015ع، صفحو، 224
8. مورائي، راشد، "ڪافيون، گيت، غزل" سانگهڙ، المهراڻ فائونڊيشن، 2008ع، صفحو، 155
9. ايضاً، صفحو، 172
10. ايضاً، صفحو، 200
11. ايضاً، صفحو، 224
12. ايضاً، صفحو، 240
13. ايضاً، صفحو، 281
14. ايضاً، صفحو، 285
15. ايضاً، صفحو، 311
16. جمشيد، "سرمد چانڊيو جي عڪسي شاعريءَ جو تنقيدي ۽ تحقيقي جائزو" مونوگراف، ايم.اي سنڌي،SALU 2010ع، صفحو، 39
17. ايضاً، صفحو، 83
18. ايضاً، صفحو، 222
19. ايضاً، صفحو، 231
20. ايضاً، صفحو، 238

عبدالعزيز منگي

# سنڌي ڊرامو/ ناٽڪ
## (مختصر جائزو)

# Brief Review Of Sindhi Drama (After 1980 A.D)

**ABSTRACT:**

English word 'Drama' is actually derived from a Greek word 'Drao', which means 'To do, act, perform'. Drama is like a mirror, in which customs and traditions of life are reflected with the help of performing characters. Drama is that sort of literature, in which a director conveys the message of it's writer to the society by the help of performing artists. It's aim is to condemn the social evils and to provoke the sense of Human Welfare.

The divinatory of Drama meets at about 535 B.C, when a poet and intellectual named 'Thespis' had him self played and performed on stage in Athens and is considered the first actor in Greek drama.

In another opinion, it is said that, the drama has instituted and developed simultaneously in Egypt, China, Greek and Sub-Continent. It is conceptualized that, the earliest drama in Sub-Continent was 'Shakuntila' of Kalidas, which was in Sanskrit Language. Sindhi drama came forth in 19th century. Many dramatic societies from Bombay used to visit Sindh and performed various kinds of dramas, songs and puppet shows here along with historical plays of Shakespeare.

It is said that, in Sindh, the drama found its way in 1854 A.D, after the British occupation on Sindh. The Royal theatre laid the foot in Karachi, where from 6th to 8th June 1854, Johan Thomas heir's complete melo drama "The Austerlitz soldier's bride" was performed on stage.

Then, Sindhi writers including Mirza Qalich Beg, Imam Bux Khadim, Kodumal and others wrote dramas. Along with these, prof: Mangha Ram Malkani, Ahmed Chagla, Usman Ali Ansari, Muhammad Usman Diplai, Bhero Mal maharchand Advani, Muhammad Ismail Ursani, Kishan Chand Bewas, Jethmal Persram, Lekhraj Aziz, Kalyan Advani and others also did their best to make drama popular in Sindh.

After 1980, Sindhi drama has reached its top position. Earlier Radio Pakistan, PTV made it possible and now many private channels are telecasting and broadcasting dramas on various topics and subjects. Round about after 1990, Sindhi stage dramas have been vanished from the scene. The reason may be the invasion of electronic media.

انگريزي ٻوليءَ جو لفظ (Drama) اصل يوناني زبان جي لفظ Drao (ڊرائو) مان ورتل آهي، جنهن جو مطلب آهي، "ڪرڻ" يا "ڪري ڏيکارڻ". هڪ خاص قسم جو ماحول پيدا ڪري، ڪن مخصوص ڪردارن جي ڇُرپُر يا نقالي ڪرڻ ڊرامي جو بنياد آهي.

"ڊرامو دراصل زندگيءَ جو نقل، رسم ۽ رواج جو آئينو ۽ سچائيءَ جو عڪس آهي. ٻين لفظن ۾ ڊرامو دراصل اهڙين حالتن يا واقعن جي تصوير ڪَشي آهي جيڪي اڳ رُونما ٿي چُڪا هجن". (1)

يونان جي عظيم ڏاهي ۽ فيلسوف افلاطون ادب کي ٽن حصن ۾ ورهايو آهي، انهن ۾ (1) شاعري (2) ڊرامو (3) نثري مضمون شامل آهن. انگريزيءَ ۾ لفظ لٽريچر جي معنىٰ به اها آهي ته،

Literature means art of written work". يعني: ادب لکت واري ڪم جو فن آهي." (2)

ادب ۾ ناول کي وڏي حيثيت حاصل آهي، جنهن ۾ هڪ طويل ڪهاڻي سمايل هوندي آهي. ان کي ڊرامي سان ڀيٽيندي جڳ مشهور شاعر ۽ مضمون نگار گوئٽي چوي ٿو:

"ڊرامي ۽ ناول ٻنهي ۾ اسان کي انساني فطرت ۽ انساني عمل ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هڪ ۾ ڪردارن کي ڳالهه ٻولهه ڪندي ڏيکاريو وڃي ٿو، جڏهن ته ٻئي ۾ ان جي سوانح ۽ تاريخ بيان ڪئي وڃي ٿي. ناول آهستي آهستي اڳتي وڌي ٿو. هيرو جا جذبا ڪلي سامهون اچڻ ۽ پڄاڙيءَ تائين پهچڻ واري رجحان کي روڪيندا رهن ٿا...جڏهن ته ڊرامي ۾ ان جي برخلاف تيزرفتاري ٿئي ٿي ۽ هيرو جي ڪردار کي پنهنجي منطقي انجام تائين پهچڻ لازم ٿئي ٿو. ڊرامو رُڪبو ناهي، پر ان کي روڪيو ويندو آهي". (3)

ڊرامو ادب جو اهو حصو آهي، جنهن ۾ تخليقڪار جو پيغام ان جو هدايتڪار فنڪارن يا اداڪارن کان اداڪاريءَ ذريعي سماج تائين پهچائيندو آهي.

"ڊرامي جو بنيادي مقصد انساني اصلاح ۽ برائيءَ کي ننڌڻ آهي. اهو ناٽڪ ئي آهي، جنهن وسيلي ظالم، غاصب بادشاهن ۽ حاڪمن جي ضمير کي طنز ۽ مزاح ۾ سمايل تنقيد جي تير سان جاڳايو ويندو آهي." (4)

ڊرامي جي اهميت ۽ ان جي اثر بابت ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو هن طرح راءِ پيش ڪري ٿو:

"ڊرامو يا ناٽڪ زندگيءَ جو حقيقي عڪس آهي، هي عڪس اکين سان ڏسڻ ڪري ڏسندڙ تي ڪتاب ۽ پڙهيل ڪهاڻيءَ کان وڌيڪ اثر ڇڏي ٿو. ناٽڪ ادب جي ٻين صنفن کان وڌيڪ اثر وارو به آهي" (5)

**ڊرامي/ ناٽڪ جي قدامت:**

اٽڪل ڇهه صديون قبل مسيح ۾ ڊرامي جا اهڃاڻ ملن ٿا، جڏهن يونان جي شهر ايٿنز ۾ موسيقيءَ جي مدد سان ٿيسپس (Thespis) نالي هڪ شاعر هڪ فنڪار جي آواز ۾ ادائگي ڪرائي ۽ ڪردار هن پاڻ ئي ڪيو.

"ايٿنز (يونان) ۾ مختلف مذهبي رسمن کي ڊرامائي انداز ۾ پيش ڪرڻ جي شروعات جيتوڻيڪ (Thespis) ٿيسپس نالي هڪ دانشور سن 535 قبل مسيح ۾ ڪري چُڪو هئو. ليڪن يوناني الميي (Tragedy) جو پهريون ناٽڪ نويس اسڪاءِ ليس (Aeschylus) کي تسليم ڪيو وڃي ٿو، جنهن جي ڊرامي (The Suppliant) جي باري ۾ چيو اهو ٿو وڃي ته هي ڊرامو سن 490 قبل مسيح ۾ پيش ڪيو ويو هو". (6)

هڪڙي راءِ ٻي به آهي ته ڊرامو مصر ۽ چين، ننڍي کنڊ (هند ۽ پاڪ) توڙي يونان ۾ اپريو ۽ اسريو آهي:

"اڪثر محققن جو چوڻ آهي ته، ڊرامي جي شروعاتي آماجگاهه مصر ۽ چين سان گڏوگڏ اوپر ۾ ننڍو کنڊ، اولهه ۾ يونان ملڪ آهن". (7)

**ننڍي کنڊ ۾ ڊرامو:**

ننڍي کنڊ (هند و پاڪ) ۾ ڊرامي جي تاريخ گهڻي چٽي ۽ واضع ڪانهي. البت ان لاءِ جيڪي نشانيون ملن ٿيون، انهن مطابق:

"ننڍي کنڊ جو پهريون باقاعده ڊرامو"شڪنتلا" هئو، جيڪو ڪاليداس سنسڪرت زبان ۾ لکيو هو". (8)
ساڳي راءِ جي تصديق منظور ڪوهيار پڻ ڪري ٿو:

"سنسڪرت ٻوليءَ ۾ چار صديون قبل مسيح لکيل ڊراما، ادب ۽ مقصديت جي لحاظ کان اعليٰ هيا ۽ آهن. ڪاليداس جا لکيل ڊرامه "شڪنتلا، وڪرم اروسي، مالوي ڪاگني متڙ" وڏا حوالا آهن. انهن منجهان خاص ڪري "شڪنتلا" ڪلاسيڪل ڊرامن جي حوالي سان نهايت اهم آهي". (9)

ننڍي کنڊ ۾ سنڌي ڊرامو 19 صديءَ جي آخر ۾ منظر تي آيو. ان کان اول ممبئيءَ مان ڪيترين ئي ناٽڪ منڊليون سنڌ ۾ اينديون هيون، جن ۾ وڪٽوريا، الفريڊ، گيئٽي، ڪاٽائو، وانڪاينر ۽ ديشي ڪمپنيون شامل هيون، جيڪي اڪثر ڪري مذهبي ڪرامتن ۽ ڪرشمن وارا کيل تماشا ڪنديون هيون. گڏوگڏ شيڪسپيئر جا تاريخ ساز ڊراما، دڪدائڪ ناٽڪ مختلف ٻولين ۾ پيش ڪنديون هيون. قديم هند ۾ سانگ، پتلين جا کيل ۽ رام ليلائون ناٽڪ جا اوائلي اهڃاڻ آهن.

## سنڌي ڊرامو/ ناٽڪ:

هن سلسلي ۾ محترم مهتاب راشدي لکي ٿي ته:

"سنڌ ۾ ڊرامي جي آمد، انگريزن جي سنڌ جي فتح کان پوءِ ئي نظر ٿي اچي ۽ ان ۾ جديد ڊرامه نويسيءَ جي باقاعده شروعات 1854ع کان ملي ٿي، جڏهن رائل ٿيٽر ڪراچي، ڊرامي جي ميدان ۾ پهريون قدم رکيو ۽ ڇهين کان 8 جون 1854ع تي جان ٿامس هيٽر جو مڪمل ميلو ڊراما، 'The Austerlizor soldiers bride' پيش ڪيو ويو". (10)

هن ڳالهه جي ترديد نما تصديق ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو هن طرح ڪري ٿو:

"ڪراچيءَ ۾ ڪي ڪمپنيون قائم ٿيون ، پر اهي سنڌي ڊراما اسٽيج تي ڪونه آڻينديون هيون. ابتدا ۾ 1879ع ۾ امام بخش خادم هير رانجهو لکيو، مرزا قليچ بيگ 1880ع ۾ ليليٰ مجنون ۽ 1885ع ۾ خورشيد لکيا. ڪوڙيمل 1888ع ۾ "رتناولي" لکيو، پر انهن ڪي ڪڏهن به ڪونه ڪيڏيو ويو". (11)

سنڌيءَ ۾ ڊراما نويسيءَ ۾ سنڌي مسلمانن توڙي هندو اديبن گڏيل طور محنتون ڪيون آهن. جن مان مشهور شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ، پروفيسر منگهارام ملڪاڻي، احمد چاڳلا، عثمان علي انصاري، محمد عثمان ڏيپلائي، پيرومل مهر چند آڏواڻي، محمد اسماعيل عرساڻي، ڪشنچند بيوس، جيٺمل پرسرام، ليکراج عزيز، ڪلياڻ آڏواڻي آهن.

ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ڊرامي تي ايترو ڪم ٿيندي نظر نٿو اچي جيترو افسانې تي ٿيو آهي. البت پوءِ به ٿورو ٿورو شوق جاري رهيو. ان وچ ۾ ريڊيو ڊرامن جو آغاز به ٿي چڪو هو. پهريان اردو ڊراما ترجمو ڪري نشر ڪيا ويندا هئا. بعد ۾ سنڌي اديبن شاندار ڊراما لکيا. آغا سليم، امر جليل، مراد علي مرزا، ممتاز مرزا، قمر شهباز، منظور نقوي، زيب عاقلي، چنا شبيرناز ۽ ٻيا پاڻ موڪيندا رهيا.

ان بعد ڊرامو وڌيڪ مقبول تڏهن ٿيو، جڏهن ڪراچي ٽي وي سينٽر تي سنڌي ڊرامو نشر ٿيڻ لڳو. اتي قليچ جي مشهور ناول "زينت" کي ڊرامائي تشڪيل ڏئي پيش ڪيو ويو. ان کان پوءِ پرائيويٽ چينلس جو دؤر شروع ٿئي ٿو، جنهن ۾ نوي واري ڏهاڪي کانپوءِ ڊرامي پنهنجي انفرادي حيثيت مڃائي ورتي آهي. هتي ناٽڪ جي تاريخ، قدامت ۽ ان جي مختلف قسمن جو ذڪر مختصر طرح ڪيو آهي. ڇاڪاڻ ته هي مضمون طوالت جو شڪار ٿي وڃي ها ۽ ٻيو ته موضوع سان ان جو لڳ لاڳاپو نه آهي، ان ڪري هر هڪ ناٽڪ ۽ هر ناٽڪ نويس، توڙي هر ڊرامي تي تبصرو ۽ چند ڇاڻ ممڪن نه آهي.

## 1980ع کان پوءِ سنڌي ڊرامي جو جائزو:

مذڪوره دؤر ۾ ڊرامو پنهنجي پوري عروج تي پهتل هو. ڇاڪاڻ ته ريڊيو ۽ پاڪستان ٽيليويزن تان نشر ٿيندڙ ڊرامن سماج ۾ ڪٿي ايڏي تبديلي نه آندي هئي، تڏهن به ماڻهن جي ذهنن تي اثر ضرور ڪيو هو. نه رڳو سنڌي ڊرامو بلڪ، اردو ڊرامو پڻ ڏاڍو مقبول هيو. جنهن کان متاثر ٿي سنڌي ڊراما نويسن سنڌيءَ ۾ پيش ٿيل ڊراما اردو ترجمي سان ٻيهر نشر ڪيا ۽ سڌو اردوءَ ۾ پڻ طبع آزمائي ڪئي. مهتاب اڪبر راشديءَ موجب:

"امر جليل، شمشيرالحيدري، عبدالقادر جوڻيجو، عبدالڪريم بلوچ، علي بابا، شوڪت شورو، اياز عالم ابڙو، قمر شهباز، نور الهديٰ شاهه، ماهتاب

محبوب، قاضي خادم، ملڪ آگاڻي، آغا رفيق، ڪيهر شوڪت، نور گهلو، محمود مغل، سحر قريشي، يارمحمد شاهه، رزاق مهر، طارق عالم ابڙي جهڙن اديبن، بهترين سنڌي ٽيلي پلي لکيا. جن پي ٽي وي جي ان دؤر ۾، نه صرف سنڌي ڊرامي کي هڪ نئين شڪل و صورت ڏني، بلڪ انهن مان ڪيترائي اديب، ملڪي منظر نامي تي به مڃتا جا حقدار ٺيا". (12)

سنڌي ڊراما نويسن نه رڳو ملڪي سطح تي پاڻ مڃايو، پر عالمي سطح تي پڻ پنهنجي فن جو ڌاڪو ڄمايو. علي بابا جو سنڌي ڊرامو "دنگي منجهه درياهه" 1976ع ۾ جرمنيءَ جي شهر ميونخ ۾ ڊرامن جي بين الاقوامي ميلي ۾ ٻيون نمبر ماڻيو، جنهن ۾ جيجي زرينه بلوچ ۽ يعقوب زڪريا واهه جي اداڪاري ڪري ڊرامي ۾ حقيقت جو رنگ ڀريو ۽ مهاڻن جي معاشي ۽ اقتصادي مسئلن جي ڀرپور اپٽار ڪئي.

ممتاز مرزا جي ڊرامي "آخري رات" ڪولمبيا براڊ ڪاسٽنگ طرفان ڊرامن جي ڪرايل مقابلي ۾ ٻيون نمبر ايوارڊ کٽيو. آغا سليم جي ڊرامي "گل چنوگرنار جو" کي هندستان ۾ ادبي ايوارڊ مليو. عبدالقادر جوڻيجي جو ڊرامو "رانيءَ جي ڪهاڻي" مقبوليت جا رڪارڊ قائم ڪيا، جو ان کي اردو، انگريزي ۽ چيني زبانن ۾ ترجمو ڪري نشر ڪيو ويو. هن جي ڊرامي " خان صاحب" کي پڻ شاندار موٽ ملي ۽ ان کي اردوءَ ۾ "ڇوٽي سي دنيا" نالي ٽيليڪاسٽ ڪيو ويو. ساڳي ريت نورالهديٰ شاهه جي ڪيترن ئي ڊرامن کي عالمي مڃتا ملي.

هلندي هلندي هتي اسٽيج ڊرامي جو ذڪر ڪندا هلون ته سال 1980ع کان نوي واري ڏهاڪي تائين سنڌ جي گهڻو ڪري سمورن شهرن ۾ ڊراماٽڪ سوسائٽيون، تنظيمون، ڪلبون ۽ ادارا سنڌي اسٽيج ڊرامي جي مَدَ ۾ ڪم ڪندا رهيا. ان کان پوءِ پرائيويٽ چئنلس جي ڀرمار ۽ غيرسنجيده ليکڪن ۽ اداڪارن جي مداخلت سبب هاڻي اسٽيج ڊرامي جو رجحان اتي ۾ لوڻ برابر وڃي رهيو آهي.

ان عرصي دؤران ڪراچيءَ ۾ ممتاز علي ڀيهڻ، مور سنڌي، ڪيهر شوڪت، بدر ابڙي، انور سولنگي، رشيد صابر، حيدرآباد ۾ حميد آخوند، عبدالغفور انصاري، الهه بچايو لغاري، لالا معين فيروز، اير اي راجا، رشيد جمال، نادر بلوچ ۽ ٻين، ميرپور خاص ۾ صديق ساگر، گل حسن، لاڙڪاڻي ۾ منظور لاڙڪ، نثار آگاڻي، ممتاز ابڙي، طارق شيخ، قدير شيخ ۽ ٻين، ميهڙ ۾

اسماعيل چانڊيو، دادو ۾ ڊاڪٽر الطاف بخاري، نوابشاهه ۾ ذوالفقار علي راڄپر، خيرپورميرس ۾ سعيد منگي، ايم يحييٰ پنهور، سکر ۾ ارشد ۽ نياز سومرو، اورنگزيب ساگر، جيڪب آباد ۾ عبدالرزاق جمالي، ارباب خان کوسي ۽ ٻين، مٺيءَ ۾ دولت رام کتري ۽ ٻين ڊراماٽڪ انجمنون ٺاهي اسٽيج ناٽڪ کي نه رڳو هٿي وٺرائي، پرعروج تي پڻ پهچايو. جيتوڻيڪ اسٽيج تي مختلف قسم جا ڊراما پيش ڪيا ويندا هئا، پر انهن جو خاص مقصد هوندو آهي معاشري جي اصلاح، سماجي اوڻاين جي نشاندهي ۽ ونڊر ورونهن. ان حوالي سان ريڊيو ۽ T.V تي پڻ ڪي نه ڪي پاليسيون ٺهيل آهن، جن کي نظر ۾ رکي ڊراما لکيا ويندا هئا. اِها الڳ ڳالهه آهي، جو خانگي چئنل ڪافي حد تائين موضوع جي چونڊ ۽ پيشڪش جي لحاظ کان آزاد آهن، تنهن ڪري اهي سخت ۽ ڏکيا موضوع توڙي روايت کان هٽي موضوع پيش ڪري رهيا آهن.

ريڊيو ڊرامن جي حوالي سان سنڌيءَ ۾ ڪراچي ريڊيو، حيدرآباد، خيرپور، لاڙڪاڻو ۽ مٺي ريڊيو پاڪستان جون اُهي اسٽيشنس آهن، جتان ڪڏهن ڪڏهن ڊرامو پيش ڪيو ويندو هو. ٽي وي ڊرامي جي سلسلي ۾ محترم مهتاب اڪبر راشديءَ جو خيال آهي ته:

”ٽيلي ويزن، ڊرامن جو ٻيو دؤر ان مهل شروع ٿيو، جڏهن پرائيويٽ سيڪٽر ميدان ۾ آيو ۽ سنڌي ٻوليءَ جو چينل ڪي ٽي اين (KTN)، سنڌي اديبن ۽ فنڪارن لاءِ هڪ راهه کولي. هن دؤر ۾ ڪيترائي نوان لکڻ وارا ميدان ۾ آيا. ان کان علاوه سنڌي هدايتڪار، فنڪار ۽ ٽيڪنيشن به پنهنجي مهارت سان ڏسندڙن وٽ پنهنجي جاءِ ٺاهي“. (13)

خانگي چئنلس ۾ ڪي ٽي اين، سنڌ ٽي وي، مهراڻ ٽي وي، ڌرتي ٽي وي ۽ آواز ٽي وي نمايان آهن، جيڪي خبرن سان گڏ ونڊر ورونهن ۽ موسيقيءَ تي مشتمل پروگرام نشر ڪندا رهن ٿا، جن ۾ ڊرامو اهم ۽ اثرائتو ڪردار ادا ڪري ٿو.

**مختلف ڊراما نويسن جا ڊراما ۽ انهن جا موضوع:**

1980ع کان هاڻي واري دؤر تائين جيتوڻيڪ اڪثر ڊراما نويس ساڳيا آهن، پر انهن مان ڪي هن دنيا ۾ موجود نه رهيا آهن. جن ڊراما نويسن مذڪوره دؤر ۾ نمايان ڪم ڪيو آهي، انهن ۾ امر جليل پڻ هڪ آهي، جنهن مزاحيه ۽

رومانوي ڊراما لکيا. هن جي ڊرامن ۾ بہ سندس ڪهاڻين وانگر مضبوط ۽ بي باڪ مڪالما شامل هوندا آهن. هن جي ڊرامن مان "مٽيءَ جا ماڻهو"، "دل جي دنيا"، "دوزخ"، ۽ "فرمانبردار" ڏاڍا مشهور ٿيا.

"علي بابا ٽي وي ناٽڪن ۾ ڪاميابيءَ جي علامت سمجهيو ويندو آهي. سندس موضوع غربت، سماجي مسئلا ۽ انهن جي اصلاح آهي. سندس ڊرامن ۾ "دنگي منجهہ درياهہ"، "شيشي جو گهر"، سو رپيا نوٽ ۽ ٻيا ڪيترائي شامل آهن". (14)

آغا سليم هڪ وڏو ناول نگار، مترجم، شاعر ۽ ڪهاڻيڪار هئڻ سان گڏ بهترين ڊراما نويس پڻ هو. سندس ڊراما اڪثر رومانوي موضوع تي مشتمل آهن، جن ۾ "خواب جو سورج"، "پاڳل خانو"، "تماشو" ۽ "پرهہ جا مسافر" اهم آهن. قمرشهباز پڻ تز ۽ تکن مڪالمن لاءِ مشهور آهي. هن جي ڊرامن ۾ "انٽرويو"، "شڪست" ۽ "پاڇي جي تلاش" وغيره شامل آهن.

شمشير الحيدريءَ پڻ سنڌي ڊرامي ۾ پاڻ مڃرايو. سندس ڊرامن ۾ طنز ۽ مزاح شامل هئڻ سان گڏ معاشرتي ڪردارن جي هلڪي ڦلڪي گفتگو شامل هوندي آهي. سندس مشهور ڊراما آهن، "ڪاڪ محل"، " عيد پارٽي"، "منزل"، "ناهہ" ۽ "معمو" وغيرہ عبدالقادر جوڻيجي جي ڊرامن جو ذڪر اول ئي ڪري آيا آهيون.

"وقت سان گڏوگڏ ۽ ڊرامن جي وڌندڙ مقبوليت تحت ڪيترائي نوان ليکڪ ٽي وي ڊرامن جي دنيا ۾ داخل ٿيا، جن سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن، رومانوي ڊرامن ۽ مقاميت نگاريءَ تي خاص توجهہ ڏني. اهڙن ڊراما نگارن ۾ نورالهديٰ شاهہ، شوڪت حسين شورو، آغا رفيق، طارق عالم ابڙو، ڪيهر شوڪت، رزاق مهر، اياز عالم ابڙو، بيدل مسرور" (15)

زيب سنڌي، طارق قريشي، عثمان ميمڻ، امداد علي چنو، محمد علي پٺاڻ، ايوب گل، سڪندر عباسي، انور ابڙو، ممتاز بخاري ۽ ٻيا ڪوڙ شامل آهن. 1980ع کان پوءِ نورالهديٰ شاهہ ڊرامي جي فيلڊ ۾ وڏي شهرت ماڻي. "جنگل"، "ماروئي" ۽ "زندگيءَ جي رڻ ۾" سندس شاندار ڊراما آهن جيڪي ماڻهن کان اڃا تائين نہ وسري سگهيا آهن. هن کان علاوہ ماهتاب محبوب، جيجي زرينہ بلوچ، سحر امداد، ثريا سوز ڏيپلائي، رضيہ ڪوڪر، شبنم گل عورت اديبن ۾ نمايان حيثيت رکن ٿيون، جن ڊرامي ۾ پڻ پاڻ موکيو آهي.

"سنڌي ڊرامي جي وڏي خوبي اها آهي ته، ان ۾ مقامي رنگ کي ڀرپور نموني پيش ڪيو ويو آهي، جنهن جي ڪري سنڌي ٽي وي ڊراما تمام گهڻو مقبول ٿيا آهن. اهڙن ڊرامن ۾ سنڌ جي ريتن رسمن، تهذيب ۽ ثقافت کي خوبصورتيءَ سان پيش ڪيو ويو آهي". (16)

طارق عالم ڊرائينگ روم قسم جي ٽي وي ڊرامن جو تمام سيبتو ڊراما نويس هو. آغا رفيق جا ڊراما سنڌ جي حقيقي مسئلن ۽ تبديل ٿيندڙ حالتن جا تهذيب تي پوندڙ اثرن جي پسمنظر ۾ لکيل آهن، جن ۾، "سامر" ۽ "سوال" نمايان آهن. شوڪت حسين شورو ڊرامن ۾ رومانوي پهلو ۽ سماجي مسئلا نروار ڪري ٿو. هن جي ڊرامن ۾ "ڏيڻ"، "باک" ۽ "ملڪيت" اهم آهن. جديد دؤر ۾ ڪيترائي ٽي ويءَ جا ڊراما نگار اڀري آيا آهن، جن سنڌي ڊرامي کي ڪافي حد تائين بهتر بڻائڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو آهي. انهن ۾ موضوع جي نواڻ ۽ پيشڪش جو طريقو نرالو ۽ منفرد آهي. منظور ڪوهيار، محمد ايوب گاد، انور ڏنگڙائي، اخلاق انصاري، حفيظ ڪنير، عزيز ڪنگراڻي، رحمت الله ماڃوٺي، حق نواز سمون، اختر رند، محمود مغل، انور ابڙو، قاضي آصف، علي قاضي، ممتاز بخاري، قدير شيخ، ممتاز ابڙو، علي روشن شيخ انهن ۾ نمايان آهن.

"اڄ سنڌي ڊرامو تمام گهڻي ترقي ڪري چڪو آهي. ان ۾ وقت سان گڏ نوان لاڙا ۽ نوان رجحان جنم وٺندا رهن ٿا سنڌي ڊراما سنڌ جي سياسي، سماجي ۽ معاشرتي حالتن مطابق لکيا ويا آهن. اهڙن موضوعن ۾ جمهوريت، قوميت ۽ سماجي انقلاب کي وڏيک اهميت ڏني وئي آهي. سنڌ جا ٻرندڙ مسئلا، جهڙوڪ: بک، بيروزگاري، ڪارو ڪاري، قبيلائي جهيڙا، شهرن ۾ دهشتگردي، ڳوٺن ۾ ڌاڙيلن جو آزار، تعليمي ادارن جي تباهي، سنڌ ۾ پاڻيءَ جي هتراڌو ڪوٽ، پسند جو پرڻو، خودڪشيءَ جو وڌندڙ رجحان، نئين نسل جي نوجوانن ۽ پراڻن سوچن جي بزرگن جو تضاد، مطلب ته سڀئي موضوع سنڌي ڊرامن جو موضوع رهيا آهن اسان چئي سگهون ٿا ته، سنڌي ڊرامو سنڌي سماج جو مڪمل عڪس پيش ڪري ٿو، جيڪو هڪ ڊرامي جو اصل مقصد هوندو آهي".(17)

## سنڌيءَ ۾ ڊرامن جا شايع ٿيل ڪجهه ڪتاب:

(1) "ڊرامو" - محمد يوسف پنهور.
(2) "آخري رات" - ممتاز مرزا 1979ع

3) "لڙڪ لڙڪ زنجير" - قاضي خادم. 1981ع
4) "واچوڙن ۾ لاٽ" - قمرشهباز. 1987ع
5) "ٽيلي ناٽڪ ڪيئن ٺاهجي" - ايوب گاد.
6) "راڄ ڪرتھ" - (The King Makers) منظور ڪوهيار. 2013ع
7) "ماهتاب" - منظور ڪوهيار. 2014ع
8) "منهنجي روح اندر پنّائي" — ايوب گاد. 2015ع
9) "چنڊ رهين ٿو دور" - طارق عالم ابڙو. 2015ع
10) "اڄي رات ڪارو چنڊ"- محمد علي پناھ. 2016ع

(اڻ پوري لسٽ)

## حوالا


1. صديقي، غلام حيدر: "سنڌي ڪنڊ ۾ ڊرامي جي تاريخ"، ڪراچي، ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومت سنڌ، 2008ع، ص 28، 27.
2. منظور ڪوهيار: "راڄ ڪرتھ"، قنبر، ڪنول پبليڪيشن ، 2013ع، ص 7.
3. ايضاً، ص 8.
4. ايوب گاد: "ناٽڪ نگر"، لاڙڪاڻو، آرٽس ڪائونسل آف پاڪستان ، شعبو پبليڪيشن، 2015ع، ص 7.
5. جوڻيجو، عبدالجبار، ڊاڪٽر، "سنڌي ادب جو مطالعو"، حيدرآباد، گنج بخش ڪتاب گهر ، 14، 2013ع، ص 155.
6. صديقي، غلام حيدر: "سنڌي ڪنڊ ۾ ڊرامي جي تاريخ"، ڪراچي، ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومت سنڌ، 2008ع، ص 21.
7. ايضاً، ص 21.
8. ايضاً، ص 22.
9. منظور ڪوهيار: "راڄ ڪرتھ"، قنبر، ڪنول پبليڪيشن، 2013ع، ص 8.
10. پناھ، محمد علي، "اڄي رات ڪارو چنڊ"، ڪراچي، پيڪاڪ پرنٽرس اينڊ پبلشرس، جنوري 2016ع، ص 14.
11. جوڻيجو، عبدالجبار، ڊاڪٽر: "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ"، حيدرآباد، سنڌي ساهت گهر، 2000ع، ص 192.

12. پناهه، محمد علي: "اڇي رات ڪارو چنڊ"، ڪراچي، پيڪاڪ پرنٽرس اينڊ پبلشرس، جنوري 2016ع، ص 15.
13. ايضاً، ص 15.
14. ملاح مختيار احمد: "جنرل سنڌي"، ڪراچي، مڪتبہ فريدي، 2010ع، ص 512.
15. ايضاً، ص 513.
16. ايضاً، ص 514.
17. ايضاً، ص 514.

عتيق الله ميمڻ .

# سنڌي شاعري: سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب جو آئينو.

# Sindhi Poetry The Mirror Of The History And Culture Of Sindh.

**ABSTRACT:**

As the land of Sindh has remained most civilized and cultured so as Sindhi also proved itself as a vast and rich language of literature. Particularly Sindhi poetry is full of paragon and classics. Thousands of poets have done poetry in almost each and every format like Bait, Wai, Kaafi, Ghazal, Hamd, Naat and Marsia etc.

Literature has remained the best source of finding the old trends and traditions, customs, socio and geo-political situations. Many Sindhi poets have praised and depicted the most famous true love stories of the prehistoric Sindh. Like almost all leading poets have written volumes about "Sassui", "Marui", "Dodo Chanesar" and many other likewise stories have remained the mirror of the History and Culture of Sindh since ancient times.

Hagel has said, that "literature is a history itself from which we can see the picture of the norms and conditions, trends and traditions of any nation and the changes occurred time by time. Literature is a mirror of decline and rise of nations".

The history of poetry demonstrates that poets have remained true and accurate than the historians and they have expounded the different conditions and historical facts through their poetry. An effort has been made in this article to elaborate that Sindhi poetry is indeed the true and more reliable reflection of the history and culture of Sindh either it's a national, religious, classical or latest poetry.

جيئن ته، سنڌ هڪ: سُکيو سَتابو، پُريو ۽ ڀاڳيو ڀرڳلو رهيو آهي. ۽ سنڌي ٻولي پڻ هڪ شاهوڪار، وسيع ۽ ڀرتو ٻولي رهي آهي. ازانسوا، سنڌي ٻولي: علم و ادب جي ميدان ۾ پڻ سائي رهي آهي. منجهس هر قسم جو علم ۽ هنر سمايل آهي. خاص طور تي شاعريءَ جي ميدان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ بي بها قيمتي خزانو موجود آهي. ۽ سنڌي ٻوليءَ کي هزارن جي تعداد ۾ شاعر آهن. جن شعر جي هر صنف ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي. خصوصاً بيت، وائي، ڪافي، غزل، حمد، نعت،

مدح ۽ مرثين توڙي سلوڪن، دوهن ۽ سورٺن وغيره جا مجموعا پڻ قديم دؤر ڪان سنڌي شعر جي تحريري ذخيري طور موجود آهن، جن کي سنڌي عربي توڙي ديوناگري لپين ۾ تحرير ڪيو ويو. بلڪ شاهه ڪريم ۽ خواجه محمد زمان جي ڪلام کي عربي ٻوليءَ ۾ ائين سهيڙيو ويو، جيئن، شاهه لطيف جي ڪلام کي انگريزيءَ ٻوليءَ ۾ سهيڙيو ويو. ۽ سندن ڪلام تي شرحون لکي سمجهاڻيون ڏنيون ويون، ۽ شاعرن جون سوانح عمريون پڻ لکيون ويون. ازانسوا، سندن دؤر جون سياسي، سماجي ۽ معاشي حالتون پڻ بيان ڪيون ويون. ۽ سندن ڪلام جي مضمون ۽ ٻوليءَ کي پڻ پرکيو ويو.

هيگل لکي ٿو ته:

"ادب به هڪ تاريخ آهي، جنهن مان ڪنهن ملڪ يا قوم جي وقت به وقت بدلجندڙ تمدن جون لڳو لڳ تصويرون ڏسي سگهجن ٿيون. ادب قومن جي عروج ۽ زوال جو آئينو ضرور آهي."(1)

هيگل جي نظر ۾ ادب قومن جي تاريخ آهي. جنهن مان قومن جي بدلجندڙ حالات جي معلومات ملي ٿي ۽ ادب قومن جي عروج ۽ زوال جو آئينو آهي. معلوم ٿئي ٿو ته شاعري قومن جي حيات جو آئينو آهي.

دنيا جي سيني قومن جا شاعر، پنهنجي پنهنجي قوم جي ڪهاڻي، پنهنجن پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪرن ٿا. سندن شعر قوم جي تاريخ ۽ تهذيب جو بيان آهي. جنهن مان قومن جي ريت رواج، جذبات ۽ ڪيفيات، توڙي اخلاق و عادات وغيره جو پتو پوي ٿو. ازانسوا، سندن رهڻي ڪهڻي، لباس، هار سينگار ۽ ڪاڏي پيتي جي شين جي معلومات پڻ ملي ٿي.۽ شعر جي مطالعي مان، قومن جي جاگرافيائي حدن، موسم ۽ ماحول توڙي نباتات ۽ جمادات يا ارضيات وغيره کي پڻ پرکي سگهجي ٿو. نه رڳو ايترو پر شعر ۾ رياضي، ڪيميا ۽ طبعيات جو ذڪر پڻ ملي ٿو. ۽ قومن جي ٻوليءَ جو سرمايو پڻ شعر وسيلي محفوظ ٿئي ٿو. ٻين لفظن ۾ ائين چئبو ته، شاعري نه فقط قومن جي تاريخ ۽ تهذيب جي محافظ آهي، پر شاعري هر علم جو بنياد آهي ۽ قومن جي ٻوليءَ جي محافظ پڻ آهي.

مختيار احمد ملاح لکي ٿو ته:

"جيتريقدر تاريخ ۽ ادب جي ڳانڍاپي جو تعلق آهي اهو بغير ڪنهن شڪ جي چئي سگهجي ٿو ته اهو تعلق ازلي ۽ ابدي آهي، ڇو جو تاريخ جيڪڏهن انساني عملن جي ڪارنامن، انهن جي تهذيب، ثقافتن ۽ سندن عروج و زوال جو

اتهاسي رڪارڊ آهي ته ادب انهن جي احساساتي جذبن، خوابن ۽ تاريخ جي مڙني موضوعن جو تعميراتي ۽ اثرائتو اظهار خيال ۽ عمل آهي."(2)

هو وڌيڪ لکي ٿو ته:

"تاريخ ڏند ڪٿائن سان شروع ٿي آهي ۽ ڏند ڪٿائون ادب جو بنياد آهن. اوائلي سمورو ادب ڏند ڪٿائن جي صورت ۾ مليو آهي.... ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو جي مضمون "شعر جي اپياس جا نوان طريقا" ۾ ان جو مطلب اجان به وڌيڪ واضح ٿئي ٿو، هو چوي ٿو ته "ادب جو مؤرخ ۽ نقاد، تاريخ جي فلسفي جي پوري ڄاڻ کانسواءِ ادب سان انصاف نه ٿو ڪري سگهي، ڇو ته ادب جي تنقيد جو هر ڪو نظريو، تاريخ جي ڪنهن نه ڪنهن نظريي جو محتاج ٿئي ٿو ۽ نظرياتي خيال کان هڪ نمائنده تنقيدنگار اهو ٿي آهي، جيڪو تاريخ جي هڪ مخصوص نظريي جي تحت ادب جي تنقيد لکي ٿو. ان ڳالهه کي سمجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته ادب/ شعر تاريخ کان الڳ رهي پاڻ کي موثر ۽ متحرڪ رکي نه ٿو سگهي، جهڙيءَ ريت تاريخ قومن، تهذيبن، سياستن، رواجن، طبقن، عمراني ۽ طبعي حالتن، عدل ۽ انصاف جي معيارن ۽ ٻين اهڙن موضوعن سان تعلق رکي ٿي، تهڙي ريت ادب جا موضوع به اهي آهن."(3)

سندس ڏنل بيان مان واضح ٿئي ٿو ته، ادب توڙي تاريخ جي ابتدا ڏند ڪٿائن سان ٿي آهي ۽ شروعاتي تاريخ توڙي ادب ڏند ڪٿائن تي مشتمل آهي. ڊاڪٽر الهداد ٻوهيي پنهجي مضمون "شعر جي اپياس جا نوان طريقا" ۾ ان ڳالهه کي کولي بيان ڪيو آهي ته، اديب يا نقاد، جيستائين تاريخ جي فلسفي جي پوري ڄاڻ نه وٺندو، تيستائين هو ادب سان انصاف ڪري نه سگهندو.

ڊاڪٽر شاهنواز سوڍو لکي ٿو ته:

"حڪيم محمد سعيد جي حوالي سان لکي ٿو: "هي هڪ عجيب اتفاق آهي ته جنهن شهر (ڀنڀور) جي جاگرافيائي حقيقت جي وضاحت کان تاريخ جا ورق خالي ملن ٿا، اوتري شدت ۽ اهميت سان سنڌ ۽ بلوچستان جي لوڪ گيتن ۾ اسان کي ان جو ذڪر ملي ٿو."(4)

هڪ شاعر جو درجو هڪ مؤرخ کان متاهون رهي ٿو. جو هو انهن حقيقتن جو کليو اظهار ڪري ٿو، جن کي مؤرخ لڪائي ٿو.

شيخ عبدالرزاق راز لکي ٿو ته:

"شاعري زندگيءَ جو آئينو آهي. يعني شاعريءَ ۾ زندگيءَ جي تصوير روان دوان نظر اچي ٿي. جيئن زندگي ۾ رنگارنگي ۽ گهما گهمي آهن؛ ساڳي ئي نموني شاعريءَ ۾ به دل فريبي ۽ دل آويزي موجود آهي. شاعري زندگي ۽ سندس ماحول جي ترجماني ۽ عڪاسي ڪري ٿي... زندگيءَ جو ڪو به اهڙو حصو ڪونهي، جنهن کي شاعريءَ ۾ سمائي نه سگهجي."(5)

سندس ڏنل بيان مان واضح ٿئي ٿو ته، شاعري انساني زندگيءَ جي تصوير آهي. جنهن ۾ انساني زندگيءَ جا سمورا رنگ سمايل آهن. جهڙيءَ طرح زندگيءَ ۾ رنگيني ۽ گهماگهمي آهي اهڙيءَ طرح شاعريءَ ۾ به رنگيني ۽ گهماگهمي آهي. شاعري انساني زندگيءَ جي سيني پاڳن جي پڌري شرح آهي ۽ زندگيءَ جو ڪو به اهڙو رنگ نه آهي، جنهن کي شاعريءَ ۾ سمائي نه ٿو سگهجي.

قديم دؤر کان وٺي سنڌي شاعري، سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب جو آئينو رهي آهي. سنڌي شاعريءَ مان نه فقط سنڌ جي تاريخي واقعات جي ڄاڻ ملي ٿي، پر سنڌ جي تهذيب جي نشاندهي پڻ ٿئي ٿي. نه فقط سنڌي عوامي شاعري پر سنڌي مذهبي توڙي ڪلاسيڪي شاعري پڻ خاص سنڌين جي حيات جو آئينو آهي. جنهن مان سندن عقيدن، جذبن، ريتن، رسمن، ڪاڌي، پوشاڪ ۽ ڪار ڪرت جي معلومات بخوبي ملي ٿي. ان جي ڪري ئي سنڌي شاعري سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب جو آئينو سڏجي ٿي. سنڌي ڪلاسيڪي شاعري، تاريخ جي هر دؤر ۾، سنڌ ۾؛ مروج شاعريءَ جي ٻين نمونن جي ڀيٽ ۾، وڌيڪ عام دوز رهي آهي. ۽ سنڌ جي هر طبقي ۾ مروج رهي آهي. سنڌ جا ڪلاسيڪي شاعرسنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب جا نمائندا شاعر رهيا آهن، ۽ سندن شعر سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب جو بيان آهي.

بيدل مسرور لکي ٿو ته:

"تصوف جي دنيا ۾ سنڌ کي اعليٰ شرف حاصل آهي، جتي حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، قادر بخش بيدل، روحل فقير، مصري شاهه، بيڪس سائين ۽ ساميءَ جهڙا مهان شاعر، بزرگ ۽ وليءَ پيدا ٿيا آهن، جن نه صرف عشق جي شينهن تي سواري ڪري وحدت ڪثرت واري نوبت وڄائي ڪروڙين قلب قرارايا آهن، مگر انهن علم فضل قومي زندگيءَ جو شعور ڏنو آهي، اهڙن ئي بزرگن، لوڪ ورثي ۽ تاريخ کي به محفوظ ڪيو آهي ته پريت ۽ امن جو پيغام به ڏنو آهي."(6)

سنڌي شاعرن جي ڪلام مان سنڌ جي تاريخي واقعات ۽ حالات جي معلومات کان سواءِ، ماڻهن جي سوچ سمجهه ۽ ڏٿن توڙي ڪاڏن، پيتن يا تهذيب

جي ڀين عنصرن جي معلومات پڻ ملي ٿي. شاهه جي ڪلام ۾ ته ڳاهن، ڳلن، ڪکن، پنن ۽ ٻوٽن جو ذڪر ڪثرت سان ملي ٿو. ۽ هو ٿر جو نقشو پڻ ٻڌائي ٿو. ۽ ڍنڍين، ڍورن، پٽن ۽ پاڻن يا ٻين ماڳن مڪانن جا نالا پڻ ملن ٿا. ازانسوا، سر مارئي ۽ سر سارنگ مان: ٿرين جي ڪاڏن ۽ پوشاڪن کان علاوه، سندن ريتن رسمن توڙي حالت يا جذبات ۽ ڪيفيات وغيره جو بخوبي نقشو چٽي سگهجي ٿو. جهڙوڪر شاهه جو سارنگ ۽ مارئي ٿرين جي زندگيءَ جو آئينو آهن. ۽ سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب، توڙي جاگرافيءَ جو بيان پڻ آهن.

شاهه لطيف جي هيٺين بيت مان: ٿري عورتن جي دل جي مدعا ۽ سندن حالت معلوم ٿئي ٿي:

"ڪُٽِڪَن ڪانڌ چت ڪئو، جُهڙَ پَسئو جهجَن
وري وانڍين آڏيا ٻَڪا سي مَ پُسَن
اُٿڙَ ڍاهي ان جا تہ ڪنهن ڪي ڪاڙون ڪَن
ڪَليون ڪِينَ ڪُڇَن، ويچاريون وَرَنِ ري."(7)

شاهه جي هن شعر مان معلوم ٿئي ٿو ته، مينهوڳيءَ جي موسم ۾ ٿري عورتن جا هيانو جهڙ ڏسي جهڄيو ٿا پون ۽ ڪانڌ ڪي چت ڪئو ڪٽڪن پيون. يعني ور لاءِ واجهائڻ پيون. ازانسوا، اهو پڻ معلوم ٿئي ٿو ته، ويچارن جو مڙسن ڪان سواءِ برو حال آهي. جي هنن جا ڇنا پسي يا ڍهي پيا ته هنن جي واهر ڪير ڪندو يا هنن جون ڪوڪان ڪير ٻڌندو. ان جي ڪري مڙسن ڪان بغير هنن تي سڪتو ڇانيل آهي ۽ هو ڪجھ پڇن ڪين ٿيون. يا سندس هي شعر:

"ڏڙ رَيا ريجَ ٿئا، ڪي اوهيرن اوڪَ
ميها چِيڙ ڦُنگيُون، ٿين سيئي ٿوڪ،
چاڄر ٿي چنن ۾ مينهون چرن موڪ،
سرهيون سنگهاريون ٿيون، پائين توسيون طوق،
لاٿئين مٿان لوڪ، ڏوڳاهي جا ڏينهڙا" (8)

سنڌي شعر جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته، سنڌي شاعري سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب جي محافظ ۽ راوي آهي. سنڌي شعر ٻڌائي ٿو ته، سنڌ مٿي سومرن جو راڄ هو، ۽ پونگر نالي هڪ بادشاهه سنڌ تي راڄ ڪندو هو. جنهن جي پٽن دودي ۽ چنيسر جي وچ ۾ جنگ ٿي. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته، سنڌي شاعري سنڌ جي تاريخ جو بيان آهي. پر جڏهن سنڌي شعر بيان ڪري ٿو: "جي گولي

ويندي گجرين، ته به چوندا دودي پيڻ" ته معلوم ٿئي ٿو ته سنڌي شاعري سنڌ جي تاريخ سان گڏ، سنڌ جي تهذيب جو بيان پڻ آهي جنهن مان سنڌ جي ريت رواج ۽ راهه رسم پڻ معلوم ٿئي ٿي. ازانسوا، خاص طور تي سنڌي عوامي شاعري، سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي حيات جو آئينو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي ماڻهن جو ذڪر ڪثرت سان ملي ٿو ۽ سندن ريت رواج يا عادات ۽ اخلاق توڙي ڪم ڪار وغيره جي ڄاڻ پڻ ملي ٿي.

ڊاڪٽر بلوچ لکي ٿو ته:

"تحقيق، شاعري هر قوم جو عام دفتر آهي، جنهن ۾ ٻوليءَ جي سڌاءَ کانسواءِ انهيءَ قوم جي اخلاق، عادات، اطوار، ريتن رسمن، تاريخ، فلسفي، سمجهه ۽ عقل جو سرمايو محفوظ آهي. سنڌ جي دهقاني يا نج شاعري خاص طرح سنڌين جي حيات جو آئينو آهي، جنهن ۾ اک وجهڻ سان اهل سنڌ جي رهڻي ڪهڻي جي اصليت پنهنجي سچي جوين جنسار، رنگ روپ، خال و خط، خوبين توڙي خامين سميت سربستي نظر اچي ٿي."(9)

سندس ڏنل بيان مان معلوم ٿئي ٿو ته، شاعري هر قوم جو عام دفتر يعني تحريري رڪارڊ آهي، جنهن مان ان قوم جي ٻوليءَ جي سڌاءَ کان علاوه، ان قوم جي عادتن، اخلاق، طور طريقي ۽ ريت رواج جي ڄاڻ ملي ٿي

هو وڌيڪ لکي ٿو ته:

"عام شاعري اهل سنڌ جي حيات جو آئينو آهي. عام شاعر سرزمين سنڌ جو اپايل نپايل آهي، هن جي نظر تيز ۽ ذهن سليم آهي. هو پنهنجي ملڪ جي حال احوال ۽ ريتن رسمن کان واقف آهي. هو راڄ ڀاڳ جي اٿڻ ويهڻ کان واقف آهي. هو مال متاع جي ٻڌڻ ڇوڙڻ کي سمجهي ٿو ۽ جهر جهنگ جي وڻن ٻوٽن کي پروڙي ٿو. هو زمين جي نندي وڏي پيچري کي ڄاڻي ٿو ۽ آسمان جي ڪٽ نکٽ کي سڃاڻي ٿو. ... سندس نظر عام زندگيءَ جي جملي ڀاڱن ۽ ڀاڱن تي گهري آهي جا سندس روزمره جي فطري تربيت جو نتيجو آهي. سندس ڪلام جو واسطو به عام زندگيءَ جي عام شعبن ۽ شغلن سان آهي. ... (ڪيس) رهڻي ڪهڻيءَ جي جملي اطوارن جو "جزئياتي تفصيل" ڪيس ازبر آهي. انهيءَ ڪري جڏهن ڳالهه ڪندو ته، ذري پرزي بيان ڪندو ۽ انهيءَ بيان ۾ سڄي سڳي سوڌا پار پتا ڏيندو."(10)

سندس ڏنل بيان مان معلوم ٿئي ٿو ته، عام سنڌي شاعري اهل سنڌ جي حياتيءَ جي تصوير آهي. اهو شعر عام سنڌي شاعرن جو خاص نيپاج آهي. هنن جو ذهن ۽ نظر ملڪ جي تاريخ ۽ تهذيب تي آهي.

ڊاڪٽر بلوچ لکي ٿو ته:

"سندس (عام سنڌي شاعر جي) نظر حياتيءَ جي سڀني شعبن، شغلن ۽ شين تي آهي. اُٺ، گهوڙا، مينهون، رڍون، ٻڪريون ۽ ٻيو سڀ مال متاع، جهنگ جهر، گاهه گلزار، ٿر بر، رڻ رائو، اهي سڀ سندس شعر جا اعليٰ عنوان ۽ مٺا مضمون آهن. انهيءَ ڪانسواءِ عزت، غيرت، مردانگي، سيرت، صورت، سورهيائي، سچائي، سخا ۽ ٻين سڀني سهڻن ڳڻن ڪي جي مرد خواهه عورت ۾ سونهن ٿا، خوب ڳايو اٿس. وري زندگيءَ جا جذباتي پهلو مثلاً حسن عشق، ڏک درد ۽ جهيڙا جهڳڙا به پوري طرح سان بيان ڪيا اٿس. ازانسوا، سنڌي زندگيءَ جا تمدني پهلو، مثلاً نسب ۽ ذاتيون، ريتون ۽ رسمون، پليون خواهه لايون به پنهنجي شعر ۾ شايع ڪيون اٿس."(11)

سندس ڏنل بيان مان معلوم ٿئي ٿو ته، سنڌي عوامي شاعرن جي نظر زندگي جي سڀني شعبن ۽ شغلن تي آهي جنهن ۾ اٺ، گهوڙا، مينهون، رڍون، ٻڪريون ۽ هر قسم جو ٻيو مال متاع شامل آهي. ازانسوا، جهنگ جهر، گاهه گلزار، ٿر بر، رڻ رائو عام سنڌي شاعرن جي شعر جا اعليٰ عنوان ۽ مٺا مضمون رهيا آهن. ۽ عزت، غيرت، مردانگي، سيرت، صورت، سورهيائي، سچائي، سخاوت ۽ ٻين سڀني سهڻن ڳڻن کي خوب ڳايو اٿن، جي مرد توڙي عورت کي سونهن ٿا، يعني عام سنڌي شاعرن اعليٰ اخلاقي قدرن ۽ سهڻين خوبين کي ساراهيو آهي ۽ زندگيءَ جي جذبن حسن عشق، ڏک درد ۽ جهيڙن جهڳڙن وغيره کي پڻ بيان ڪيو آهي ۽ اهو پڻ معلوم ٿئي ٿو ته، عام سنڌي شاعرن، پنهنجي شعر وسيلي، سنڌ جي نسلن توڙي ذاتين ۽ ريتن توڙي رسمن وغيره جو بيان پڻ قلمبند ڪيو آهي، پوءِ اهي چڱيون يا مٺيون ۽ ڀليون يا پليون ڇو نه هجن.

هو وڌيڪ لکي ٿو ته:

"عام سنڌي شاعر اهل سنڌ جي رهڻي ڪهڻي، راڄ ڀاڳ ۽ تمدن ۽ تهذيب کي پنهنجي شعر ۾ پوريءَ طرح محفوظ ڪيو آهي. بقول حضرت عمر رض، "جيئن اهن عربي شعر عربن جو عام دفتر آهي." انهيءَ عربي "ديوان" وانگر سنڌي شعر جي دفتر ۾ گاهه ڏٺ، رڍ ۽ ٻڪريءَ جو ذڪر به پوريءَ طرح

ڏنل آهي. شايد سواءِ عربن جي دنيا ۾ ڪنهن قوم جيڪڏهن حياتيءَ جي انهن شعبن ۽ شغلن، بابن ۽ پاڱن کي به ايتري چٽيءَ طرح ۽ پوري "جزئياتي تفصيل سان بيان ڪيو آهي ته اهي سنڌ جا سگهڙ ۽ شاعر آهن. جن پنهنجي عام سنڌي مقولن ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ پنهنجي وقت جي چال چلت ۽ حال حقيقت متعلق جڻ سڀڪجهه چٽي ڦٽو ڪيو."(12)

اهڙيءَ طرح سنڌي ڪلاسيڪي شاعري وري سنڌ جي باشعور شاعرن جو بيان آهي، جن پنهنجي علم ۽ ڏاهپ سان زندگيءَ جي مختلف پهلوئن کي آزادانه توڙي تمثيلي انداز ۾ بيان ڪيو آهي. سندن شعر سنڌ جي حيات جو آئينو آهي. سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جو مرڪزي نڪتو تصوف ۽ سنڌ جا لوڪ داستان رهيو آهي. ٻين لفظن ۾ ائين چئبو ته، سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعرن پنهنجي مفهوم کي گهڻو تڻو سنڌي لوڪ داستانن جي تمثيلن وسيلي اظهاريو آهي. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته هو سنڌ جي عوام سان نه فقط سنڌي ٻوليءَ ۾ مخاطب ٿيا پر هنن پنهنجي اظهار لاءِ علامتون ۽ تشبيهون به سنڌي ماحول واريون ڳولهيون، ته جيئن، سنڌي عوام سندن بيان کي سولائيءَ سان سمجهي سگهي.

سنڌي ڪلاسيڪي شاعرن جي، سنڌي لوڪ داستانن ۾ شاعري ڪرڻ جي ڪري ئي، سنڌي ڪلاسيڪي شاعري، سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب سان ٻريل آهي. جنهن ۾ سنڌ جي تاريخي واقعات ۽ مشهور داستانن کي خوب ڳايو ويو آهي. يا انهن ڪردارن جي وسيلي ڳالهه کي بيان ڪيو ويو آهي. شاهه جي ڪلام جو ئي ڪٿي مثال وٺجي ته، ان ۾ سسئي پنهون، سهڻي ميهار، ليلا چنيسر، مومل راڻو، عمر مارئي، نوري ڄام تماچيءَ جو داستان ته ملي ٿو، پر ڄکري ۽ ابڙي جو بيان به ملي ٿو.

اهڙيءَ طرح شاهه لطيف جي سر مارئيءَ جو هيٺيون شعر پڻ مارئي ۽ ٿر جا حالات بيان ڪري ٿو:

"هن مُدَ مارو سَنرا، ڏِنگرَ يارَ رَهَن
پائي پوچ پٽن ۾، پکي پانڊِ پيَن
هن کي لوه لطيف چئي، هو ڪاٺر منجهه ڪلن.
ڪاٽونبا ڪاڄن، ميهه وسندا موٽ تون." (13)

شاهه لطيف جي سر مارئيءَ جي هن شعر تي غور ڪجي ٿو ته، معلوم ٿئي ٿو ته، بارش وسڻ ڪان پوءِ ٿر جا ماڻهو خوشحال رهن ٿا ۽ پکي توڙي پانڌي

پٽن مٿي ڊو جا پاٿي پين ٿا ۽ ڪاٿر ۾ خوشيءَ ۾ ٿلن تا پر مارئي قيد ۾ قابو آهي. نہ فقط ايترو پر سندن گهرن جو نقشو بہ معلوم ٿئي ٿو. جيئن ڍنگر يعني ڪنڊن واري ڪڪائين چوديواري، جا ڀراڙيءَ جا عام ماڻهو پنهنجن گهرن کي ڏيندا آهن. جنهن کي لوڙهو سڏيندا آهن. ازانسوا، هي شعر سندن سماجي حالت ۽ ڪار ڪرت وغيره جو بيان پڻ آهي. جو ٿر جا ماڻهو سادا، سندن کاڌو ۽ لباس بہ سادو، تہ رهڻي ڪهڻي بہ سادي سودي نموني جي رکن.

سنڌ جي آڳاٽي تاريخ ۾، جيڪي بہ روايتون قلم بند ٿيون، سي شعر وسيلي ئي قلمبند ٿيون. سنڌي شعر جا ڪيترائي قديمي تحريري دستاويز پڻ ملن ٿا. جيڪي وقفي وقفي سان قلمي صورت ۾ محفوظ ٿيندا رهيا ۽ پريس جي اچڻ ڪانپوءِ انهن جي ڇپائي جو سلسلو شروع ٿيو. البتہ ڪيترائي نسخا اجان تائين قلمي صورت ۾ محفوظ آهن ۽ ڪيترو ئي شعري ذخيرو ضايع پڻ ٿي چڪو آهي.

"سنڌي شاعريءَ جي سفر ۾، ذوالفقار راشديءَ، سنڌ ۾ شعر جا پهريان ۽ بنيادي نشان راءِ ڏوڙ (495- 632)کان ڏيکاريا آهن. ۽ هيمچندر نالي شاعر جو ذڪر ڪيو آهي. سندس ڪتاب "سنڌ هيمچندر" جو ذڪر ڪيو آهي ۽ نموني طور شعر پڻ ڏنو آهي". (14)

جنهن تي گهڻي تحقيق جي ضرورت آهي. البتہ سنڌي شعر جا لکت وارا نمونا ڳاهن وارا سمجهيا وڃن ٿا. جي ڳاهن سان ڳالهيون ڪجن ٿيون تہ انهن مان سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب معلوم ٿئي ٿي. ڳاهون ٽن قسمن جون ملن ٿيون، هڪڙيون اهي ڳاهون آهن، جيڪي جنگي داستانن تي مشتمل آهن. جن کي "رزميہ يا جنگي ڳاهون" چيو وڃي ٿو. ۽ ٻيون آهن عشقيہ داستانن واريون ڳاهون جن کي "بزميہ يا عشقيہ ڳاهون" چيو وڃي ٿو. ۽ ٽيون آهن، سنڌ جي سخي ۽ سورهہ مردن جي داستانن واريون ڳاهون، جيڪي سندن شان ۾ ڳايون ويون، جن کي "مدحيہ ڳاهون" چيو وڃي ٿو. ڳاهن جي انهن ڳالهين تي غور ڪجي ٿو تہ، معلوم ٿئي ٿو تہ، سنڌ جنگ، محبت ۽ سخاوت جي وادي رهي آهي. جنهن جي ڪردارن جو اتي جي شعر ۾ عام تذڪرو ملي ٿو. بلڪ سنڌي ادب يا شعر جو بنياد ئي انهن ڪردارن تي ٻڌل آهي يا انهن سان پيش ايندڙ واقعن جو بيان ڏيندڙ آهي ۽ سندن دلي جذبات و ڪيفيات جو بيان ڪندڙ پڻ آهي. جيئن ڳاهن مان واضح آهي.

ازانسوا، شعر ۾ عاشقيءَ جو اظهار بہ آهي.تہ عبادت، رياضت، توڙي تعليم ۽ تبليغ جو بيان پڻ آهي. جن سيني جو واسطو دلي جذبن سان آهي. سنڌي سماج تي غور ڪجي ٿو تہ معلوم ٿئي ٿو تہ، شعر سنڌي عوام جي دلي جذبات جو بيان آهي ۽ سندن تاريخ ۽ تهذيب جو بيان پڻ آهي. نہ فقط قديم يا ماضي بعيد توڙي قريب ۾، سنڌي شعر، سنڌي علم ادب جي ميدان تي ڇانيل نظر اچي ٿو. جو سنڌي ادب کي نثر نويسن کان شاعر وڌيڪ آهن. موجوده وقت ۾ بہ شعر کي تعليم، تبليغ توڙي ماتم ۽ عزاداريءَ جي اوزار طور استعمال ڪيو وڃي ٿو.

اي. ايڇ. ائنيڪن، شاهہ جي ڪلام تي تبصرو ڪندي لکي ٿو تہ:

"ڪجهہ سرن ۾ سنڌ ۾ صدين کان رائج آکاڻين ۽ اوائلي ڪهاڻين کي سهڻن، ڻاهوڪن ۽ پيارن بيتن جو ويس ڍڪايو ويو آهي.... انهن آکاڻين ۾ شاعر جو پنهنجو روحاني لاڙو هٿ سميت، پنهنجو سڳنڌ ۽ چس موجود آهي."(15)

سندس ڏنل بيان مان واضح ٿئي ٿو تہ، شاهہ جي ڪلام جي ڪجهہ سرن ۾ سنڌ ۾ مروج قديم قصن ۽ ڪهاڻين کي سهڻن لفظن ۾ بيان ڪيو ويو آهي. ۽ انهن قصن ۾ شاعر جي ذاتي دلچسپي جو عنصر بہ موجود آهي تہ انهن آکاڻين ۾ پنهنجو مزو پڻ آهي.

ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر لکي ٿو تہ:

"سنڌ جي لوڪ داستانن، يا جن کي نيم تاريخي قصا سڏيو وڃي ٿو، جيڪڏهن اسان انهن جو مطالعو، شاهہ صاحب جي ڪلام جي روشنيءَ ۾ ڏسنداسين تہ اسان کي، سنڌ جي هڪ وڏي تاريخي پس منظر ثقافتي نوعيت ۽ سماجي حالتن جي واضح تصوير نظر ايندي." (16)

سندس ڏنل بيان مان واضح ٿئي ٿو تہ، جيڪڏهن سنڌ جي نيم تاريخي يا لوڪ داستانن جو جائزو شاهہ لطيف جي ڪلام جي روشنيءَ ۾ ڏسجي تہ، سندس ڪلام ۾ سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب جي تصوير نمايان نظر ايندي.

هو وڌيڪ لکي ٿو تہ:

"شاهہ صاحب داستان گو يا، قصا نويس نہ آهي- ۽ نہ ئي تاريخ نويس آهي. بلڪ هو هڪ تاريخ ساز مفڪر آهي، جنهن تاريخ جي اصولن موجب واقعن جي سچي تصوير پيش ڪئي آهي. اڄ جي سائنسي دؤر ۾ بہ شاهہ صاحب جي پيش

ڪيل تاريخي حقيقتن کي ڏند ڪٿائي داستان نہ پر تاريخ جا سچا واقعا قبول ڪيو ٿو وڃي."(17)

سندس ڏنل بيان مان واضح ٿئي ٿو تہ، شاهہ لطيف نہ تہ ڪو داستان گو آهي ۽ نہ وري ڪو تاريخ نويس آهي. بلڪ هو هڪ تاريخ ساز مفڪر آهي، جنهن تاريخي واقعن جي تاريخ جي اصولن موجب تصوير پيش ڪئي آهي ۽ اڄ جي جديد دؤر ۾ بہ سندس بيان ڪيل واقعا سچ تسليم ڪيا وڃن ٿا، نہ ڪي ڏند ڪٿائون.

هو وڌيڪ لکي ٿو تہ:

"مارئيءَ جي حب الوطني هجي يا عمر سومري جي رعيت آزاري، سسئيءَ جي ور لاءِ وفاداري هجي يا آريءَ جي آهہ جي آڏ وڏائي، نوريءَ جو نياز هجي يا ڄام تماچيءَ جي رعيت پروري، مومل جو رنگ محفل ۾ عاشقن کي قتل ڪرڻ جو منصوبو هجي يا راڻي جي حرفت بازي، ليلا جو لوڀ هجي يا چنيسر جي شوخ طبع، راءِ ڏياچ جي سخا هجي يا انيراءِ جي سياسي چالبازي- ڪنهن کان بہ انڪار ڪرڻ ناممڪن آهي ۽ اهي ڪي افسانوي ڪهاڻين جا ڪردار نہ آهن، بلڪ سنڌ جي ثقافتي، معاشرتي ۽ تاريخي حقيقتون آهن. جن جي سچي تصوير شاهہ صاحب جي رسالي ۾ نظرِ ايندي."(18)

سندس ڏنل بيان مان، شاهہ جي ڪلام ۾، سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب جون هيٺيون ڳالهيون نمايان طور تي ڏسي سگهجن ٿيون، جيڪي سنڌ جي تاريخ جا سچا پڪا واقعا آهن ۽ انهن جي سچي تصوير سامهون اچي ٿي: مارئيءَ جي حب الوطني. عمر سومري جي رعيت آزاري. سسئيءَ جي ور لاءِ وفاداري. آريءَ جي آهہ جي آڏ وڏائي. نوريءَ جو نياز. ڄام تماچيءَ جي رعيت پروري. مومل جو رنگ محفل ۾ عاشقن کي قتل ڪرڻ. راڻي جي حرفت بازي. ليلا جو لوڀ. چنيسر جي شوخ طبع. راءِ ڏياچ جي سخاوت. انيراءِ جي سياسي چالبازي.

مٿين ڳالهين مان معلوم ٿئي ٿو تہ، شاهہ جو ڪلام سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب جو بيان آهي. وري جي نظر ڪجي ٿي سنڌي "لوڪ گيتن" تي، تہ اهي پڻ خاص سنڌ جي حيات جو آئينو نظر اچن ٿا. جو مختلف موقعن جي مناسبت سان، سنڌي ٻوليءَ ۾ اهي گيت مروج ٿيندا رهيا، جن ۾ غم، خوشي، هار ۽ جيت وغيره جهڙن مضمونن کي، موقعن جي مناسبت سان رچيو يا سرجيو ۽ ڳايو ويو آهي. ۽ محنت يا پورهيي جا گيت پڻ جوڙيا ويا ۽ شادي مراديءَ جي موقعن جا

گيت پڻ جوڙيا ويا. ازانسوا، لوڪ گيتن ۾ سنڌ جي تاريخي ڪردارن کي پڻ واکاڻيو ويو آهي.

ڊاڪٽر بلوچ لکي ٿو تہ:

"سنڌي لوڪ گيت، سنڌ جي ثقافت ۽ سنڌين جي عوامي ادب جو آئينو آهن. جنهن ۾ سنڌ وارن جي عام زندگيءَ جو عڪس نمايان طور تي نظر اچي ٿو."(19)

سندس ڏنل بيان ۾ واضح آهي تہ، سنڌي لوڪ گيت خاص سنڌي عوام جي حيات جو آئينو آهن. ۽ سنڌ جي ثقافت جي نشاني آهن. جنهن ۾ عام سنڌي ماڻهوءَ جي حياتيءَ جي تصوير چٽيل آهي.

هو وڌيڪ لکي ٿو تہ:

"لوڪ گيت عوام جي اجتماعي زندگيءَ جا اهڃاڻ آهن. جڏهن کان انسان ۾ پيار جو جذبو پيدا ٿيو تہ منجهن محبت جون پچارون پيون ۽ وره وارن وچوڙي ۾ گيتن ذريعي پنهنجي جذن ۽ احساسن جو اظهار ڪيو. جڏهن مندون موٽيون، واهوندا وريا يا ساوڻ جي ڪنوڻ ٿي تہ پرديس ويل سڄڻن جون منداٺيون صحبتون ساري سڪ مان گيت چيائون. جڏهن کان پورهيتن گڏجي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو تہ ڪم ڪندي گيت ڳايائون، ۽ ڪي گيت وري ماحول جي ڪن اهم واقعن ۽ حادثن کان متاثر ٿي جوڙيائون."(20)

سندس ڏنل بيان مان معلوم ٿئي ٿو تہ، لوڪ گيت عوام جي اجتماعي زندگي يعني تمدن ۽ تهذيب جا اهڃاڻ يا نشان آهن. جن ۾ سندن پيار محبت جو اظهار ۽ وچوڙي جون وايون ورجايل آهن. ٻين لفظن ۾ ائين چئبو تہ لوڪ گيت سندن دلي جذبات جو بيان آهن. ازانسوا، اهو پڻ معلوم ٿئي ٿو تہ، اهڙن گيتن کان علاوہ، ڪم ڪار جا گيت پڻ جوڙيائون، ۽ ڪي گيت وري تاريخي واقعن ۽ حادثن کان متاثر ٿي لکيائون. اهڙن گيتن جا مثال ڏيندي،

ڊاڪٽر بلوچ لکي ٿو تہ:

"لولي، چلو وغيرہ سڪ ۽ محبت جا گيت آهن. هارين ۽ پورهيتن جڏهن کان وٺي گڏجي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو تہ ڪم جي اڪلاءَ لاءِ گيت ڳايائون. "همرچو"، "پشيتو" وغيرہ خاص طرح هارين ۽ پورهيتن جا گيت آهن. "جمالو"،

"ٻيلڻ" ۽ "ڳامڻ" خانه بدوشي ۽ لڏپلاڻ واري ماحول جا يادگار آهن. جڏهن اٺن جي قافلن ۽ جهوڪن سان ڳڏجڻ جي "حدي خواني" عام هئي، ڪي گيت سنڌ جي قديم عشقيه داستانن کان متاثر ٿي ڳايا ويا: مثلاً "ڪرهو"، "راڻو" ۽ "مومل"، اهي ٽيئي گيت سومرن جي دؤر جي "مومل راڻي" واري داستان سان وابسته آهن. "رائڏڻ ور" گيت غالباً سمي حاڪم رائڏڻ جي نالي پويان مشهور ٿيو."(21)

سندس ڏنل بيان مان واضح ٿئي ٿو ته، سنڌي لوڪ گيتن مان معلوم ٿئي ٿو ته، ڪي لوڪ گيت سڪ ۽ محبت جي جذبي تحت رچيا ويا ۽ ڪي وري ڪم ڪار يا لڏپلاڻ وقت ڳايا ويا، جيئن اٺن قطارڻ وقت حدي خوانيءَ جو رواج هوندو هو. اهڙيءَ طرح ڪي گيت سنڌ جي تاريخي داستانن ۽ شخصيتن جي نالي تي جوڙيا ويا معلوم ٿئي ٿو ته، سنڌي شاعري سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب جو آئينو آهي. پوءِ اها، سنڌي عوامي شاعري هجي، يا مذهبي توڙي ڪلاسيڪي يا جديد شاعري وغيره. مثال موجود آهن.

حوالا:

1. شيخ محمد ابراهيم "خليل" ڊاڪٽر: "ادب ۽ تنقيد". شڪارپور. مهراڻ اڪيڊمي. پيو. 2001ع. ص 19.
2. ملاح مختيار احمد: "سنڌي ادب جي تاريخ جو جديد مطالعو". اردو بازار، ڪراچي، ڪاٺياواڙ بڪ اسٽورز. 2006ع. ص 6.
3. ايضاً ص 6- 7.
4. سوڍر سهنواز ڊاڪٽر: "سنڌي ثقافت ۽ شاهه لطيف". ڀٽ شاهه/ حيدرآباد، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز. 1991ع. ص 184- 185.
5. شيخ عبدالرزاق "راز": "تنقيد ۽ تجزيو". اسلاميه ڪاليج سکر، سنڌي ادبي سوسائٽي. 1966ع. ص 18- 19.
6. بدوي بيدل مسرور: تحقيق و ترتيب: "ڪليات مسرور" (فقير غلام علي "مسرور" بدوي) ڪراچي، مسرور پبليڪيشن. 2000ع. مهاڳ: ص 9.
7. "شاهه جو رسالو": (سر سارنگ: داستان پهريون، بيت نمبر 6 ). مرتب ۽ شارح: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. ڀٽ شاهه، علامه آءِ آءِ قاضي رسالو تحقيقي رٿا، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز. 1999ع. ص 541.
8. ايضاً بيت نمبر 15. ص 542.
9. بلوچ نبي بخش ڊاڪٽر: "ٻيلاين جا ٻول". حيدرآباد، سنڌ. سنڌي ساهت گهر. ٽيون. 2008ع. ص 13.

10. ايضاً ص 18.
11. ايضاً ص 18- 19.
12. ايضاً ص 19.
13. "شاھ جو رسالو": مرتب: ڊاڪٽر ھوتچند مولچند گربخشاڻي. ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن. ڇھون. 1996ع. سر مارئي. داستان نائون بيت ڇھون. ص 546.
14. سيال ذوالفقار: "سنڌي شاعريءَ جو سفر" سنڌ، سنڌي ادبي سنگت. 2013ع. ص 93.
15. ائٽيڪن اي. ايچ. "سنڌ گزيٽيئر". سنڌيڪار: حسين بادشاھ. ڪنڊيارو، روشني پبليڪيشن. 2006ع. ص 579.
16. حوالو نمبر: 4. ص 183.
17. ايضاً ص 183- 184.
18. ايضاً ص 184.
19. بلوچ نبي بخش ڊاڪٽر: مقدمھ: لوڪ گيت. ڄامشورو سنڌ، سنڌي ادبي بورڊ. ٻيو. 2006ع. ص 9.
20. ايضاً ص ساڳيو.
21. ايضاً ص 9- 10.

**BHITAI**
**[Research Journal]**


| | |
|---|---|
| Patron -in –Chief: | **Prof. Dr. Parveen Shah**<br>Vice Chancellor |
| Patron: | **Prof. Dr. Mohammad Yousuf Khushak**<br>Dean Faculty of Arts and Languages |
| Supervising Editor: | **Ayaz Gul**<br>Incharge Chairman,<br>Department of Sindhi, |
| Editor: | **Dr. Allah Wassayo Soomro**<br>Assistant Professor, |
| Sub-Editor: | **Zahida Parveen Mari**<br>Assistant Professor,<br>Department of Sindhi,<br>Shah Abdul Latif University,<br>Khairpur |

| | | |
|---|---|---|
| Assistant | : | **Qasim Malik** |
| Year: | | 2016 – Vol- 1 Issue 2nd |
| Published by | : | Department of Sindhi, Shah Abdul Latif University, Khairpur ,Sindh, |
| Composers | : | **Shoukat Ali Juno** |
| Email | : | awasayo786@gmail.com |
| Tel | : | 0243-9280285 (+92-333-7241527) |
| Pakistani | : | **Rs. 250/=** |
| Foreign | : | US $ 25 |

